# قاضي قادن جو ڪلام

[سنڌ ۾ ان جو اڀياس]


هيرو ٺڪر

ضميمو / ترتيب

گل محمد ٽنيو



روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

1996ع

ROSHNI BOOK NO. 109

ڪتاب : قاضي قادن جو ڪلام
هيرو ٺڪر
ڇاپو : پهريون © روشني 1996ع
ڪمپوزنگ : راڻو ميگهواڙ، نيو سنڌ ٽيڪ ڪمپوٽر ڪمپوزر، حيدرآباد.
ڇاپيندڙ : فائين ڪميونيڪيشن حيدرآباد
ڇپرائيندڙ : روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو
قيمت : 90.00 رپيا

ٽائيٽل ڊزائين: عبدالرسول عباسي

QAZI QADAN JO KALAM
(The Research Work on Poetry of Qazi Qadan)
HEERO THAKUR

First Eddition © Roshni 1996
Composed by. Rano Meghwar, New Sindh Tech Composers Hyderabad
Printed by. Fine Communicaion, Hyderabad
Published by. Roshni Publication, Kandiaro

ڀيٽا

ان زمين کي
جا سنڌ سڏجي ٿي
۽
انهن ماڻهن کي
جيڪي سنڌي سڏجن ٿا.

هيرو ٺڪر

# فهرست

# پـــ اکر

هيري ٽڪر جو جيڪو "قاضي قادن" جو ڪلام گمناميءَ مان ڪڍي اُجاري سنواري سنڌي ادب کي سوکڙي طور سونپيو ويو آهي سو سچ ته سنڌي ادب لاءِ سندس املهه تحفو آهي، جنهن سان نه رڳو سنڌي ادب جي تاريخ ۾ "قاضي قادن جو ڪلام" بلڪه خود هيري ٽڪر جو نالو به هميشه هميشه ياد رکيو ويندو.

"قاضي قادن جو ڪلام" جيئن ئي هيري کي هٿ لڳو ته هن صاحب ڏينهن جا ڏينهن توڙي راتين جون راتيون پنهنجو نور نچوئي هر بيت ۽ هر بيت جي هر سٽ تي سؤ بار سوچي ان جون پڙهڻيون مقرر ڪيون ۽ ان سان گڏ هر بيت جي معنيٰ ۽ شرح پڻ لکي شامل رکيائين ته جيئن اسان جهڙن مٽ جي موڙهن کي قاضيءَ جي ڪلام سمجهڻ ۾ آساني ٿئي. سو جيئن ئي هيري جو هيءُ ڪتاب "قاضي قادن جو ڪلام" سنڌ ۾ پهتو ته هٽ سنڌي ٻوليءَ جي عالمن ۽ علم دوستن ۾ نئون روح ڦوڪجي ويو.

سنڌ جي هر ناماري محقق قاضي قادن جي ڪلام کي پنهنجي پنهنجي نقطئہ نظر سان پرکيو ۽ پروڙيو ۽ اهڙي طرح هن ڪتاب جي وسعت سان سنڌي ادب ۾ هڪ شاندار بحث جنم ورتو.

اسان جي جن ناميارن محققن قاضي قادن جي ڪلام تي الڳ الڳ پنهنجا ليک لکي پڌرا ڪيا تن مان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ ٻيا ڪيترائي پيش پيش رهيا.

سو مون پڻ ڪافي عرصي کان اها ڪوشش ڪئي ته هيري ٽڪر جو ڪتاب "قاضي قادن جو ڪلام" ۽ "سنڌ ۾ ٿيل ان جي تنقيدي اڀياس" کي سهيڙي ڪتابي صورت ۾ ڇپرائي پڌرو ڪجي ته اهو مواد سنڌي ادب لاءِ ڏاڍو لاڀائتو ثابت ٿيندو. جڏهن اهڙو ذڪر مون روشني پبليڪيشن وارن سان ڪيو ته انهن اهڙو مواد ڇپرائڻ لاءِ هاڪار ڪئي ۽ پوءِ مون اهو سمورو مواد سهيڙي سندن حوالي ڪيو پر جيئن ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو رايو

هو تہ قاضي قادن متعلق سندس مواد کي الڳ طور تي ڪتابي صورت ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو وڃي، سو سندن راءِ موجب سندن مواد کي الڳ طور تي ڪتابي صورت ۾ ڇپرايو ويندو. باقي مواد کي ضميمي طور ”قاضي قادن جي ڪلام جو سنڌ ۾ اڀياس“ جي سري سان هن ڪتاب ۾ شامل رکيو اٿم.

اميد تہ اسان جي هيءَ پيشڪش علم دوستن ۽ عام پڙهندڙن کي پسند ايندي.

**گل محمد**

# شڪر گذاري

مان شري راجا رام شاستريءَ جو تهدل شڪر گذار آهيان، جنهن مون کي قاضي قادن جي بيتن واري دستخط جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي (چار صفحا) ڏني ۽ پڻ هن ڏس ۾ سوڌ ڪرڻ لاءِ همٿايو.

هن سڄي ڪم ۾ دادا جيٺرامداس دؤلترام جو خاص چاهه رهيو آهي. هو وقت به وقت مون کي هن ڪارج جي اهميت ياد ڏياري، ان کي سر انجام ڪرڻ لاءِ اتساهه بخشيندو رهيو آهي.

دهلي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي شعبي جي سربراهه ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي جو مان خاص طرح شڪر گذار آهيان، جنهن شروع کان وٺي منهنجي رهبري ڪئي آهي. هن مون کي قدم قدم تي سات ڏنو. هن صاحب پنهنجي خانگي لئبرريءَ جا دروازا مون لاءِ کولي ڇڏيا، ڪيترائي پراڻا ۽ ناياب ڪتاب مون کي اپياس ڪرڻ لاءِ ڏنا ۽ آنديءَ مانجهيءَ مون کي سڌ ۾ سڌ ڏيئي پنهنجي روشن صلاحن سان مون کي هن ڏکي راهه طئہ ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

بزرگ شاعر شري نارائڻ شيام جو به شڪر گذار آهيان، جنهن ڏينهن جا ڏينهن مون سان گڏ ويهي، منهنجون طئہ ڪيل پڙهٽيون ڏٺيون ۽ پنهنجي بزرگيءَ، شعور ۽ چاڻ سان انهن جي صحت ۾ اضافو آندو.

مان پنهنجي مترن ڊاڪٽر موتي لعل جوتواڻي، ڊاڪٽر پرسي گدواڻي، سرو شري ٻلديو آنند ساگر، هري همٿاڻي، چندن نڪر، ٻيڻ ڪملا هيرانند جو به شڪر گذار آهيان، جن جو ڪنهن نه ڪنهن طرح هن ڪوشش ۾ سهڪار رهيو آهي. آخر ۾ شڪر گذار آهيان، دادي رامي آڏواڻي ۽ هري موٽواڻيءَ جو، جن جي سهڪار منهنجي اتساهه کي وڌايو آهي.

– هيرو نڪر

# مهاڳ

اٽڪل ٻه ورهيه ڪن ٿيا ته هيري ٺڪر ۽ موتيلال جوتواڻيءَ مون کي ٻڌايو ته قاضي قاضن (قاذن) جا هڪ سوَ ڪان ٻه وڌيڪ بيت هرياڻا جي هڪ ڳوٺ جي مٺ مان لڌا ويا آهن. اهي پراڻي ديوناگريءَ ۾ لکيل آهن. ڪنهن سنڌيءَ، جنهن کي ياد هئا، جو سنڌ ۾ ڳائبا هئا، ان کان ٻڌي هن مٺ وارن ٻين "ستن" جي واڻيءَ سان گڏي، ٻڌائي رکيا آهن.

ڪجهه وقت بعد راجا رام شاستري، جنهن کي مٺ مان اهي بيت مليا هئا، سو مون کي گڏيو ۽ انهن کي سوڌي ڇپائڻ جون ڳالهيون ٿيون.

نيٺ قصو ائين بٽيو جو هيري ٺڪر اهو بار اتساهه امنگ سان، پاڻ راجا رام سان ڳالهيون ڪري، پاڻ تي هموار ڪيو ۽ شڪر آهي ته ان ڪتاب جو هيءُ پهريون ڇاپو نڪري رهيو آهي.

هيري ٺڪر کي هيءُ املهه ادبي هيرو هٿ آيو آهي، جنهن کي پڌرو ڪرڻ ڪري، سنڌين لاءِ هت ڀارت ۾ ۽ ان کان پڻ وڌ پاڪستان ۾، سنڌي ٻوليءَ جي اتهاس خاطر، سندس ان ڪم لاءِ چڱو قدر ٿيندو ۽ سنڌي سدا سندس شڪر گذار رهندا.

سنڌي ٻوليءَ شعر جي شائقن جي مناسب پچ پچ ۽ چڪ سڪ ڪري، هي اوائلي نندو ۽ پهريون ڇاپو تڙ تڪڙ ۾ تيار ڪري، هو ڀارتي سنڌي شاعرن ليکڪن اڳيان، هچڪندو هبڪندو، پيش ٿو ڪري، ڇو جو منجهائن گهڻن کي قاضي قاضن (قاذن) سان ايڏي واقفيت اجا ڪانهي ۽ پنهنجي پاڪستاني ادبي علم دوستن، شاعرن، ليکڪن ۽ سنڌي ٻوليءَ جي هيڪاند جي گهڻگهرن اڳيان نياز نمرتا ڀري ڀاونا سان، هڪ سوغات طور، سرحد جي پرينَ پار آس اميد سان ٿو پهچائي، ته اهاَ سوغاتپ قبول پوندي.

هيري ٺڪر ي جي هن کوج - ڪشالي مان هڪ ڪان وڌيڪ ڦل ملٺا آهن، جو سنڌ هند جا سنڌي عالم، نه رڳو سندس پورهئي جو نتيجو ماڻيندا، پر منجهائن جن کي ان قسم جي کوج جي سڪ چڪ آهي، سي سندس ڪتاب مان سنڌي ٻوليءَ جي اوسر ۽ وڪاس جي اتهاس تي چڱي روشني وجهي سگهندا.

سيني سنڌين کي شايد خبر نہ ہہ هجي تہ اٽلي جي هڪ ماهر Dr. Tessitori پارت ۾ ڪي سال رهي پارت جي ڪن ٻولين جو اونهو اڀياس ڪيو هو، جن مان "اولهہ راجستاني" هڪ ٻولي هئي. سندس شاهي ليک اٽڪل پنجاهہ ڪن ٽائيپ ٽيل صفحا، جو انگريزيءَ ۾ ڇپايو هئائين، سو مون ڪي سال ٿيا تہ ٽائيپ ڪرائي ڇڏيو. پڙهي عجب لڳم. اها 15-16 صديءَ جي اولهہ راجستاني ٻولي ڄڻ سنڌي ٻولي ٻي لڳي ۽ ان جو ويا ڪرڻ ۽ اکرن جي جوڙ ٻيهڪ ۽ ماضي ۽ مستقبل ۽ ٻيا ور وڪڙ سڀ سنڌي ٻوليءَ سان پئي لڳا. ائين پئي سمجهيم تہ مان ڪنهن سنڌي ڪتاب جون سٽون پيو پڙهان.

قاضي قاضن (قاذن) جي سنڌي ٻہ ان وقت جي آهي ۽ اُن وقت جون ٻوليون سنڌي، اولهہ راجستاني، ڪڇيءَ پراڻي سوراشٽر جيءَ خود اُتر گجرات جي (گرجر ذات جي حڪومت کان اڳ) پراڻي مڪاني ٻولي، سڀ ڄڻ تہ ڀينر ٻوليون هيون.

هيري نڪر جي هن املهہ پستڪ بعد پاڪستاني سنڌي عالمن کي کوج ڪري، قاضي قاضن (قاذن) جي حياتيءَ جو تفصيل سان عمدو ڪتاب تيار ڪرڻ گهرجي تہ سندس رهڻي ڪرڻي ڪهڙي هئي. شاهہ ڪريم جي رهڻي تہ عجيب روحاني درجي واري هئي، جنهن جو ڪجهہ بيان داؤد پوٽي جي مشهوري ڪتاب مان ملي ٿو. (1)

روحاني شخصيتون ڪنهن مذهب يا ڌرم جي ملڪيت نہ آهن. اُهي سڀني عالم سان واسطو رکن ٿيون ۽ تنگ خيال مذهبي/ ڌرمي سرحدون ٽپي، پنهنجي جيون جو واس هر هنڌ ڦهلائين ٿيون.

ڀارت جا اڳيان جوڳي، جن ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ، اهنڪار کي جيتيو هو ۽ سڀ انسان سندن ڀائر آهن، ائين ئي هلت ڪندا هئا. جي ننگا هئا تہ پاپ ڪڪرم کان پري، حسد سازي کان پري هئا. جي، "جيڪي ڪن گناهہ، سي ڏکين تا انهن کي ڪپڙن سان، اسين ٻي - پاپ، ڇاجي لاءِ ڪپڙا پايون، ڇا کي لڪائڻ لاءِ." سندن اهو ئي مقصد هو، تہ سيني ڌرمن مذهبن، روحاني طريقن جي تهہ ۾ ساڳيو ئي سچ آهي.

(1) شاهہ ڪريم جي رهڻي توڙي هن بزرگ متعلق وڌيڪ معلومات لاءِ پڙهو، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالحميد سنڌيءَ جو مرتب ڪيل ڪتاب "شاهہ ڪريم جو ڪلام" (د.گ)

گورک ناٿ، جوڳين جي هڪ مکيہ گروہ، ستين صدي عيسويءَ ۾ ڪيترا پيرا چيو هو تہ ”مون کي حضرت محمدﷺ جي اندرين روحاني روشنيءَ لاءِ عظيم ساراھ آهي.“(1)

سنڌي ٻوليءَ ساهت جي کوج- ڪلا جي سرتاج، نبي بخش خان بلوچ، ”شاھ لطف الله قادريءَ جو ڪلام“ جي امله ڪتاب ۾ لکيو آهي:

”شاھ لطف الله قادريءَ جي آڏو فقط سلوڪ ۽ طريقت جو هڪ مکيہ مضمون هو، جنهن جي وضاحت ڪرڻ تي چاهيائين. انهيءَ سلسلي ۾، حق ۽ حقيقت جي تلاش ۾ طالبن ۽ سالڪن جي جدوجهد کي تمثيل طور، سامونڊي ناڪئن جو منزل مقصود ڏانهن هاڪاري هلڻ ۽ جوڳين آديسين جو سندن ياترائن خاطر ڪشالن ڪڍڻ سان ڀيٽي، تفصيلي سمجهاڻي ڏنائين. انهن تمثيلن ذريعي شاھ لطف الله قادري سنڌي اساسي شاعريءَ ۾ ’سامونڊين ۽ ناڪئن‘ ۽ ’جوڳين ۽ آديسين‘ وارا نوان تمثيلي مضمون رائج ڪيا جي ڪانئس اڳ ٻئي ڪنهن بہ شاعر نہ آندا هئا.“ (2)

پر قاضي (قاذن) جي هنن بيتن مان صفا پڌرو آهي تہ شاھ لطف الله قادريءَ کان اڳ، جوڳين سان سنڌي صوفين جون روحاني رهاڻيون ٿينديون هيون، جيئن شاھ قادريءَ جي سنڌي بيتن جي ”قسم ڇهين“ جي بيتن مان بلڪل ظاهر آهي. جوڳين جو سلسلو ڀارت ۾ تمام پراڻو آهي. ڀارت جا اڪثر اتهاسڪ ماهر ان راءِ جا آهن تہ ”مها ڀارت“ جي لڙائي، جا عيسوي سن کان گهٽ ۾ گهٽ هڪ هزار سال اڳ ٿي هئي، ۽ سنسڪرت جي پراچين هٿ - اکر ڌرمي پستڪن (مذهبي ڪتابن) مان ثابت ٿيل آهي، تہ جوڳين جو سلسلو ان سلسلي ان لڙائيءَ کان تمام پراڻو آهي. اهي جوڳي سڄي ڀارت ۾ صدين کان پيا ڳوٺان ڳوٺ رتن ڪندا هئا ۽ ٻڌندڙن کي گيان ڏيندا هئا. خود سنڌ مان بہ عربن جي اچڻ کان اڳ مڪاني جوڳين هئڻ جون ثابتيون مليون آهن.

انهن جوڳين جو عقيدو هو تہ ڌٽي هر هنڌ وسي ٿو، ٻاهريان مڪان ۽ شهر کيس رهڻ لاءِ ڪپن ئي ڪين.

---

(1) The Neath Yogi Sampradaya' by A.K Banerjea 1964, P.5

(2) شاھ لطف الله قادريءَ جو ڪلام: نبي بخش بلوچ: ص 22

”عين قصر در لک، ڪوڙين سهسين ڪڙڪيان،
جان ٺي ڪرين پرک، تان ٺي سڄڻ سامهان.“ (قاضن)

” پهرين پاڻ وڃاءِ، پاڻ وڃائي سولهي،
من اندر مهہ پاءِ، توئي اندر سپرين.“ (قاضن)

هت، ويدانيت ۾ صوفي طريقو گڏجي ٿو ۽ جوڳي ۽ درويش پائر ٿي وڃن ٿا.

ڊاڪٽر داؤد پوٽي پنهنجي ”شاهہ ڪريم جو ڪلام“ ڪتاب ۾ هڪ واقعو پڌرو ڪيو آهي. اهو واقعو هنن اکرن ۾ آهي: فرمايائون (شاهہ ڪريم فرمايو) تہ: ڪنهن ڏينهن هڪڙو ملامتي (1) بزرگ قاضي قاذن (رحمته الله عليہ) جو وقت جي سياڻن ۾ زماني جي عالمن مان هڪڙو هو ۽ درٻيلي ۾ رهندو هو، جنهن جو لاڳاپو بکر سان آهي. تنهنجي مسجد ۾ اگهاڙو ٿي، محراب جي طرف پير ڪري سمهي پيو. جڏهن قاضيءَ کي اها خبر ڏنائون، تڏهن درو هٿ ۾ کڻي آيو. پيرن ڏي وڃي جان پانيائين تہ درو هڻانس تہ ڇا ڏسي تہ پيرن جي جاءِ تي بزرگ جو مٿو رکيو آهي ۽ مٿي جي جاءِ تي پير. ٻيهر پيرن ڏي ٿي ويو تہ مٿو ٿي نظر آيس. آخر ڏاڍو حيران ۽ درماندو ٿيو. پوءِ ان بزرگ قاضيءَ جي طرف نگاهہ ڪئي ۽ چيائينس تہ، پير جيڏي وٹنئي تيڏي ڪر، پر دل پنهنجي خاوند ڏانهن قائم رک. ان بعد درو هيٺ ڏريائين ۽ خدا جي طالبن مان ٿيو ۽ هي بيت پڙهائين:

”جوڳي جاڳايوس، ستو هئس ننڊ ۾؛
تهان پوءِ ٿيوس، سندي پريان پيچري.“ (2)

هاڻي باقي هڪ ننڍي، تہ بہ وڏي ڳالهہ تي ويچاريون. مهنجو من اِن تي ترڪائي ٿي ٿو تہ قاضي قاضن يا قاذن يا قادن کي سندس ڪو نجو نالو هوئي ڪونہ. نڪي وڏين وڏين 1500 کن صفحن جي ڊڪشنرين (3) ۾ قاضن، قاذن يا قادن لفظ ٿي، نڪا سندن ڪا معنيٰ ئي ٿي ملي.

پڙهندڙن کي ٻڌايان تہ سندس نسل جي ٻين سيني جا نجا نالا ” تحفته الڪرام“ ۾ ڏنل آهن، جنهن هرهڪ کي عربيءَ ۾ ڪا معنيٰ آهي. پر قاضي

(1) ملامت = پِٽَ، ڏوراپو پرمانند ميوارام جي سنڌي انگريزي ڊڪشنري 1910ع.
(2) ”شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام“ ڊاڪٽر علامہ عمر بن دائودپوٽو، 1937ع، ص 112 - 113.
(3) مشهور لغت نويس مسٽر اِسٽين گاس جي لغت.

قاضن جو سندس ڪو نرالو نالو ڪونهي. قاضن، قاذن يا قادن شخصي نالا ڪينهن. من چوي ٿو تہ اِن وشيہ تي گهري ڪوجنا ٿيڻ گهرجي.

اندر ۾ هريم پيو، تہ ڪتي، سالها ٿيا، تہ پڙهيو هوم تہ سندس درجو ٻين قاضين کان مٿي هو. جيئن شاهہ لطف الله قادري "شيخ المشائخ" جي لقب سان مشهور آهي، تيئن قاضي قاضن "قاضي القضات" معنيٰ قاضين مٿان قاضي، (Arabic English Dictionary by Elias P.549) مڪيہ قاضيءَ جي لقب جو حقدار هو.

اميد اٿم تہ هي ڪتاب پڙهندي، دل من ڪولي، سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ جي خيال کان، ڀارت جا سنڌي علم دوست خاص ڪري اسان جا پاڪستان جا ڪوج - ڪلا جا اڳواڻ ۽ نثر ۽ نظم جا اديب، پنهنجا رايا ۽ نقتچيني هيري ٺڪر کي موڪلي، هڪ عام منزل ۾ چاهہ رکندڙ، هم شريڪ پانديٽڙن وانگر پنهنجو حصو ڀليءَ ڀانت ڏيندا ۽ ڪيس هرڪا واهر ڪندا، جيئن هو هن ڪتاب جو ٻيون وڏو ۽ اجا بہ سندو ڇاپو شايع ڪرائي، سيني سنڌين صدقي هڪ اوکي ۽ اڙانگي منزل تي سوبہ سان پهچي.

خبر اٿم تہ ڪيئن راتين جون راتيون اوجاڳا ڪري، ڪتاب جي دستخط جي ڪوٽ ڪوٽ ڪري، جنهن عزيز ۽ مربيءَ جي مدد گهريس ٿي، سا وٺي، پئسي، نہ پئسي جو خيال وساري، هيرو هن پٽرائين پيچري ۾ مٿل مٿل ڪٽيندو ويو، تان جو جڻ هڪ پوريل ادبي خزانو هند ۽ پاڪستان جي سنڌي پاٺرن کي رسائي سگهيو آهي.

مان جيڪڏهن سندس همت، محنت، پاڻ - وشواس لاءِ ڪيس واڌايون ٿو ڏيان، سي رڳو واڌايون نہ آهن، پر گذريل وقت کان بہ وڏيڪ سخت اوجهڙ ۽ جهنگل جهاڳڻ لاءِ تهان وڏيڪ اتساهت ڪرڻ جي مراد سان ٿي ائين ڪريان ٿو.

سندس ڪشالي، پورهئي، اورچائي ۽ ميڄ - پٽي جي انگن جو مون کان بہ وڏيڪ، سندس ڀارت ۽ پاڪستان جا پڙهندڙ پاٺر قدر ڪري، ڪيس سنڌي ٻوليءَ جي شيوا ڪرڻ لاءِ اتساهت ڪري، ههڙي ڪم ۾ هر نموني پاڻ کي ڀاڳي ڀائي ڪندا.

25 جولاءِ 1978ع

جئرامداس دولترام

# دعائون ۽ مبارڪون!

پيارا هيرا،

دعائون ۽ مبارڪون!

تنهن ڏينهن هري موتوائيءَ سان گڏجي، تون مون سان ملڻ آئين ڏاڍي خوشي ٿي. سالن جي سڃاڻپ متر تا بڻجي وئي آهي، ورهين جي واقفيت دوستي. جنهن سنڌي ٻوليءَ ۽ سنسڪرتيءَ ۾ منهنجو ساهه آهي، تنهن ۾ تنهنجو به چاهه آهي. جنهن ڪي سنڌي ٻوليءَ لاءِ سڪ ۽ سنڌين لاءِ ڇڪ آهي، سو منهنجو ياءُ آهي.

قاضي قادن (قاذن، قاضن) سنڌ جي ڪمال درويش جي ويدانتي وچنن ۽ صوفيانہ سخن جو جڏهن تو مون سان ورنن (ذڪر) ڪيو، تڏهن منهنجو من پرسن (خوش) ٿي ويو. هن وقت تائين برابر اسان کي اِيپاسين مان اِهائي خبر ملي هئي تہ قاضي صاحب جا فقط ست بيت موجود آهن. اُنهن ستن بيتن کي هنن 'ست موتي' ڪري ڪوٺيو آهي. انهن آبدار موتين جي ساهتڪ صرافن واهہ جا ڪٽ ڪٽي آهي ۽ ائين بہ چيو آهي تہ شاهہ ڪريم ۽ شاهہ لطيف جي شعر جو بنياد انهن ستن بيتن تي ئي ٻڌل آهي.

تنهنجا ياڳ آهن جو توکي ستن موتين جي بدران سڄي ساري موتين جي ڊبلي هٿ اچي ويئي آهي. هائي فقط اهي ست موتي سنڌڙيءَ جي لاءِ سونهن جو باعث نہ ٿيندا، پر هاڻي جڏهن موتين جي لڙهہ سندس ڳلي ۾ پوندي تہ ساڳيا صراف عش عش ڪري اٿندا. علامہ داؤد پوٽي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، پروفيسر لال سنگ اجواڻي، دين محمد وفائي ۽ جينمل پرسرام جهڙا علم دوست زنده هجن ها تہ مون وانگر خوشيءَ ۾ جهومي اٿن ها. اڄ بہ جڏهن هند ۾ پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي، پروفيسر جهمٽمل ڀاوناڻي، شري هروُ سدارنگاڻي، شري هري دلگير، شري ارجن شاد ۽ ٻين ڪوجيڪن اديبن کي ڄاڻ ٿيندي تہ ستن موتين جو مالڪ سچ پچ هڪ سئو سترهن بيتن جو بابو آهي، تڏهن سندن منهن مان ازخود 'مبارڪ' 'مبارڪ' جو نعرو بلند ٿيندو ۽ جڏهن سنڌ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش

بلوچ، سراج، ڊاڪٽر اياز قادري، حسام الدين راشدي، پير علي محمد راشدي، ڊاڪٽر الانا، جي ايم سيد، غلام محمد گرامي، جتوئي، جويو ۽ ٻيا اديب ۽ ڪوجيڪ اهو سهاڻو سماچار ٻڌندا، تڏهن فخر سان گڏ حيرت ۾ ڪائيندا تہ جو ڪم سنڌ ۾ سيني سهوليتن هوندي، سولائيءَ سان ٿي سگهي ها، سو ڪتابن سان هند جي هڪ نوجوان ساهتڪار ڪري ڏيکاريو آهي. مان پنهنجي سر گڏ گڏ آهيان ۽ اندر ئي اندر ۾ دعائون پيو ڏيان تہ جو ڪم شروع ڪيو اٿيئي، تنهن کي ساڳيءَ سچائيءَ ۽ وفائيءَ سان پورو ڪرين.

تو بہ سال جفاڪشي ۽ محنت ڪرڻ بعد، پراڻي لکڻي سمجهي، پڙهيون ڪيون، ڏکين اکرن جون ٽڙ معنائون ڪڍيون ۽ هرهڪ بيت تي گيان جو وستار ڪيو ۽ اڙانگن صوفيانہ نڪتن ۽ ويدانتي ويچارن جي سمجهاڻي ڏيئي، گويا ٿيسز (Thesis) تيار ڪئي آهي. تو شروعاتي ڪم ڪيو آهي. انهيءَ تي بحث ٿيندا، واد و واد ٿيندو ۽ سهمتيون اَسهمتيون ٿينديون. انديشا ۽ گمان اٿندا. سوال پڇيا ويندا ۽ سندن، ثابتين ۽ شاهدن جي طلب ڪئي ويندي. پر کوجنا ڪاريہ جو تڏهن ئي ملهہ ٿئي ٿو.

سنڌ ۾ گهڻو ئي کوجنا جو ڪم ٿيو آهي. پر هتي هند ۾ بہ اسان جي اديبن وسان ڪين گهٽايو آهي. انهن سان گڏ تنهنجو بہ نالو چٽو نظر ايندو.

گهڻو لکڻ چاهيندي بہ هنن ٿورن لفظن ۾ تنهنجي ڪم جي قدر شناسي ڪريان ٿو، واڌايون ڏيان ٿو ۽ دعائون موڪليان ٿو.

پيارن مان،

**رام پنجواڻي**

رام محل

8 جولاءِ 1978ع

# پس منظر

اٽڪل ٻه سال ٿيا. آل انڊيا ريڊيو ۾ شام واري بليٽن ڪري رهيو هوس ته هڪ خبر آئي ته هرياڻا جي هڪ سنستا کي، اتان جي هڪ ننڍي ڳوٺ مان پندرهين صديءَ جي سنڌي شاعر قاضي قادن جا 116 بيت مليا آهن. قاضي قادن جا اُن وقت تائين فقط ست بيت موجود هئا. خبرون ايندڙيون رهنديون آهن، ترجمو ٿينديون رهنديون آهن. پر هن خبر ڏانهن چڻ شخصي لڳاءُ جاڳي پيو. اعتبار ئي نه اچيم ته صدين جي وٿيءَ بعد اهڙو ادبي خزانو کو لڀي سگهي ٿو. ائين لڳم ڄڻ پنهنجن ابن ڏاڏن طرفان پوريل ڪنهن هيرن موتين جي صندوق لڀڻ جي خبر ملي هجيم.

من ۾ اڻ تڻ جاڳي ته اِن بابت وڌيڪ خبر چار حاصل ڪريان ته بيتن ۾ ڇا ڇيل آهي. انهن جي ٻوليءَ شاعراڻو روپ وغيره ڪيئن آهن. ڪم کان فارغ ٿي، ڊئريڪٽري ڪڍي، اُن سنستا جو نمبر ڳولڻ ويٺس. پر ڊئريڪٽريءَ ۾ ان سنستا جو نالو ڪونه مليم. آخر، دهليءَ ۾ هرياڻا سرڪار جي دفتر 'هرياڻا هائوس' جو نمبر ڪڍي، اتان جي عملدار کان اُن سنستا بابت پڇا ڪيم. پر ان کي به ڪا خبر نه هئي. ڪانئس هرياڻا مان لڌل سنڌي بيتن بابت پڇيم، پر هو صاحب ان ڳالهه کان بلڪل ئي اڻ واقف هو. لاچار چپ ڪري ويهي رهيس. پر من ۾ اڻ تڻ جاري رهي. آفيس ۾، پاڙي ۾ ڪٿي به ڪو هرياڻوي ماڻهو گڏجيم، ته ان بابت پڇاڻو ڪندو هوس؛ پر ڪجهه به حاصل نه ٿيو.

چوندا آهن، جن کي اُڃ پاڻيءَ جي، پاڻي اڃيو تن. مان انهن بيتن بابت خبر چار هٿ ڪرڻ لاءِ ڪوشش ۾ لڳو ئي پيو هوس، ته ٻن ٽن ڏينهن بعد آفيس ۾ هڪ شخص لنگهي آيو ۽ اچي منهنجي لاءِ پڇيائين. پنهنجي واقفيت ڏيندي چيائين ته منهنجو نالو راجا رام شاستري آهي، هراياڻا جي هڪ ڳوٺ مان هڪ دستخط مليو اٿم، جنهن ۾ ٻين سنت ڪوين سان گڏ، سنڌي ڪوي قاضي قادن جا بيت به آهن. انهن بيتن جو پڙهڻيون ۽ معنائون حاصل ڪرڻ لاءِ، ٻن ٽن ڏينهن کان توهان سان ملڻ جي ڪوشش ۾ آهيان. عجيب سنجوڳ هو. جنهن جي تلاش مون خود پئي ڪئي، سو منهنجي تلاش ۾ هو.

ان ملاقات دوران هن قاضي قادن جي بيتن جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي

ڏيڪاري، جنهن ۾ لکيل هو، "ڪاجي ڪادن جي کي سنڌي ساکي...." هو صاحب ڏاڍو اُتساهه ۾ پئي ڏنو. سندس مرضيءَ ڪجهه ائين پئي لڳي ته اوڏي مهل ئي کي پڙهڻيون يا معنائون ڪڍجن. پر اسان جي شام واري ڊيوٽيءَ وقت ڪم جي ييڙ ٿيندي آهي، ان ڪري مون شاستري صاحب کي ٻئي ڏينهن صبح جو پنهنجي گهر اچڻ جي نيند ڏني، جيئن دستخط جو ابياس ڪري، پڙهڻيون ۽ معنائون ڪڍي سگهجن.

ٻئي ڏينهن مان ساڻس وينس. دستخط پراڻي ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل. ڪي اکر هاٿوڪي ديوناگريءَ کان نرالا. سڄو ئي بيت هڪ ئي ليڪ هيٺان لکيل. لفظ لفظ ۽ بيت بيت وچ ۾ ڪابه وٿي نه. ڏکيو ڪم هو. هڪ لفظ سڃاڻ ته ٻيو سڃاڻپ ۾ اچي ئي نه. 'م' جو اکر 'م' به پيو لڳي ته 'س' به پيو لڳي، 'ج' جو اکر 'ج' به پيو لڳي ته 'ن' به پيو لڳي، 'اَ' وري 'هه' پيو لڳي. قدم قدم تي مشڪلات هئي.

پر هڪ ڳالهه ٿي، جو پهرئين ئي ڏينهن ڪم پڪڙ ۾ اچي ويو ۽ ڪجهه بيتن جون پڙهڻيون نڪري آيون. شاستري صاحب کي هنديءَ جي سنت ساهتيه جو سنو ابياس آهي. هو سنڌي نه ڄاڻي، پر مون جيئن ته ايم. اي لاءِ هندي اسپيشل ڪنئي هئي، سو ڪيس انهن پڙهڻين جي، هندي ۽ سنڌيءَ جي سنت ڪوين جي بيتن جا حوالا ڏيئي، معنيٰ ۽ وياکيا به پئي ٻڌايم.

اهو سلسلو چالو رهيو. شاستري صاحب ساندهه مون وٽ ايندو رهيو. اسان کي اٺ ڏهه ٻئنڪون ڪيون. موڪل واري ڏينهن ته مان سڄي جو سڄو ڏينهن شاستري صاحب سان گڏ ويهندو هوس. اهڙي طرح گهڻن ئي بيتن جون پڙهڻيون ۽ معنائون نڪري آيون ۽ وچ وچ ۾ کي بيت رهجي به ويا.

اِن دوران مون کي اهو آزمودو حاصل ٿيو ته دستخط تي وڌيڪ غور ڪرڻ سان کي نيون يا وڌيڪ موزون پڙهڻيون سُجهي ٿي آيم. شاستري صاحب بينڪ پوري ٿيڻ تي، بيتن جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي پاڻ سان واپس ڪٺي ويندو هو. پر کي کي بيت، جيڪي مون کي ياد رهندا هئا، تن تي بس ۾ سفر ڪندي، آفيس ۾، ڪئنٽن ۾، غور ڪندي، مون کي انهن جو کي نيون پڙهڻيون سُجهي ايندي يون هيون. مون کي لڳو ته دستخط جي هڪ فوٽو اسٽيٽ ڪاپي جيڪڏهن مون وٽ هجي، ۽ پنهنجي سهوليت ۽ ضرورت وقت جيڪڏهن اُن جو ابياس ڪري سگهان ته بيتن جون تز پڙهڻيون ۽ موزون معنائون نڪري سگهن ٿيون. پنج صديون پراڻن بيتن جي، ٻن ٽن ڪلاڪن

تائين محدود ائن ذهن ٻڌنڪن ۾ ڪديل پڙهڻين تي سنتوش ڪري ويهڻ تي، من نـہ ٿي مڃيـو. خيال ڪيم تہ انهن بيتن جي سانده سوڌ ڪريان. مون شاستري صاحب کي عرض ڪيو تہ مان بيتن تي سانده سوڌ ڪرڻ ٿو چاهيان. مهرباني ڪري دستخط جي هڪ فوٽو اسٽيٽ ڪاپي مون کي ڏيو. هن صاحب جو بہ ان ۾ چاهہ هو تہ ڪنهن بہ طرح بيتن جون صحيح معنيٰ پـريون پڙهٽيون نڪرن. سو هن مون کي دستخط جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي ڏني.

تنهن ڏينهن کان اڄ تائين قاضي قادن جي بيتن جي سوڌ جو ڪم، منهنجي روزمرهہ جي زندگيءَ جو اٽوٽ حصو بڻجي پيو آهي. بيت دماغ ۾ ڪٽي پيو گهمندو هوس. اٿندي، ويهندي، انهن جي اکر اکر، لفظ لفظ تي پيو غور ڪندو هوس ۽ انهن جون وڏيڪ ۽ وڏيڪ موزون پڙهٽيون ڪيڻ لاءِ جاکوڙ ڪندو رهيس. ڏيڍ پوڻن ٻن سالن جي پورهئي بعد بيتن جو هي روپ طئي ڪري بيهاريو اٿم، جو توهان اڳيان پيش آهي.

شاهہ لطيف ۽ ٻين آساسي شاعرن جو وري ابياس ڪري، قاضي قادن جي ٻوليءَ تي، اُن زماني جي ٻوليءَ جي حوالي ۾ بہ غور ڪيم.

قاضي قادن جي زندگيءَ بابت تمام ٿورو احوال موجود هو. سنڌ مان نڪتل پراڻن سنڌي ۽ اردو ڪتابن کي ڦولهي، هن جي زندگيءَ ۽ زماني بابت، پڇنديءَ آهر، وڌ ۾ وڌ احوال هٿ ڪيم.

بيتن جون معنائون ۽ شرح لکيم. هنديءَ جي ۽ ٻين سنڌي سنت ڪوين جي ڪلام جي، قاضي قادن جي ڪلام سان ڀيٽ ڪندي، هر بيت تي، ويهن پنجويهن سٽن ۾ ٽيڪا لکيم. قاضي قادن جي ٻولي، ڇندن، النڪارن، سندس شخصيت، ڀارت جي ڀڳتي هلچل ۾ قاضي قادن ۽ هن جي شاعريءَ جي درجي ۽ تصوف وغيره تي الڳ الڳ باب لکي، قاضي قادن جي بيتن ۾ ڪم آيل جملي لفظن جي معنيٰ سميت ياداشت تيار ڪري، ٽي سو کان مٿي صفحن جو ڪتاب ڇپائڻ جو رٿيو هوم. دل تہ ڏاڍي هئي تہ سڄو ڪتاب يڪو ڇپجي، پرمالي دٻاءَ سبب يڪي سر ڇپائڻ ممڪن ٿي نـہ سگهيو. ان ڪري في الحال هي ننڍو ڇاپو نياز ۽ نمرتا سان پنهنجن پڙهندڙن اڳيان رکان ٿو.

ڪنبي ڪتبو آٿم، اُميد تہ اڳهامندو.

هيرو ٺڪر

# قاضي قادن: نالي بابت صفائي

قاضي قادن نالي کي عام طرح ’قاضي قاضن‘ ڪري پڻ لکيو ويو آهي. سنڌ مان ڇپيل ’تاريخ معصومي‘ ۽ ’تحفتہ الڪرام‘ جي سنڌي ڇاپن ۽ ’تاريخ تمدن سنڌ‘ وغيره ۾ به اهو نالو ’قاضي قاضن‘ ڪري لکيو ويو آهي. پر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مَتَ موجب ان نالي جي صحيح صورتخطي ’قاضي قادن‘ ٿيڻ گهرجي. مان پڻ ڊاڪٽر بلوچ سان شامل راءِ آهيان.

ڊاڪٽر بلوچ ’سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ‘ ۾ صفحي 126 تي فوٽ نوٽ ۾ لکي ٿو ته:

”تاريخ معصومي (فارسي) جي متن ۾ ”قاضي قاذن“ ذَنل آهي. (ص ص 200-204)، پر خود مير معصوم جو هٿ لکيل ”تاريخ معصومي“ جو نسخو موجود ڪونهي، جو هن نالي جي اصل صورتخطي معلوم ٿي سگهي. سنڌ جي ٻئي هڪ بزرگ محمد رضا ٺٽوي، شاهہ ڪريم جي سوانح ۽ ملفوظات جو ڪتاب ”بيان العارفين“لکيو ۽ ان اصل نسخي جي بنياد تي ڊاڪٽر عمر بن محمد داؤد پوٽي ”شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام“ مرتب ڪيو، جو 1937ع ۾ ڇپيو. ان ۾ چار دفعا (ص ص 26 ، 78، 94 ۽ 112) هي نالو ”قاضي قاذن“ لکيل آهي، هڪ دفعو (ص 28) ”قاضن“. ان مان ظاهر آهي ته سنڌ جي جن بزرگن آڏو قاضيءَ جا بيت هئا، تن سندس نالو ”قاذن“ڪري لکيو آهي، جو صحيح آهي. قاذن فقط قادن جي ٻي صورت آهي. عربيءَ ۾ ٻاهرين لفظن ۾ آيل دال کي ڦيرائي ’ذال‘ ڪري لکيو ويندو آهي.“

هرياڻا واري دستخط ۾ به ’قاذن‘ ئي لکيل آهي.

ڊاڪٽر بلوچ جي دليل ۽ هرياڻا واري دستخط ۾ مليل ان نالي جي روپ ”قادن“ سان ان ڳالهہ جي پڻ تصديق ٿئي ٿي ته نالي جي صحيح صورتخطي ”قاضي قادن“ ٿيڻ گهرجي.

هہ . ٿ.



شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ کان اڳ جي زماني جي سنڌي ساهت جو اتهاس اڃا تائين اَڻ چٽو آهي. شاهہ کان يڪدم اڳ واري وقت جي ٻن شاعرن - ميين شاهہ عنات (جنم 1623-1613ع وچ ۾ ۽ وفات 1719-1701ع جي وچ ۾) (1) ۽ شاهہ لطيف جي تڙ ڏاڏي شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري (1538ع کان 1623ع) جو ڪجهہ ڪلام اسان کي مليل آهي. ويجهڙائيءَ ۾ گذريل ڪجهہ ڏهاڪن ۾ انهن ٻن شاعرن جي تصنيفن ۽ زندگيءَ تي جيئن پوءِ تيئن ڪجهہ وڌيڪ روشني پئي آهي. مرحوم علامہ عمر بن محمد داؤد پوٽي ۽ ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ سنڌ ۾ ۽ ڊاڪٽر موتي لعل جوتوانيءَ هند ۾ شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي ڪلام ۽ زندگيءَ تي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ميين شاهہ عنات جي ڪلام ۽ زندگيءَ تي روشني وجهي سنڌي ساهت سان وڏا وَڙَ ڪيا آهن. پر اِن ڏس ۾ اڃا بہ گهڻو ڪجهہ ڪرڻو پيو آهي، ڇو تہ هيلتائين شاهہ ڪريم جا فقط 93 بيت ۽ شاهہ عنات جا 469 بيت ۽ 42 وايون (2) ئي مليل سگهيون آهن. انهن شاعرن جي شعرن ۾ جيڪا پختگي ۽ رواني آهي، تنهن کي خيال ۾ رکندي اِهو ويسهہ ۾ نٿو اچي تہ هُنن بس ايترو ڪلام چيو هوندو.

پر انهن شاعرن کان اڳ جي ساهت بابت فقط ڪي جهڪا ۽ اڻ پورا حوالا ملن ٿا. سنڌي ٻوليءَ جي پهرين رچنا "دودو چنيسر" ڪوئيتا ليکي وئي آهي (3) جنهن جو رچنا- ڪال 1312ع چيو وڃي ٿو.

پر اها رچنا بہ ڪنڊتِ ۽ اڻ پوري آهي. چوڏهين صديءَ جي آخر واري وقت جي ٻن صوفين، شيخ حماد بن رشيد الدين جمالي ۽ درويش نوح هوٿياڻيءَ جي نالن سان جوڙيل ٻن بيتن جو ذڪر بہ ملي ٿو (4) جيڪي

(1) هسٽري آف سنڌي لٽريچر: ڇپايل ساهتيہ آڪادمي، ڇاپو ٻيو، 1977، ص 60.

(2) ميين شاهہ عنات جو ڪلام: نبي بخش بلوچ ص 18.

(3) هندي وشو ڪوش، ڇپايل ناگري پرچارڻي سڀا، جلد 12، ص 70.

(4) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻولي جي مختصر تاريخ" 1962ع ۾ ص 104 ۽ ص 106 تي انهن بيتن جو ذڪر ڪيو آهي. انهن مان هڪ بيت هن طرح آهي:

جوٺو، مت اوٺو، ڇام تماچي آءُ،
سڀاجهي ٻاجهہ پيئي، تو سين لٿو، راءُ! (شيخ حماد جمالي)

”حديقته آلاولياءُ“ جي قلمي نسخي ۾ درج آهن. پر اهي بيت جيئن تہ واقعاتي آهن، ان ڪري اهي چاهي سنڌي ٻوليءَ جي اتهاس جي خيال کان وڏي اهميت رکن ٿا، پر انهن مان ان وقت جي ساهتڪ معيار پرکڻ ۾ گهٽي مدد نٿي ملي. ان ڪانسواءِ شيخ اسحاق آهنگر ۽ پندرهين صديءَ جي آخر واري وقت جي مشهور ماموئي فقيرن (هفتہ تن) جي اڳڪٿيءَ وارن بيتن ۽ سورهين صديءَ جي شاعرن مخدوم احمد ڀٽي، مخدوم نوح هالا ڪُنڊي، درويش راڄو، شيخ ڀرئي ۽ قاضي قادن جو ذڪر ملي ٿو. انهن سڀني ۾ قاضي قادن ئي هڪ اهڙو شاعر آهي، جنهن جا مستند لکيت بيت مُهيا ٿي سگهيا هئا. قاضي قادن جا بہ هيلتائين فقط ست بيت موجود هئا، باقي ٻين شاعرن جو ڪلام اهڙو ۽ ايترو نہ آهي، جنهن مان اُن وقت جي ادبي معيار جي ڇاڻ پوي يا ان وقت جي ساهت بابت ڪو رايو جوڙي سگهجي.

ٻئي طرف شاهہ عبداللطيف (1689ع کان 1752ع) کي سنڌي شاعرن جو سرتاج ڪري تسليم ڪيو وڃي ٿو. ڏيهي ۽ پرڏيهي سخن فهم اڄ تائين شاهہ جي ساراهہ ڪندي ڍاپن ئي نٿا. ڪي شاهہ جي شاعريءَ جي عظيم خوبين تي مفتون آهن، تہ ڪي وري ان ۾ سمايل اونهي روحاني خيال جا شيدائي آهن. ڪن کي ان ۾ سنڌي ٻوليءَ جي اڻ مئي کاڻ ملي آهي تہ ڪن کي وري معنيٰ جي موتين موهيو آهي. بهرحال، سڀني هڪ ئي آواز ۾ شاهہ جي عظمت کي ڳاتو آهي. شاهہ کي وفات ڪئي اڄ سوا بہ سئو سالن کان بہ وڌيڪ عرصو ٿيو، پر سندس عزت ۽ احترام جيئن پوءِ تيئن وڌندڙ آهن.

سرڳواسي لال سنگ اَجواڻيءَ جي لفظن ۾ ”شاهہ صاحب ڪويتا جي قلواڙيءَ جو بهترين گل آهي.“(1)

شري ڪلياڻ آڏواڻيءَ هڪ هنڌ لکيو آهي تہ ”شاهہ جو رسالو هڪ اهڙو عميق آهي، جنهن مان ادبي غواڻن وقت بوقت نيون سپون سوجهي پٽي ڪڍيون آهن. تحقيق، شاهہ جو رسالو هڪ اهڙو مهراڻ آهي، جنهن مان نون موتين ملڻ جو هر وقت يقين آهي.“ (2)

ڊاڪٽر ايچ . ٽي . سارلي، جنهن شاهہ صاحب جي لازوال شاعريءَ ۾

(1) هسٽري آف سنڌي لٽريچر: لال سنگ اجواڻي، 1970ع، ص 65.
(2) ڪلياڻ آڏواڻي: ”شاهہ“ 1951ع جي مهاڳ ۾.

خاص طرح چاهه ورتو آهي. ۽ جنهن انگريزيءَ ۾ "شاهه عبداللطيف آف ڀٽ" * (1) ڪتاب لکي عالمن جي بين الاقوامي برادريءَ کي شاه سائينءَ جي شعر جي چاشني چکائي آهي. تنهن پنهنجي ٻئي هڪ ڪتاب "Musa Pervagans" ۾ سٺ چونڊ ٻولين جي، جنهن ۾ ڪلاسيڪي يوناني، ڪلاسيڪي لاطيني، عربي، فرينچ ۽ اردو به شامل آهن، تن جي گذريل اڍائي سئو سالن دوران ٿيل مکيه ٽيرهن شاعرن جي چونڊ ڪلام ۾ سڀ کان مٿين جاءِ اسان جي سنڌي ٻوليءَ جي شاعر شاهه عبداللطيف کي ڏني آهي ۽ جنهن سنڌين کي شاهه جهڙو عالمي درجي جوشاعر ڏنو، سا (ٻولي) شاهه کان اڳ پنهنجي اوسر جي پهرين ڇهه سئو سالن تائين، پنهنجين پيئرن کان پنتي يا معياري ساهت کان پالهي رهي هوندي، سا ڳالهه اعتبار ۾ ئي نٿي اچي، خاص طور ان ڪري جو ان دؤر ۾، سنڌيءَ سان گڏ اڀري نڪتل ٻين جديد ڀارتي ٻولين ۾ ساهت رچنا ملي ٿي. هتي ان حقيقت به ڌيان لهڻو ته چوڏهين صديءَ جي شروع ٿيندي اُتر هندستان جي ساهت ۾ 'ڀڳتي هلچل' نالي سان مشهور هڪ زوردار لهر هلي هئي، جنهن دوران ان علائقي جي ساهت - آڪاس تي ودياپتي، جئديو، ڪبير، ميران، سورداس ۽ تلسيداس جهڙا سج، چنڊ، تارا ۽ نڪٽ نمودار ٿيا. سنڌيءَ ۾ انهيءَ هلچل جي مهارٿين جي ٽڪر جو شاعر هيلتائين ارڙهين صديءَ جو سنت شاعر شاهه عبداللطيف ئي ليکيو ويو هو. شاهه ڪريم ۽ شاهه عنات جي ڪلام جي مدنظر اُنهن کي به ان هلچل جي ڪوين ۾ شمار ڪيو ويچي ٿو، پر اُهي به سترهين صديءَ جا شاعرآهن. اهو ئي سبب آهي جو ڊاڪٽر موتي لعل جوتوانيءَ پنهنجي ڪتاب "شاهه عبداللطيف هز لائيف ائنڊ ورڪ" ۾ چيو آهي ته:
"Shah Abdul Latif was a late participator in the Bhakti Movement." (2)

ڪن ودوانن اهو به رايو ناهيو آهي ته 'سورهين صديءَ جي پهرئين چوٿائيءَ کان اڳ، سنڌ شايد ڀارت سان لاڳاپو وڃائي ويٺي هئي. (3)

پر سنڌ، جيڪا هر سماجي، ساهتڪ ۽ راجنيتي مهم ۾ پنهنجي مکيه ڀونءِ سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلي هئي، سا ساهتڪ کيتر ۾ ۽ تنهن ۾

* (1) سارلي جي هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو "ڀٽ جو شاهه "نالي سان ٿي چڪو آهي، مترجم عطا محمد ڀنڀرو؛ ڇپرائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي. (د.گ)
(2) شاهه عبداللطيف هِز لائيف اينڊ ورڪ: ڊاڪٽر جوتواڻي ص 143.
(3) لال سنگ آجواڻي "هسٽري آف سنڌي لٽريچر" ساهتيه اڪادمي ص 17.

بہ زوردار ڀڳتي هلچل منجهہ، پنهنجن آسپاس وارين ايراضين کان ڪيئن پٺتي رهي هوندي.

تہ پوءِ سوال آهي تہ ڪٿي آهي ڀڳتي هلچل جي ابتدائي دؤر جو سنڌي شعر، جو ان هلچل جي باني شاعرن ڪبير، نامديو، گرو نانڪ ۽ نرسي مهتا وغيره جي شعر جو همعصر هجي. ڪٿي آهي ان دؤر جو اهڙو ڪو باڪمال شاعر جنهن جو شعر سنڌي ساهت جي، ان جي ڀينر ٻولين جي ساهت سان هم قدم هجڻ تي شاهد هجي ۽ ڪٿي آهي اُها عظيم روايت، جيڪا شاهہ جهڙي شاعر جي بلند پايہ ڪلام جو بنياد بڻي!

انهن سوالن جو جواب ڳولهڻ لاءِ ئي سنڌ ۽ هند ۾ تمام محقق سنڌيءَ جي قديم ساهت جي تلاش و تحقيق جي ڪاريہ ۾ سرگردان رهيا آهن ۽ ماضيءَ جي عميق ۾ ٽٻيون هڻي، وقت بہ وقت اسان کي نوان نوان اَمُل ماڻڪ ڏيندا رهيا آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ”ميين شاهہ عنات جو ڪلام“ نالي ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکي ٿو تہ:

”هن وقت تائين سنڌ جي سدا حيات ۽ سرتاج شاعر، بلڪ دنيا جي عظيم ترين شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شعر جو تواريخي پس منظر مبهم هو. ائين پئي لڳو تہ ڄڻ سنڌي شاعري اوچتو پنهنجي بلوغت کي پهتي. ميين شاهہ عنات جو ڪلام سنڌي شاعريءَ جي مسلسل ارتقائي اوُج ۽ عروج تي شاهد آهي ۽ شاهہ جي شعر جو چٽو آئينو آهي.“

پر ميين شاهہ عنات، شاهہ لطيف کي بلڪل ويجهو شاعر آهي ۽ هڪ معنيٰ ۾ اهو شاهہ جو همعصر بہ آهي، ان ڪري سنڌي شاعريءَ جي ارتقائي اوُج ۽ عروج جي پيڙهہ جي تلاش شاهہ عنات تائين پهچي ختم نٿي ٿئي. تڏهن اسان جي نظر اُن کان اڳ وارن شاعرن شاهہ ڪريم، سيد علي ثاني، قاضي قادن وغيره طرف ڇڪجي وڃي ٿي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ’ميين شاهہ عنات جو ڪلام‘ ۾ لکي ٿو تہ ”قاضي قادن“ ۽ شاهہ ڪريم پنهنجي دؤر جا وڏا شاعر شمار ڪري سگهجن ٿا. مگر قاضي قادن جا فقط 7 بيت محفوظ رهيا آهن ۽ ميين شاهہ ڪريم جي ملفوظات (بيان العارفين) سربستي موجود آهي، پر اُن ۾ سندس جملي 93 بيت آهن.“(1)

ظاهر آهي تہ ڊاڪٽر بلوچ کي هنن شاعرن جي شعر جي گهٽ تعداد

(1) ميين شاهہ عنات جو ڪلام: نبي بخش خان بلوچ، ص 78.

سبب هُن کي 'هڪ وڏو شاعر' ڪري سڏڻ ۾ هچڪ ٿي آهي. مرزا قليچ بيگ جو پنهنجي 'رساله ڪريميءَ' ۾ لکيو هو تہ "شاهہ ڪريم جو شعر اهڙو يا ايترو نہ آهي، جنهن ڪري سنڌ جو شاعر چئي سگهجيس."(1) تنهن تي ٽيڪا ٽپڻي ڪندي ڊاڪٽر دائود پوٽي "شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام" نالي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ "فارسي تذڪرن ۾ روڊڪيءَ کان اڳي جيڪي شاعر ٿي گذريا آهن، تن جو ڪلام ٻن ٽن ٽُڪن يا بيتن کان مٿي نہ آهي. پوءِ ائين چئبو ڇا تہ اهي شاعر نہ هئا يا انهن کي شاعرن جي قطار ۾ نہ ليکجي؟ منهنجي نظر ۾ شاهہ ڪريم پنهنجي وقت جو وڏو شاعر هو." (2)

ڊاڪٽر دائود پوٽي موجب "شاعر جي معنيٰ آهي اُهو شخص جنهن کي "شعور" يا احساس هجي ۽ نہ اُهو شخص جو ڪاغذ ۽ قلم کڻي، ڪافين جي لانڊ تيار ڪري، وزن ٺاهي، شعر گهڙيندو وڃي... شاعر اُهو آهي جنهن جي دل ۾ جذبو هجي ۽ جو انهيءَ جذبي کي سهڻو لفظي لباس پهرائي سگهي." (3)

انهيءَ نقطئہ نظر سان ڏسجي تہ شاهہ عبداللطيف واري زماني جي سنڌي شعر جي ارتقائي اوُج ۽ عروج جو بنياد شاهہ عنات کان ڇڪجي شاهہ ڪريم کان بہ اڳتي وڃي، قاضي قادن تائين وڃي ٿو پهچي، جنهن جا هيلتائين جيتوڻيڪ فقط ست بيت موجود هئا، پر انهن کي شعوري ۽ معنوي لحاظ کان اهڙي تہ حيثيت حاصل آهي، جو انهن کي علامہ دائود پوٽي "سنڌي ساهت جا ست چمڪندڙ تارا" ڪري سڏيو هو. اهي ست بيت سچ پچ ست اَملهہ جواهر آهن. تڏهن تہ محترم رحيم داد خان مولائي شيدائيءَ چيو آهي تہ "افسوس! جو زماني جي خرد برد اعليٰ هستيءَ جي ڪلام جا جواهر اسان جي نظرن کان ڇپائي ڇڏيا. فقط ڪتيءَ جي تارن وانگر ست موتيءَ جا داڻا موجود آهن، جي مائيءَ سنڌڙيءَ جي سهڻيءَ ڳچيءَ جي سونهن آهن." (4)

تعداد ۾ اهي بيت ڀلي ڪري فقط ست هئا، پر انهن ۾ انهي پيڙهہ جا سڀ آثار نمودار هئا، جنهن کي سچي ڪلاسيڪي سنڌي شاعريءَ جي عمارت جو آڌار سڏي سگهجي.

(1) رساله ڪريمي: مرزا قليچ بيگ، ص 28.
(2) شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام: ڊاڪٽر علامہ عمر بن دائود پوٽو، ص، 27.
(3) ايضاً، ص، 28.
(4) تاريخ تمدن سنڌ: رحيم داد خان مولائي شيدائي، ص 432.

انهن بيتن ۾ ٺيل تصوف جي پلٽ پلٽان، انهن ۾ سمايل ويدانت جو گيان، انهن جي شاعرائي رنگ، انهن ۾ آيل سنڌي لوڪ ڪٿائن جا حوالا، اهي مڙيئي اهڙيون خصوصيتون آهن، جيڪي اِڱتي هلي، ٽن چئن سون سالن تائين سنڌي شاعريءَ تي ڇانيل رهيون. معنوي لحاظ کان بيتن جو مُلهه ڪٿڻ ممڪن ئي نہ آهي. تڏهن تہ سرڳواسي لالسنگ اَجوائيءَ قاضي قادن جي شعر تي تبصرو ڪندي لکيو آهي تہ ”افسوس! جو سنڌيءَ جي پهرئين مستند شاعر دنيا کي جيڪو شعر جو خزانو ڏنو، اُن مان فقط ست جواهر محفوظ رهيا آهن. (1) (اصل انگريزيءَ ۾، ترجمو منهنجو ڪيل)

انهيءَ سلسلي ۾، حسن اتفاق سان، تازو ئي هرياڻا صوبي جي هڪ ننڍي ڳوٺ جي مَٺ مان مليل هڪ پراڻي دستخط مان قاضي قادن جي سنڌي بيتن جو هڪ وڏو ذخيرو دستياب ٿيو آهي. اُهي بيت ڪلاسيڪي سنڌي شعر جي خزاني ۾ اهميت ڀريو اضافو تہ ڪن ئي ٿا، پر انهن سان شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي شعر جو تواريخي پس منظر بہ کُلي ايترو تہ صاف ٿي بيٺو آهي، جيترو اڳ ڪڏهن بہ نہ هو. انهن بيتن سان اُن عظيم روايت جي ابتدائي دؤر تي گهڻي روشني پوي ٿي، جا اِڳتي هلي، شاهہ جي شعر جو روپ وٺي، عروج کي رسي.

اُهي بيت پندرهين ۽ سورهين صديءَ جي سنڌي ٻوليءَ جي معيار ۽ صلاحيتن، ٻوليءَ جي اوسر جي سلسلي (Process) ۽ اُن جي تواريخي پس منظر کي تہ اجاگر ڪن ئي ٿا، پر انهن سان هڪ تمام اهميت ڀري حقيقت پڻ اُڀري نڪتي آهي تہ هندستان جي اترئين اَڌ جي ساهت ۾ چوڏهين صديءَ ڌاري جيڪا ڀڳتي هلچل هلي هئي، تنهن سان سنڌ بہ هم - قدم رهي هئي. ڀڳتي ۽ گيان جي ڪاويہ جي اها ڌارا، جنهن اِن ايراضيءَ جي عوام جي دلين کي آنند سان ڀري ڇڏيو ۽ جنهن ۾ مهاراشٽر جي گيانيشور ۽ نامديو، بهار جي ودياپتي، اُتر پرديش جي ڪبير (1398ع کان 1494ع)، سورداس (1487ع کان 1563ع)، تلسيداس (موت 1624ع)، پنجاب جي شيخ فريد (1450ع کان 1575ع)، گرو نانڪ (1469ع کان 1538)، راجستان جي دادوُ (1544ع کان 1601ع)، ميران (1504ع کان 1546ع)، گجرات جي نرسي مهتا (1413ع کان 1479) ۽ اکو ڀڳت وغيره سنت ڪوين ڀرو ورتو، تنهن ۾ شاهہ عبداللطيف

(1) لال سنگ آجوائي هسٽري آف سنڌي لٽريچر؛ 1977ع، ص، 57.

پلي دير سان ڀهرو ورتو هجي، پر شاهہ کان ہہ سئو سال اڳ ۾ سنڌي سنت ڪوي قاضي قادن اُن ۾ اڳ ٿي پنهنجو اهميت ڀريو يوگدان ڏيئي چڪو هو. شاهہ لاءِ مشهور آهي تہ هُن جيڪو ڪُنو چاڙهيو، اُن جو ڍڪڻ سچل لاٿو هو، پر شاهہ جنهن ڪُني جو ڍڪڻ لاٿو، سو ڪُنو قاضي قادن ٿي چاڙهيو هو. قاضي قادن جي انهن ناياب بيتن ملڻ سان سنڌي شاعريءَ جو اتهاس ہہ سئو سال اڳتي ڇڪجي ويو آهي.

قاضي قادن هندي، پنجابي، راجستاني ۽ گجراتيءَ جو ڪيترن مشهور سنت ڪوين جو همعصر رهيو آهي. اها ڳالهہ ڌيان ۾ آڻي، تہ جنهن زماني ۾ اُتر ڀارت ۾ ڪبير داس، سورداس، پنجاب ۾ شيخ فريد ۽ گرو نانڪ ۽ راجستان ۾ ميران ٻائي ڀڳتي، پريم ۽ گيان جا گل وسائي رهيا هئا، اُن ساڳئي زماني ۾، سنڌ ۾ قاضي قادن اٽڪل ٽيهن سالن جو هو. ميران جو جنم قاضي قادن جي جنم کان اٽڪل چاليهہ سال پوءِ ٿيو. گرو نانڪ ۽ سورداس قاضي قادن جا ذري گهٽ هم عمر هئا. قاضي قادن جي وفات وقت دادوُ ديال اَڃا ستن سالن جو هو ۽ تلسيداس قاضي قادن کان پوءِ جو ڪوي آهي.

انهن حقيقتن جي مدِ نظر قاضي قادن جا تازو مليل اِهي ناياب بيت يقيناً سنڌي ادب جي تواريخ جو هڪ اهميت ڀريو ڀرياتي باب ٺهجندا.

# دستخط ۽ اُن جي ملڻ جي هنڌ بابت حقيقتون

سنڌي ساهت جي اتهاس جو هيءُ غيب جي درياه ۾ غرق ٿيل باب تڏهن روشنيءَ ۾ آيو، جڏهن 6-9-1976ع تي آل انڊيا ريڊيو ۽ پارتي ٽيليويزن هڪ خبر نشر ڪئي ۽ ان جي ٻئي ڏينهن تي 'ٽائيمز آف انڊيا'، 'نيشنل هيرلڊ' ۽ ٻين ڪيترين قومي روزانين اخبارن خبر شايع ڪئي ته "هرياڻا لوڪ منچ نالي هڪ سنسٿا کي مشهور سنڌي شاعر قاضي قادن جا، جيڪو 1551ع ۾ گذاري ويو هو، تنهنجا 116 ناياب بيت هٿ آيا آهن."

قاضي قادن جا اهي 116 ناياب بيت (منهنجي ڇنڊ ڇاڻ بعد، 112 بيت قاضي قادن جا ٻيهن ٿا) هرياڻوي ۽ هنديءَ جي ليکڪ شري راجا رام شاستريءَ کي، هرياڻا صوبي ۾ روهتڪ شهر ويجهو راٿيلا نالي هڪ ننڍي ڳوٺ جي هڪ مٺ مان هٿ ڪيل "سنتون ڪي واڻيءَ" نالي هڪ ڪتاب ۾ نظر چڙهيا هئا.

شري شاستري هڪ سادگي پسند، سڀاجهو ۽ آزاد خيال شخص آهي. هن جو جنم هرياڻا جي توهاڻا نگر ۾ ٿيو هو. 1940ع ۾ هن لاهور يونيورسٽيءَ مان وشارد ۽ 1941ع ۾ شاستريءَ جي ڊگري ورتي. راٿيلا جو ڳوٺ، جتان قاضي قادن جا ناياب بيت مليا آهن، سو هرياڻا صوبي جي، ڀواني ضلعي ۾ دادري چرکي نگر کان اٽڪل نون ڪوهن جي مفاصلي تي آهي. روهتڪ شهر کان اُهو چاليهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. روهتڪ ۽ دادري، ٻئي ريلويز نقشي تي آهن. دهليءَ کان انهن ٻنهي شهرن ڏانهن بس-سيوا ٻه چڱي تکڙي آهي. راٿيلا جي ڳوٺ ڏانهن وڃڻ لاءِ مکيه طرح ٻه رستا آهن. هڪ ته پهرين دادري چرکيءَ پهچي، اُتان راٿيلا لاءِ بس ڪٽجي. دادريءَ کان راٿيلا ڏانهن ڏينهن ۾ ٻه ڪن بسون وينديون آهن. ٻيو رستو روهتڪ پهچي، اتان ڀوانيءَ واري بس ڪٽجي ۽ واٽ تي سانجهر واس نالي اسٽان تي لهي پئجي، جتان راٿيلا لاءِ ڏينهن ۾ هڪ ٻه بسون وينديون آهن. سانجهر واس کان راٿيلا تائين ٽانگا ٻه ويندا آهن. مان جڏهن راٿيلا ويس ته دهليءَ مان صبح جو ڇهين بجي ڪن هرياڻا روڊ ويز جي جهجر -

لوهارو -دادريءَ واري بس ۾ سوار ٿي، ڏهين بجي ڪن دادريءَ پهتس، جتان ساڍي ڏهين بجي واري، راٽيلا ڏانهن ويندڙ بس ملي. شام جو موٽ وقت جيئن تہ ڪنهن بہ بس جو وقت نہ هو، تنهن ڪري آتان ٽانگو ڪري، سانجهر واس پهتس، جتان روهتڪ جي بس ڪنيم ۽ روهتڪ مان وري واپس دهليءَ آيس.

راٽيلا جو ڳوٺ هڪ ننڍي، پر پُراڻي ۽ مشهور بستي آهي، جنهن جي آبادي هڪ هزار ڪان وڌيڪ ڪانہ هوندي. اُهو مَٺَ. جتان هت آيل گرنٿ مان قاضي قادن جا بيت مليا آهن، سو هڪ ٻہ منزلي عمارت ۾ آهي ۽ ان کي سنت هريداس دادو پنٿيءَ جو مٺ (مڙهي) سڏيو ويندو آهي. مٺ (مڙهي) ڳوٺ اندر رهائشي مڪانن جي وچ ۾ آهي. اُن کي ٻاهران پراڻي ڍنگ جو، ڪاٺ جو وڏو شاهي دروازو آهي، جنهن کي لوهي ڪڙا لڳل آهن. دروازي مان اندر گهر تہ هڪ ڪمري وانگر آهي. اُن ڪمري ۾ سامهون واري پٽ ۾ هڪ شيخدار دروازي مان مکيہ مندر ڏانهن لنگهہ آهي. ڪمري مان نڪري ٻاهر ٿجي تہ اڱڻ هڪ چورس اڱڻ ٿو نظر اچي، جنهن جي سامهون واري طرف ديوارن ۾ لڳل ڪپٽن جي دروازن تي "دادوُ رام ستيہ رام"، دادوُ جا سلوڪ ۽ ديوارن تي ٽنگيل تختين تي دادوَ ۽ ٻين سنت ڪوين جا لکيل بيت نظر تي چڙهن ٿا. هيٺ فرش تي هڪ گديلو وڇايل آهي، جنهن جي چَوَ ميرانجهري پئي نظر اچي. گديلي جي هڪ چيڙي وٽ هڪ چونڪيءَ تي ڪپڙي ۾ ويڙهيل ڪي پستڪ (ڪتاب) رکيا آهن ۽ انهن پستڪن (ڪتابن) جي مٿان ٿي، پٽ ۾ دادوُ ديال، سنت هريداس ۽ ڪن ٻين جا فوٽا ٽنگيل آهن. مٺ (مڙهي) ۾ جيتوٽيڪ بجلي آهي ۽ ڇت ۾ پنکو بہ لڳل هي، پر جيئن تہ هتي بجلي جلد جلد هلي ويندي آهي، ان ڪري گديلي جي هڪ ڪنڊ وٽ وڃڻ جو هڪ لڏو رکيو آهي. پوڄاريءَ جي رهڻ واري جڳهہ جي پير ۾ ٿي هڪ طرف هڪ اُپيءَ چونڪيءَ تي ننڍيون وڏيون دوائن جو شيشون، ٻُڙا ۽ پُڙيون رکيون آهن. مندر جو پوڄاري مندر جي سنڀال ڪرڻ سان گڏوگڏ، ڳوٺ وارن جي حڪيم طور بہ ڪم ڪندو آهي. ان سواءِ مندر کي مليل زمين تي کيتي ٻاڙي ڪرائڻ جي سنڀال سڙيءَ جو ڪم بہ مٿس آهي.

راٽيلا واري مٺ (مڙهي) جي - استاپنا، دادوُ پنٿ جي سنت هريداس

1723ع ۾ ڪئي هئي، سنت هريداس، وئشنو ڌرم جي مهايوگيشور سوامي نتانند جو همعصر هو، جنهن لاءِ پرسڌ آهي ته هن سنبت 1856 يعني 1799ع ۾ راٽيلا جي پِر واري هڪ ايراضيءَ ۾ سماڌي ڌارڻ ڪئي هئي.

مَٺ جي موجوده ڪان اڳئين مهنت سرڳواسي رامداس جي چوڻ موجب مٺ جو سنستاپڪ (پايو وجهندڙ) سنت هريداس سنبت 1780 يعني 1723ع ۾، ٽيهن ورهين جي ڄمار ۾ راٽيلا پهتو هو، جتي ان مٺ جو پايو وڌو هئائين. ان حساب سان اهو مٺ اٽڪل اڍائي -پوڻا ٽي سئو سال پراڻو ٿيو. سنت هريداس لاءِ مشهور آهي ته هن گهڻا ئي ڪرشما ۽ ليلائون ڏيکاريون هيون، جنهن ڪري ان خطي ۾ اڄ به سندس ۽ سندس مٺ جي ڪافي مڃتا آهي. سندس واپرايل وستو، پهراڻ، چاکڙيون وغيره اڄ به مٺ جي پِر ۾ هڪ مڪان ۾ محفوظ رکيل آهن.

سنت هريداس جا ڪُل ٻاويهه شش ٿيا، جن مان به مست ملنگ هئا، جيڪي گهمندا ڦرندا رهيا ۽ ڪٿي به ٽڪاڻو نه ڪيائون، باقي ويهن ششن مان هڪ راٽيلا وارو مٺ سنڀاليو ۽ ٻين اڻويهن ڄڻن ٻين هنڌن تي وڃي پنهنجا پنهنجا مٺ کوليا.

سنت هريداس جا ٻاويهه شش هن ريت آهن: *

1 - سنت ڪيولداس، جنهن راٽيلا واري مٺ جي گادي سنڀالي.
2 - سنت ڪنيرام، جنهن ٻوُ واٽيءَ ۾ مٺ کوليو.
3 - سنت هرناٿ داس، جنهن ٻوانيءَ ۾ مٺ کوليو.
4 - سنت ڪلياڻ داس، جنهن ماٽڪ واس ۾ مٺ کوليو.
5 - سنت ڀڳوت داس، جنهن گاگرواس ۾ مٺ کوليو.
6 - سنت آتلرام، جنهن سامپر ۾ مٺ کوليو.
7 - سنت منوهرداس، جنهن گهوڙا ۾ مٺ کوليو.
8 - سنت سهجرام، جنهن جهجر ۾ مٺ کوليو.
9 - سنت هيتمداس، جنهن تالاب ۾ مٺ کوليو.
10 - سنت ڪاشيرام، جنهن ڏامر ۾ مٺ کوليو.
11 - سنت ڌرمداس، جو مست ملنگ هو ۽ ڪٿي ٽڪاڻو نه ڪيائين.
12 - سنت ديارام، هي صاحب به مست ملنگ هو ۽ ڪٿي ٽڪاڻو نه ڪيائين.
13 - سنت مالوڪ داس، جنهن اُديرام - سر ۾ مٺ کوليو.

* ذريعو: شري جوانند ڀارت ڀڪشو طرفان ڇپايل ڪتاب: سنت هريداس جي ڪي واڻي.

14 - سنت پرشوَرام، جنهن موکرا ۾ مٺ کوليو.
15 - سنت مان داس، جُنهن هرنا ۾ مٺ کوليو.
16 - سنت نيترام، جنهن بيپلودا ۾ مٺ کوليو.
17 - سنت نندرام، جنهن چتو مورا ۾ مٺ کوليو.
18 - سنت آتمارام، جنهن پيٺيءَ ۾ مٺ کوليو.
19 - سنت نندرام، جنهن ڪلانوَر ۾ مٺ کوليو.
20 - سنت چيترام، جنهن بوند ۾ مٺ کوليو.
21 - سنت سارنگ داس، جنهن ڪانور ۾ مٺ کوليو.
22 - سنت چرنداس، جنهن ڏوبل ڏن ۾ مٺ کوليو.

سنت هريداس جي پرلوڪ پڌراجڻ (فوت ٿيڻ) بعد، راٺيلا وارو مٺ، جتان قاضي قادن جا بيت مليا آهن، ان جي گادي، سنت ڪيولداس سنڀالي. سنت ڪيولداس بعد سنت بشنداس، اُن بعد سنت موتيرام، اُن بعد سنت هرجيرام، اُن بعد سنت بُڌرام، اُن بعد سنت گمان داس، بعد ۾ سنت موتارام، ۽ ان بعد سنت رامجي داس ان مٺ جي گادي سنڀاليندا آيا. (1) هن وقت ان مٺ جو مهنت آهي سنت راميشور جي.

’سنتون ڪي واڻي‘ نالي اهو گرنٿ، جنهن ۾ قاضي قادن جا ناياب بيت شامل آهن، سو شري راجا رام شاستريءَ کي، مٺ جي اڳيئن مهنت شري رامداس جيءَ وٽان مليو هو. ’سنتون ڪي واڻي‘ (ساکيءَ) نالي اهو گرنٿ سنت هريداس تيار ڪرايو هو. اهو گرنٿ، جيڪو سچوئي هٿ سان لکيل آهي، تنهن ۾13x6½ انچ جا اٽڪل 750 صفحا آهن. دراصل هر پنو 13x13 انچ جو چورس پنو آهي، جنهن کي اڌ ۾ موڙي بائينڊ ڪيو ويو آهي، جنهن ڪري ان جي صورت 13x6½ انچ جي وچي بيٺي آهي. ڪتاب ۾ ڪم آندل پنو ڪو ٿلهو نـ آهي، سيني پنن کي ملائي، ڪتاب جي ٿولهہ ڏيڍ پوڻا پـ انچ مس ٿيندي. پني جو رنگ هن وقت هلڪو ناسي لڳي رهيو آهي. اهو ناسي رنگ، پني جي ڪنارن وٽ نسبتاً گهرو آهي، پر پني جو وچون حصو، جو لکيل آهي، تنهن مان ليٺا پائيندڙ ڪجهہ اَڇاڻ اهو ٻڌائي رهي آهي تـ ڪنهن وقت پني جو رنگ اڇو رهيو هوندو.

ڪتاب جنهن وقت مون کي ڏيکاريو ويو، اُهو هڪ نيري بنياد واري،

(1) ذريعو: شري جوانند يارت پکشو جو چپرايل ڪتاب: سنت هريداس جي ڪي واڻي.

اڃي پيلي ۽ سائي رنگ سان چٽيل گلن واري هڪ ڪپڙي ۾ هو. چورس ڪپڙي ڪي، اوتري ئي ماپ واري اڇي رنگ جو آستر لڳل هو ۽ ڪپڙي جي هڪ ڪنڊ ڪي هڪ ڏوري لڳل هئي. ڪپڙي جون ٽي ڪنڊون مٿان ورائي، پڇاڙيءَ ۾ چوٿين ڏوريدار ڪنڊ انهن مٿان ورائي، ڪتاب کي ڪپڙي ۾ ٻڌو ويو هو. * (1) شري شاستريءَ مون کي ٻڌايو ته ڪيس اهو ڪپڙو بہ اُن ڪتاب سان گڏ ئي مٺ مان مليو. ڪتاب مٿان چڙهيل جُلد بہ پراڻو، پر شاندار پٺي لڳو. اهو ٿلهي پاڻي جو هو ۽ اُن مٿان اڇو لٽي جو ڪپڙو چڙهيل هو.

ڪتاب جا پنا، جيڪي سڀ هڪ قسم جا آهن، ۽ جن جي سائيز 13x6½ انچ آهي، تن ۾ هر صفحي تي اُيپي نموني، ٻنهي طرفين اٽڪل اَڌ اَڌ انچ جي حاشي ڇڏي، صفحي کي اوُجل ڳاڙهي مس سان ٽي اُڀيون ليڪون هڪ طرف، ٽي ليڪون ٻئي طرف ڏيئي ليڪيو ويو آهي. ان جي وچ ۾ ميسر اٽڪل ساڍا 5 انچ جي وٿيءَ واري جاءِ تي ساکي (بيت) لکيل آهي. ڪويءَ جو نالو، ڇند جو قسم، سلوڪن جا نمبر، بيهڪ جون نشانيون وغيره اوجل ڳاڙهيءَ مس ۾ ۽ 'ساکي' يا بيت گهاٽي ڪاري مس ۾ لکيل آهن. حاشيءَ جي اندر سمايل مواد ۾ چوٽيون درستيون، اُتي جو اُتيَ سائيڙي - پيلي مس سان، پر وڏيون درستيون يا ڇُٽل لاڪنائون، نمبر وغيره حاشيءَ کان ٻاهر سائيڙي پيلي مس سان ڪيل آهن.

دستخط ايترو تہ چٽو ۽ پڪي - سهڻي هٿ ۾ لکيل آهي، جو ڀانءِ تہ ڪنهن اَڄا هينئر هينئر ڪنهن اوچي پريس تان ڇپي لاٿو هجي. پر ساڳئي وقت پني جو ٻئي پراڻو ٿيل رنگ ۽ حالت ان جي قدامت جي ياد ڏيارين ٿا. هر صفحي تي 36 سٽون ۽ هر صفحي تي اٽڪل 25 بيت آهن. آمهون سامهون صفحن تي سٽون اهڙيون تہ سنوت ۾ بيٺيون آهن، جو ان ڳالهہ تي وشواس ئي نٿو اچي تہ ڪتاب ڪو هٿ جو لکيل آهي. اکرن جي سندرتا اک کي ايترو تہ موهيو ڇڏي، جو دل چوي تہ انهن کي ويٺو ڏسجي.

سڄو گرنٿ پراڻي ديوناگري لپي (رسم الخط) ۾ لکيل آهي، جنهن جا ڪيترا اکر هاڻوڪيءَ ديوناگريءَ لپيءَ کان نرالا آهن. مثال طور دستخط ۾

* (1) اسان وٽ سنڌ ۾ قرآن شريف کي ٻڻ اهڙي طرح ڪپڙو ويڙهي نهايت متبرڪ طور رکيو ويندو آهي. (د.ن)

ٻ، ٺ، ڇ وغيره اکرن لاءِ هاٿوڪي ديوناگري ڪان ٻنهه نرالا اکر ڪم آيل آهن. بيتن جي لفظ لفظ وچ ۾ ڪابہ وٿي نہ آهي. سڄو بيت هڪ ئي لڪير (شرو ريکا) هيٺ هلي ٿو، جنهنڪري گرنٿ ۾ سمايل واڻي جو صحيح روپ طئہ ڪرڻ ڏکيو بڻجي ٿو پوي. سنڌي بيتن جي حالت ۾ اهو ڪم تهائين ڏکيو ٿو لڳي، ڇو تہ پراڻي ديوناگري لپيءَ ۾ ڪن مخصوص سنڌي آوازن (Imposives) جهڙوڪ ڳ، ڄ، ڏ، ٻ ۽ عربي فارسيءَ جي سنگهرشي آوازن خ، غ، ظ ۽ ض جي برابر اکرن نہ هجڻ سبب، گرنٿ جي لکندڙ، انهن آوازن سان مشابهت رکندڙ آوازن جو عيوضي پٽو ڪندڙ. الڳ الڳ قسم جي اکرن کي ڪم آندو آهي، جنهن ڪري سنڌي بيتن جو صحيح روپ طئہ ڪرڻ ٻين ٻولين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ڏکيو بڻجي پيو آهي. ان جو هڪ ڪارڻ شايد اهو بہ هجي، تہ جيئن ظاهر آهي، بيت ڪنهن غير سنڌيءَ، ڪنهن سنڌيءَ کان ٻڌي لکيا آهن، ان ڪري اُهي صحيح هِجي سان قلمبند ٿي نہ سگهيا آهن.

ساڍن سٺن سون صفحن واري ان گرنٿ ۾ قاضي قادن کانسواءِ انهٺ ٻيا سنت ڪوي بہ شامل آهن. يعني تہ ان ۾ ڪل اٺهتر ڪوين جي واڻي آهي.

ڪتاب جي شروعات دادوُ ديال جي واڻيءَ سان ٿئي ٿي. ان بعد ڪبير جي ۽ ان کانپوءِ نامديو ڀڳت جي واڻي آهي. قاضي قادن جا بيت ڪتاب جي پوئين اڌ ۾ آهن. قاضي قادن جي بيتن کان يڪدم اڳ پنجابي شاعر شاهہ حسين جا بيت آهن ۽ قاضي قادن کانپوءِ گرونانڪ ديو جي واڻي (جپ جي صاحب) ڏنل آهي، جنهن ۾ 38 پؤڙيون آهن

قاضي قادن جي بيتن شروع ٿيڻ کان اڳ ڳاڙهي مس سان لکيل آهي تہ "ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکهي (سنڌي) اور ڀي ساڌان ڪي ساکهي ايڪٺي."

بيتن جي پوري ٿيڻ تي، هڪ سئو اٺويهين نمبر بيت بعد لکيل آهي. "ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکهي سمپورڻ سماپته." (اصل ديوناگري)

## گرنٿ ۾ شامل اُٺهتر ڪوين جا نالا هن ريت آهن:

1. دادوَ ديال (1544ع کان 1603ع)، 2. ڪبير ( 1398ع کان 1494ع)،
3. نامديو (جنم 1270ع)، 4. رئداس (ڪبير جو همعصر)، 5. مرداس (مرتيو 1643ع)،
6. غريبداس (1717ع کان 1778ع)، 7. راما نند، 8. سکا نند، 9. آسانند،
10. ڪرشٽانند، 11. ڌنو ڀڳت (جنم 1415ع)، 12. سين ڀڳت (جنم 1448ع،
13. پيپاجي (1425ع)*، 14. سوجها جي، 15. پرساجي، 16. سڌنو،
17. ڀڳت ڪمال (ڪبير جو پٽ)، 18. راٺا، 19. چيتم ڀڳت، 20. ٻهبل،
21. قاضي محمود، 22. شيخ بهاؤالدين، 23. ترلوچن ڀڳت، 24. يون، 25. گرو انگ ديو،
26. مڪند پارتي، 27. ناپاجي، 28. ودياداس، 29. رنگي، 30. ساوليا، 31. ديشرام،
32. بيسا، 33. مت سندر، 34. سومديو، 35. نرسي (1413ع کان 1479ع)،
36. ڪيتا،37. ڪرمچند، 38. ماڌ جڳن ناٿ، 39. پرمانند،
40. سورداس (1487ع کان 1563ع)،41. ڪانها، 42. بکنا، 43. جن گوپال،
44. ٽيلا، 45. جڳجيونداس (1682ع)،46. شيخ فريد (1450ع کان 1563ع)،
47. ايسن، 48. شاهه حسين (1539ع کان 1593ع)،
49. قاضي قادن (1463ع کان 1551ع)، 50. قاضي محمود+،
51. بابا نانڪ (1469ع کان 1538ع)،
52. گورک ناٿ، 53. پرتري، 54. گوپيچند، 55. هٺونت، 56. گٽيري پاد،
57. هرتالي،58. چر پٽ، 59. بال جنائي، 60. سگريو، 61. ويول،
62. دت، 63. رنگ، 64. وياس،65. سوما، 66. هريداس، 67. ساڌو،
68. سندر داس (جنم 1596ع)، 69. گياني.

---

* پيپاجيءَ جو جنم فرڪ هر موجب 1425ع ۾ ڪنهنگم موجب 1417ع ۽ 1442ع جي وچ ۾ ٿيو هو.

+ گرنٿ قاضي محمود جو نالو ٻه ڀيرا ورجايل آهي. نمبر 21 ۽ هت 50 تي تنهن متعلق نه ته واٽي ۾ ذڪر آيل ٿو ڏسجي نه وري هيري لکر ئي ڪجهه ڪڇيو آهي ته هت ٻه ڀيرا ساڳي قاضي محمود جو ذڪر آيل آهي يا قاضي محمود ٻه ٿي گذريا آهن.

# گرنٿ ۾ بيتن جي سَنَدَ

قاضي قادن جا تازو مليل بيت، جيڪي سنڌي ادب جي تواريخ جي قديمي دؤر جو عام طرح، هڪ اَملهہ ۽ اَڻوٽ حصو آهن، سي اٽڪل پنج صديون غيب جي چادر ۾ ڍڪيل رهڻ بعد روشنيءَ ۾ آيا آهن. انهيءَ سموري عرصي دوران، اسان وٽ ان شاعر جا فقط ست بيت موجود هئا. اُئين نہ آهي تہ ادبي غواڻن ڪو اهي امُل ماڻڪ سوجهي لهڻ ۾ ڪا ڪسر ڇڏي هئي. سنڌ ۽ هند جي برڪ کوجنيڪن جي اڪٿ اتڪننا ۽ اَٽڪ ڪوشش جي باوجود، قاضي قادن جي مهيا ستن بيتن ۾ ڪو اضافو ٿي ڪونہ سگهيو هو. ان ڪري اڄ جڏهن اٽڪل پنج سئو سالن جي طويل عرصي بعد، ان شاعر جا اٽڪل هڪ سئو ٻارهن بيت اوچتو دستياب ٿيا آهن تہ اها ڳالهہ سولائيءَ سان سمجهہ ۾ ئي نٿي اچي تہ اها ڪا سا ڀيا آهي، اهو ڀاويڪ بہ آهي. ان ڪري اسان ڪي ڏسڻ گهرجي تہ ڇا اهي بيت تحقيق پهرين تہ قاضي قادن جا ۽ ٻيو تہ سنڌي بيت آهن يا ٻي ڪا چيز آهن. مان سمجهان ٿو تہ بهتر آهي تہ پوئين ڳالهہ جو نبيرو پهرين ئي ڪري ڇڏجي. اها هيءَ تہ بيت سنڌي آهن يا نہ.

'سنتون ڪي واڻي' گرنٿ ۾ هنن بيتن شروع ٿيڻ کان اڳ صاف لفظن ۾ لکيل آهي: "ڪاجي ڪادن جي ڪي (سنڌي) ساکي...." ان هيٺ ايندڙ بيتن جي ٻوليءَ جو روپ، وياڪرڻ واري جوڙجڪ ۽ شبداولي سنڌي آهن. بيتن جي ٻولي مون خود پڙهي ڏٺي، جا يڪدم مون کي سنڌي ٻولي لڳي. ان سواءِ شري جئرامداس دولترام، شري نارايڻ 'شيام'، پروفيسر رام پنجواڻي، ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي ۽ ڊاڪٽر موتي لعل جوتواڻيءَ جهڙن سنڌي عالمن هي بيت ڏسي، اهو تسليم ڪيو آهي تہ انهن جي ٻولي سنڌي آهي. هيٺ ڪي مثال ڏجن ٿا، جن مان ظاهر آهي تہ بيتن جي ٻولي، گرامري بناوت ۽ شبداولي سنڌي آهن:

زيران زبران آيتان، آکر اَنت نہ پار،
هيڪڙيو ايمان ۾، لهن سيني سار.

يا

روئي مَ ڪر ٻڌرو، هَٿ منجهين ئي جال،
جان جان پريان نہ مِڙي، تن ڪانيءَ جينو بال.

هي فقط هڪ مثال آهن. ان طرح، مليل سڀني بيتن جي زبان ان جهڙي آهي، جنهن ڪري، ان ۾ ترَ جيترو به گمان نه آهي ته اهي بيت سنڌي آهن.

هاڻي رهيو سوال ته بيت قاضي قادن جا آهن يا ٻئي ڪنهن شاعر جا؟ ان لاءِ منهنجا دليل هن ريت آهن:

1- مان اڳ ۾ به چئي آيو آهيان ته 'سنتون ڪي واڻي' گرنٿ ۾ ڪل 69 سنت ڪوين جي واڻي شامل آهي. هر سنت ڪويءَ جي واڻي شروع ٿيڻ کان اڳ ڪويءَ جو نالو، ٻولي ۽ ڇند جو نالو، يعني سمورو سڀ ٻاڙهيءَ مس ۾ ڇاپايل آهي. هاڻي، جنهن کي مان قاضي قادن جي واڻي سڏيان ٿو، تنهن کي ڇڏي، باقي 68 سنت ڪوي، جن ۾ ڪبير، گرونانڪ، سورداس، دادوُ وغيره جهڙا پرسڌ ڪوي به اچي وڃن ٿا، تن جي نالن هيٺ جيڪي بيت ڏنا ويا آهن، سي انهن ڪوين جي جدا طرح مُهيا مجموعن ۾ به موجود آهن، جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته "سنتون ڪي واڻي" گرنٿ ۾ ڇاپايل سڀ مستند ۽ پروسي جوڳا آهن. هاڻي، جيڪڏهن ٻين ڪوين جي حالت ۾ اهي سڀ صحيح آهن، ته انهن جي آڌار تي، سنڌي بيت، جن اڳيان ڏنل آهي - "ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي (سنڌي) اور ڀي ساڌان ڪي ساکي ايڪني"، تن لاءِ به وثوق سان چئي سگهجي ٿو ته اهي قاضي قادن جا ئي بيت آهن ۽ سنڌي بيت آهن.

قاضي قادن جا هيلتائين اسان وٽ جيڪي ست بيت (ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي ڪتاب ۾ ات) موجود هئا، جيڪي اصل ۾ 'بيان العارفين' جي ملفوظات واري سيڪشن مان مليا آهن ۽ جن لاءِ اهو طئه شده آهي ته قاضي قادن جا آهن، تن مان ٻه بيت (هڪ سڄو ۽ ٻئي جي پهرين مصرع) تازو هٿ آيل بيتن ۾ به ملن ٿا. اهي بيت، تازو مليل بيتن ۾ الڳ الڳ ۽ ٻن مختلف هنڌن تي آهن. ان ڪري اهي به ان ڳالهه جو پرماڻ (پروسو) ڏين ٿا ته باقي بيت به، انهن ٻن بيتن جي تسليم شده رچيندڙ قاضي قادن جا ئي آهن. اهي ٻه بيت آهن:

1. ڪَنزُ قُدُوري ڪافيا، ڪ ڪوهُ نَه پَڙهئومِ،
سو پارُ ئي ٻئو ڪو، جِئان پِري لَڌومِ. (1)

(1) 'شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام' (1937) ڊاڪٽر علامه عمر بن دائود پوٽو. ص 26 تان ورتل.

(2) ايضاً: ص 113.

2. جوڳي جاڳايوس، سُتو هُئَس ننڊَ ۾
(تهان پوءِ ٿيوس، سندي پريان پيچري). (1)

هنن مان پهريون سچو بيت فقط ٿوري تبديل سان (پڙهڻوم جي بدران پڙهيام، ڪ ڪوهه جي بدران ڪ ڪين، سو پار بدران سو ڏيهو، جٿان بدران جان ٿي) ۽ ٻئي بيت جي پهرين مصرع تازو مليل بيتن ۾ آهن. انهن ۾ اُهي 'ٽيڪ' ڪي ڇڏي 'ٻئين' ۽ 'ڇتيهين' نمبر سان ڏنل آهن. (اِن لاءِ بيتن جي ڀچاڙيءَ ۾ ڏنل نمبر ڏسڻ گهرجي.)

3. تازو مليل بيتن ۽ ان کان اڳ موجود ستن بيتن جي عبارتي ٻولي (Diction/Vocabulary) (لفظن جي عبارت ۽ ٻولي) هڪجهڙي آهي. اڳين بيتن ۾ ڪم آيل پرين، سپريان، لت، جوڳي جاڳايوس، ٿيام، لڏوم (لڏام) ۽ ٻيا ڪيترائي لفظ تازو مليل بيتن ۾ عام جام ڪم آيل آهن، جنهن ڪري اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ ٻئي هڪ ئي شاعر - قاضي قادن - جا آهن.

4. اڳين بيتن ۾ جيڪو خيال سمايل آهي. تہ پرماتما دنيوي علمن سان نٿو ملي، پر اُهو پنهنجي اندر ۾ ئي آهي. يا، انهن بيتن تي ڇانيل تصوف ۽ اُن جي وحدت الوجود وارو خيال تازو مليل بيتن تي بہ ڇانيل نظر اچي ٿو. اڳين بيتن ۽ تازو مليل بيتن ۾ خيال جي اها هڪجهڙائي ڏيکاري ٿي تہ اڳيان بيت ۽ تازو مليل بيت هڪ ئي شاعر - قاضي قادن - جا ئي آهن.

5. ان سواءِ اڳين بيتن ۾ ڪم آيل ڇندَ - دوها، سورٺا، تونويري دوهو ۽ ٻڙو دوهو - تازو مليل بيتن ۾ بہ ڪم آيا آهن. بيتن جي عبارت ۽ گرامري بناوت بہ هڪ جهڙي آهي.

انهن مڙني حقيقتن جي مدنظر اهو دعويٰ سان چئي سگهجي ٿو تہ 'سنتون ڪي واڻي' گرنٿ ۾ قاضي قادن جي نالي هيٺ ڏنل ذري گهٽ سڀ بيت قاضي قادن جا ئي آهن.

هاڻي باقي 'ذري گهٽ' لفظ جي ڳالهہ رهجي ويئي، جنهن جي سمجهاڻي ڏيڻ ضروري آهي.

"سنتون ڪي واڻي" گرنٿ ۾ "ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي (سندي) اور پيي ساڌان ڪي ساکي ايڪني" ۽ بيتن جي ختم ٿيڻ تي لکيل "ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي سمپورن سماپته" جي وچ ۾ ايندڙ بيتن ۾ آخرين بيت

(1) 'شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام' (1937) ڊاڪٽر علامہ عمر بن دائود پوٽو، ص 113.

۽ ان کان اڳ وارا ٻه بيت يعني ڪُل ٽي بيت ٻين بيتن کان علحدا آهن. انهن ٽن بيتن جي ٻولي هندي آهي ۽ انهن مان هر هڪ بيت 'قاضي محمود' نالي تخلص سان شروع ٿئي ٿو. اُهي ٽي بيت هن طرح آهن:

1. ڪاجي محموند دنيا ديک ڪر، من مٺن آپ نہ ڀولِ
آپتين غربت سي نيون رهيي، جيون پانو تَلِ ڪي ڏول. (116)

2. ڪاجي محموند ڪاجل ڪرون تو ڪنڪرا سرما ڪيپا نہ جاءِ
ان نئنون مٺَن ايڪ تون، دوجا ڪهان سماءِ. (117)

3. ڪاجي محموند سُمرءِ سائيان، جسان تنَن پاجي پيڙ
سُکيا دک نہ جانهي، جس بيدن تس پيڙ. (118)

سوال آهي تہ بيت قاضي قادن جا آهن يا ٻئي ڪنهن ڪويءَ جا. منهنجو خيال آهي تہ اهي بيت قاضي محمود نالي ٻئي ڪنهن ڪويءَ جا آهن، جنهن جا ڪجهہ ٻيا بيت بہ 'سنتون ڪي واڻي' ۾ ٻئي هڪ هنڌ اچن ٿا، جيڪي بہ هندي ٻوليءَ ۾ آهن. ان لاءِ منهنجا دليل هيءُ آهن. هڪ تہ انهن بيتن جي ٻولي صاف سڌي هندي لڳي پئي آهي، ٻيون تہ هر بيت ڪويءَ جي تخلص سان شروع ٿئي ٿو، جا ڳالهہ قاضي قادن جي بيتن ۾ نہ آهي. قاضي قادن پنهنجي بيتن ۾ پنهنجو نالو تمام جزوي طرح ڪم آندو آهي. مون کي فقط هڪ بيت سُجهي، جنهن ۾ بہ هن پنهنجي نالي جو فقط هڪ حصو ڪتب آندو آهي. اهو بيت آهي:

قاضي ڪِٿَ مَ ايترو، مَت ڪيرو ئي ڀير،
ڀلاٽيندو پوتلي، مٿئہ ڪيندو ڪير. (61)

ان ڪري منهنجو خيال آهي تہ مٿي ذڪر ڪيل ٽي بيت قاضي قادن جا نہ، پر قاضي محمود نالي ڪنهن ڪويءَ جا آهن ۽ پوٿيءَ جي تيار ڪندڙ يا لکندڙ تي بہ اها تهمت ڏري نٿي سگهجي، ڇو تہ هُن ويچاري تہ شروع ۾ ئي لکيو آهي تہ "ڪاجي ڪادن جي ڪي ساکي (سنڌي) اور ٻي ساڌان ڪي ساکي ايڪٺي" يعني تہ ٻين سنتن جا بہ بيت گڏ، ظاهر آهي، تہ اهي ٽي بيت 'ٻين سنتن' واري ڪاتي جا آهن.

ان سواءِ ٻاويهون نمبر بيت پڻ قاضي قادن جو نہ آهي. اهو بيت هيٺين آهي:

دادوَ اکيون پَسڻ ڪي پرين، پري اَلتيان منجهہ،
جتي ڏيٺو مان پرين، نهاريندو هنجهہ. (22)

هيءُ بيت سنڌي ٻوليءَ ۾ تہ آهي، پر جيئن بيت جي شروعات ۾ ڏنل تخلص مان ظاهر آهي، اهو بيت راجستان جي مشهور سنت ڪوي دادوُ ديال جو آهي، جنهن سنڌيءَ ۾ پڻ ڪافي تعداد ۾ بيت ۽ وايون چيون آهن. متي ڄاڻايل بيت شري پرشورام چترويدي طرفان ايڊٽ ڪيل "دادوُ ديال گرنٿاولي" ۾ ستين پاڱي ۾ صفحي 13 تي ارڙهين نمبر هيٺ پڻ، دادوُ جي نالي سان ڏنل آهي. هتي اهو ڄاڻائڻ سنڌي عوام جي دلچسپيءَ وٽان ٿيندو تہ دادوُ ديال (راجستاني) هنديءَ ڪانپوءِ پنهنجو گهڻي ۾ گهڻوڪلام سنڌي ٻوليءَ ۾ ئي چيو آهي. (1) دادوُ جا اَٽڪل چاليهارو سنڌي بيت ۽ ڪجهہ سنڌي وايون مون وٽ مهيا آهن. انهن مان ڇئن بيتن جي پهرين اڌ مصرع ۾ 'دادوُ اکيون پسڻ ڪي پرين...' جو دُهراءُ ۽ متي ڄاڻايل بيت ۽ انهن بيتن جي خيال ۾ بہ سمانتا آهي. ان ڪري ان خيال جي تصديق ٿئي ٿي تہ هيءُ بيت بہ دادوُ ديال جو رچيل آهي. ياد رهي تہ قاضي قادن جا هيءُ بيت دادوُ پنٿين جي مٺ مان لڌا آهن. دادوُ ديال جي هندي، پنجابيءَ ۽ ٻين ٻولين واري ڪلام تي قاضي قادن جي خيال جو وڏو اثر آهي. دادوُ سنت جي لڳو لڳ ايراضي پڇمي راجستان جو شاعر آهي ۽ قاضي قادن جي وفات واري وقت دادوُ ديال اَٽڪل ستن سالن جو هو، ان ڪري اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ، دادوُ ديال پنهنجي زندگيءَ واري وقت ۾ شايد قاضي قادن جي ڪلام جو شيدائي رهيو هجي ۽ هن وٽان ئي قاضي قادن جو ڪلام دادوُ پنٿين جي مٺن ۾ ڦهليو هجي. ڪيئن بہ، اها ڳالهہ اڃا تصديق جي محتاج آهي.

تازو مليل بيتن ۾ چوهترَ نمبر هيٺ آيل بيت گروگرنٿ صاحب ۾، تمام ٿوريءَ تبديل سان، شيخ فريد جي بيتن منجهہ ملي ٿو. اهو بيت هن طرح آهي:

گهڙيين گهڙيين گاريان، پهري لهان سجاءِ،
مون هيڙو گهڙيال جيون، ڏڪهہ ريڻ ٻهاءِ. (74)

گروگرنٿ صاحب ۾، شيخ فريد جي بيتن ۾ هي بيت هن طرح ڏنل آهي:

گهڙِيئي گهڙيئي مارِئيءَ، پَهَري لَئي سزاءِ،
سو هيڙا گهڙيئال جِئُ، ڏکَہ ريڻ ٻهاءِ. (2)

(1) دادو ديال گرنٿاولي: پرشورام چترويدي، ص 83.

(2) گروگرنٿ صاحب: سنڌي ڇاپو. پارت جيون پبليڪيشن ص 80-1379، بيت 41.

هاڻي جيئن تہ اهو بيت گروگرنٿ صاحب ۾ شيخ فريد جي بيتن ۾ شامل آهي، ان ڪري في الحال هن بيت کي بہ 'اور ڀي ساڏان ڪي ساڪي ايڪٺي' يعني تہ ٻين سنتن واري ڪاتي ۾ ٿا وجهون. جيتوڻيڪ اهو سوال اڃا تحقيق جي طلب رکي ٿو تہ اهو بيت شيخ فريد جو آهي يا قاضي قادن جو، ۽ ڪٿي قاضي قادن جو بيت تہ گرو گرنٿ صاحب ۾ شيخ فريد جي نالي سان ڪونہ اچي ويو آهي!

قاضي قادن جي مليل بيتن ۾ هڪ ٻيو بيت بہ اهڙو آهي، جنهن جو اڌ حصو گروگرنٿ صاحب ۾ شيخ فريد جي دوهن ۾ نظر اچي ٿو. قاضي قادن جو بيت هن طرح آهي:

ڏيهہ لتا سنجها پئي، اڳون آئي رات،
ڪڙا پڪاري پاتڻي ٻيڙا ڪپر وات. (76)

گرو گرنٿ صاحب ۾ اُهو هن طرح آهي:

فريدا ڏڪا سيتي ڏهہ گئيئا، سولان سيتي رات،
ڪڙا پڪاري پاتڻي، ٻيڙا ڪپر وات. (1)

جيئن تہ بيت جي اڌ حصي ۾ ڪافي فرق آهي، ان ڪري ممڪن آهي تہ قاضي قادن اهو بيت شيخ فريد جي، يا شيخ فريد، قاضي قادن جي بيت تي تضمين طور چيو هجي. قاضي قادن وارو بيت پاڻ وڌيڪ پختو لڳي ٿو. ان ڪري ان بيت کي مان قاضي قادن جو بيت ئي ڪري ٿو ليکيان.

ساڳئي وقت ستهتر نمبر جي هيٺ ايندڙ بيت بہ گمان پيدا ڪندڙ آهي. اُهو بيت هن طرح آهي:

سُفر مٿئن سُپرين، ايو سار لدن؛
هلڻ جيوَن هَلوَ چوي، ڳجهيون ڳالهيون ڪن. (61)

هن بيت جي ٻولي تہ سنڌي آهي، پر ان ۾ "هلو چوي" لفظ گمان پيدا ڪندڙ آهن. ڪوين جي اِها روايت رهي آهي تہ اُهي پنهنجو تخلص ڏيندي، اُن سان 'چوي' لفظ وجهندا آهن. جيئن سامي چوي، سهڻو شاهہ لطيف چوي، يا تازو گذريل وقت ۾ پرهاد چوي. ان ڪري هن حالت ۾ بہ ڌيان ان طرف ڇڪجي ٿو وڃي تہ اهي لفظ 'هروَ چوي' تہ ڪونہ آهن. ڇو تہ 'ل' ۽ 'ر'

(1) گرونٿ صاحب: سنڌي ڇاپو، ڀارت جيون پبليڪيشن، ص 1382، بيت 86.

جو پاڻ ۾ بدلجڻ عام رواجي آهي ۽ اهو بلڪل ممڪن آهي تہ لڪائيندڙ ڇيو هجي "هروُ ڇوي" ۽ لکندڙ لکيو هجي 'هلوُ ڇوي' نہ تہ ٻيءَ حالت ۾ 'ڇوي' لفظ جي ڪابہ سارٿڪتا نظر نٿي اچي. پر جيڪڏهن اهو مڃي وٺجي تہ اهي لفظ 'هروُ ڇوي' ئي آهن، تہ پوءِ سوال ٿو اُٿي تہ اهو 'هروُ' ڪير هو؟ ممڪن آهي تہ اهو 'هروُ' ڪو خود بہ ڪوي هجي ۽ قاضي قادن جو عقيدتمند رهيو هجي، جنهن جي ذريعي ئي قاضي قادن جا هي بيت دادوُ پنٿين تائين پهتا هجن. بهر حال، اهو بيت قاضي قادن جي بيتن ۾ شمار نہ ڪري في الحال ائين سمجهجي ٿو تہ اُهو 'هروءَ' نالي ڪنهن ٻئي ڪويءَ جو سنڌي بيت آهي. اهو بہ ممڪن آهي تہ اِهو بيت قاضي قادنِ جي همعصر عالم مولانا فخر هروي جو هجي، جنهن جي واقفيت ڏيندي تاريخ معصومي ۾ چيو ويو آهي تہ "... خوش طبع ۽ اَڪابر هو. شعر پڻ چوندو هو. صنايع ۽ بدائع عروض ۽ قافيہ بابت ڪجهہ تصنيفون آٿس." (1)

اِن جو مطلب ٿيو تہ ڪل ڇهہ بيت آهن، جيڪي قاضي قادن جا نہ آهن. (ٽي قاضي محمود جا، هڪ دادوُ جو، هڪ گروگرنٿ صاحب ۾ شيخ فريد جي نالي سان آيل ۽ هڪ 'هروءَ' جي تخلص وارو). ان سواءِ دستخط ۾ ٻارهين نمبر بعد بيت کي چوڏهون نمبر ڏنل آهي. ساڳيءَ طرح ستاسي نمبر بيت بعد بيت کي اٺانوي نمبر ڏنل آهن. يعني تہ تيرهين ۽ اناسي نمبر وارا بيت آهن ئي ڪونہ. ڇهہ ڏاريا بيت ۽ ٻہ بيت ڪٽل، سي ٿيا اٺ بيت. دستخط ۾ آخرين بيت تي ڏنل نمبر آهي هڪ سئو اَرڙهن. سئو ارڙهن مان اٺ بيت ڪڍي ڇڏجن تہ باقي بچيا هڪ سئو ڏهہ بيت. پر شروعات واري بيت 'زيران زبران آيتان...' کي نمبر ڏنل نہ آهي ۽ ان کي 'ٽيڪ' ڪري سڏيو ويو آهي، ساڳئي وقت هڪ سئو پندرهن نمبر ٻن جدا جدا بيتن کي ٻہ دفعا ڏنو ويو آهي، ان ڪري ٻہ بيت اهي وڌيا. ان جو مطلب ٿيو هڪ سئو ڏهہ بيت واڌو ٻہ بيت. يعني تہ هرياڻا واري دستخط ۾ قاضي قان جا ڪٿي سٿي ڪل 112 بيت آهن.

ان سواءِ هرياڻا واري دستخط ۾ مليل سنڌي بيتن سان ڪي ٻيون حقيقتون پڻ اُڀري بيٺيون آهن، جي شايد ڪي تواريخي تبديليون آڻين. اُهي سنڌيءَ جي علم ۽ ادب واري حلقي ۾ چاهہ رکندڙن لاءِ دلچسپيءَ ڀريون

(1) تاريخ معصومي؛ مير معصومي بکري؛ سنڌي ڇاپو ص 28.

ٿيندي يون. ان ڪري هتي انهن جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي.

دستخط ۾ 32 نمبر بيت آهي:

عين قَصَر در لَکَ، ڪوڙين سَهَنس ڪِڙڪيان؛
جان ٿي ڪَرين پرک، تان ٿي سَجَڻ سامهان. (32)

شاهه جي رسالي ۾ هي بيت هن طرح اچي ٿو:

ايڪ قصر در لَکَ، ڪوڙين ڪَسڻ ڳڙڪيون،
جيڏانهن ڪريان پَرکَ، تيڏانهن صاحب سامهون.

'شاهه جي رسالي' ۾ ڪيترا ڌاريا بيت به اچي ويا آهن، اِها هڪ مڃيل حقيقت آهي. پرنسپال لالسنگ اَجواڻي چوي ٿو،

"The poets before Shah paved the way for him and thier verses have sometimes been incorporated into Shah's verses and at their best are not very much distinguishable from his verses." (1)

سو ٻين شاعرن جا شعر شاه جي رسالي ۾ اهڙو ته سمائجي ويا آهن، جو انهن کي سولائيءَ سان ڳولهي ڪيڻ سولو ٿي نه آهي. پر جيئن ته مٿي ڏنل بيت هلڪي تبديل سان هرياڻا واري دستخط ۾ سَنَد سان قاضي قادن جي نالي هيٺ ملي ٿو، ان وثوق سان چئي سگهجي ٿو ته اهو بيت شاهه جو نه، پر قاضي قادن جو آهي.

ساڳيءَ طرح هرياڻا واري دستخط ۾ 100 ۽ 101 نمبرن وارا بيت پڻ هلڪي تبديل سان شاهه جي رسالي ۾ ملن ٿا؛ اُهي آهن:

پوري پِکي جِتِ، ماٺِڪ آساري پيو؛
ڪوهُ نه ڍونڍيءِ تتِ، تون بي اونگهيو هٿ ڪر. (100)

هي بيت 'شاهه جي رسالي' ۾ هن طرح ڏنل آهي:

اَمُل آساري پئي، پوري پِکَڻ جت؛
ڪَهُ نه رونَڻ تتِ، ٻئي اڏ هَٿِ ڪري.

(شاهه جو رسالو؛ ڪلياڻ آڏواڻي، سر سريراڳ، داستان 4، بيت 15)

---

(1) پرنسپال لالسنگ اَجواڻي، 'هسٽري آف سنڌي لٽريچر (انگريزي ۾) ٻيو ڇاپو، ڇپائيندڙ، اساهيتہ اڪادمي، ص 56.

هرياڻا واري دستخط ۾ ٻيو بيت آهي:

پوري پَڳي جاوَ، ماڻڪ اَساري پيو؛
سُري صرافين آوَ، بي - اينگهو هٿ ڪر. (101)

شاهہ جي رسالي ۾ هي بيت هن طرح آهي:

اَمُل آساري پئي، پوري پڳہ جيئن؛
وانءِ صرافن سيئن، ٻئي اڏ هٿ ڪري.

(شاهہ جو رسالو: ڪلياڻ آڏواڻي، سر سريراڳ، داستان 4، بيت 16 )

قاضي قادن جو بيت آهي:

سوئيريان سنهڙو، جا تن ڪيوءِ نہ تيئن،
توڪي اکڙين ۾، پرين پيندو ڪيئن. (52 )

شاهہ جو بيت آهي:

جان تن ڪيئي نہ تئن، سئيريان ئي سنهڙو،
پرين پائيندا ڪئن، توڪي اکڙين ۾.

(جناب عطا محمد حامي خيرپوري جي، " شاهہ جي نازڪ خيالي" مضمون تان، ورتل) شاهہ عبداللطيف ڀٽائي 1953ع.

مٿي ذڪر ڪيل بيت جيئن تہ هرياڻا واري دستخط ۾ قاضي قادن جي نالي هيٺ آهن، تنهن ڪري ظاهر آهي تہ قاضي قادن جا ئي آهن. جيڪي زباني روايت سبب ٿوري مختلف صورت ورتي، شاهہ جي رسالي ۾ گهسي ويا تا ڏسجن. مٿي ذڪر ڪيل سيني بيتن جون هرياڻا واري دستخط مان مليل پڙهڻيون پاڻ مون ڪي شاهہ جي رسالي (ڪلياڻ آڏواڻي) ۾ آيل پڙهڻين کان وڌيڪ تسڪين بخش ۽ معنيٰ پريون لڳن ٿيون. (1)

ساڳيءَ طرح دستخط 37 نمبر هيٺ آيل هڪ بيت پڻ شاهہ جي رسالي ۾ آيل هڪ بيت سان ملي ٿو. پر شاهہ جي رسالي واري بيت ۾ ٽي مصرعون آهن ۽ قاضي قادن جي نالي هيٺ آيل اُن ساڳئي بيت ۾ ٻہ مصرعون آهن، جنهن ڪري پائنجي ٿو تہ شاهہ يا تہ قاضي قادن جي بيت کي تضمين ڪري اُهو بيت چيو آهي يا تہ اُن جي پران چيو آهي. اُهو بيت آهي:

(1) انهن بيتن جون هرياڻا واري دستخط واريون پڙهڻيون، شاهہ جي رسالي وارين پڙهڻين کان وڌيڪ تسڪين بخش (مستند) چوڻيون لڳن، اهو وشيہ مون "قاضي قادن جو ڪلام" (تفصيل سان) ۾ بحث هيٺ آڻي چند چاڻ ڪئي آهي. اهو ڪتاب ڇاپي جو انتظار ڪري رهيو آهي. (هہ . ٿ)

قاضي قادن جو بيت:

آپري ۾ پيرُ، ڪِنهين لَڌو پيرِئين؛
تِهِ پَوَ سندو پيرُ، ڪوڙين منجهين ڪو لهي. (37)

شاهه جي رسالي ۾ هي بيت هن طرح اچي ٿو:

ڪُپيريءَ ۾ پير، ڪِنهين لڌو پيرئين؛
جِيان مُنجَهڻ ماڙهئين، سَڄڻ ٿيان ٿي سير،
اُن پونءِ سندو پيرُ، ڪوڙن منجهان ڪو لهي.

(شاهه جو رسالو: ڪلياڻ آڏواڻي، سر ڪاهوڙي، داستان 3، بيت 3)

قاضي قادن جا ڪيترا بيت شاهه جي ڪلام ۾ ٿي نه، شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي ڪلام ۾ پڻ گڏ مڪس ٿي ويا آهن. هرياڻا واري دستخط مان پتو ٿو پوي ته شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو هڪ مشهور بيت، در اصل قاضي قادن جو بيت آهي. اهو بيت ڊاڪٽر داؤد پوٽي 'شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام' ڪتاب ۾، شاهه ڪريم جي نالي هن طرح ڏنو آهي:

پيرين (پهرين) پاڻُ وڃاءِ، پاڻُ وڃائي هوءَ لَهَه؛
توهان ڌار نه سُپرين، مَهَ منجهيئي پاءِ. (1)

هرياڻا واري دستخط ۾ قاضي قادن جي نالي سان هي بيت هن طرح ملي ٿو:

پَهرين پاڻُ وِڃاءِ، پاڻُ وڃائي سو لَهي،
مَن اَندر مَــهَ پاءِ، توئي اَندر سُپرين. (34)

اهي 93 يا 94 بيت جيڪي شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي نالي سان جوڙيا ويا آهن. تن بابت به اها پڪ نه آهي ته اهي سڀ شاهه ڪريم جا آهن، يا نه. ان لاءِ ڊاڪٽر داؤد پوٽي لکيو آهي، ته "يقين سان چئي نه ٿو سگهجي ته انهن بيتن مان ڪيترا خود سندس آهن. ڇاڪاڻ ته 'بيان العارفين' واري، ڪن ٿورن هنڌن ڪانسواءِ، ڪٿي به ائين صاف نه ڄاڻايو آهي ته اِهي بيت خود شاهه ڪريم جا آهن؛ فقط منڍ ۾ انهيءَ ڳالهه ڏي اشارو ڪيو اٿس. بهرحال، جنهن صورت ۾ اَسان کي انهن بيتن جي صحت يا سقم سڃاڻڻ

(1) 'شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام': ڊاڪٽر علامه عمر بن دائود پوٽو، بيت 30، ص 37.

بابت پيوڪو سُجهہ ڪونهي، تنهن صورت ۾ اهي بيت شاهہ ڪريم جا ئي سمجهڻ گهرجن." (1)

پر اَڄ جڏهن اسان کي هڪ پڪي پختي دستخط مان پتو پوي ٿو تہ شاهہ ڪريم جي نالي سان ڳنڍجندڙ بيت، سچ پچ قاضي قادن جو آهي، تہ اسان کي هن بعد اهو بيت قاضي قادن جو ڪري ليکڻ گهرجي. ان سواءِ هرياڻا مان مليل بيا بہ ڪيترائي بيت جوڙجڪي، لفظيءَ معنوي طرح شاهہ لطيف، شاهہ ڪريم، عنات وغيره سان مڪمل يا ڪنهن حد تائين مشابهت رکن ٿا.

**مثال طور:**

قاضي قادن جو بيت: اَکر ٻيا وسار، اَلف اَکِهون ئي ياد ڪر؛
سو تون ڏيئو ٻار، جو نہ اُجهمپئہ ڪڏهين. (6)

شاهہ جو بيت: اَکر پڙهہ اَلف جو، ٻيا ورق سڀ وسار؛
اَندر تون اُجار، پنو پنا پڙهندين ڪيترا.

قاضي قادن جو بيت: لايي لام اَلف سان؛ ڪاتب لکين جيئن؛
مون هِنيڙو پريانِ سان، لڳو آهي تيئن. (7)

شاهہ لطيف جو بيت: ڪاتب لکين جيئن؛ لائي لام الف سان؛
اَسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾.

قاضي قادن جو بيت: ڪايا مُهہ ڏيئي، پِينا جي درياوَ ۾،
پسندا سيئي، ماڻڪ اَکڙين سي. (12)

شاهہ لطيف جو بيت: ويا جي عميق ڏي؛ منهن ڪائو ڏيئي؛
تِن سپون سوجهي ڪڍيون، پاتاران پيهي؛
پسندا سيئي، اَمُل اَکڙين سي.

قاضي قادن جو بيت: سُتو سڄي رات، مُهُ ڍِڪي موئن جيئن،
نہ تو سنبل تات، نہ تو جهوري آه ڪا. (83)

شاهہ لطيف جو بيت: سُتين سنجهيئي، مٿهن ويڙهي مئن جيئن؛
اوجاڳو اکين کي، ڇاتئہ نہ ڏيئي.

---

(1) شاهہ ڪريم بلڙي جو ڪلام؛ ڊاڪٽر علامہ عمر بن دائود پوٽو، ص 27.

# قاضي قادن جي زندگيءَ بابت احوال

قاضي قادن سنڌ ۾ سمن ۽ ارغونن واري ايام ۾ ٿي گذريو آهي. جيئن ته هن صاحب جو تواريخ سنڌ سان به گهرو واسطو رهيو آهي، ان ڪري هتي ٿورو تواريخي پس منظر ڏيڻ بيجاءِ نه ٿيندو. سمن 1349ع کان 1520ع تيائين سنڌ تي راڄ ڪيو. سومرن کان راڄ جي واڳ ڏور وٺڻ بعد هنن پاڻ کي ڄام جو لقب ڏنو. سندن قبرستان مڪلي ٻهاڙيءَ جي اُتر واري ڇيڙي تي ڦهيل آهي. 1520ع ڌاري شاهه بيگ ارغون، سمن جي آخرين حاڪم ڄام فيروز کي شڪست ڏيئي، سنڌ ۾ پير ڄمايا، جنهن بعد، سنڌ ۾ سمن جي حڪومت ختم ٿي ۽ ارغونن جو راڄ قائم ٿيو.

قاضي قادن سنڌ جي ٽن حاڪمن، سمن جي ٻن حاڪمن ۽ ارغونن جي ٻن حاڪمن - جي دؤر مان لنگهيو. اُهي هن ريت آهن:

1. ڄام نظام الدين (ڄام نندو) 864 هه کان 914 هه
2. ڄام فيروز 914 هه کان 927 هه
3. شاهه بيگ اَرغون 927 هه کان 928 هه
4. شاهه حسين اَرغون 928 هه کان 962 هه

قاضي قادن جي حياتيءَ بابت گهڻو احوال ميسر نه آهي، پر هِتي هُتي ٻراٽن پارسي - عربي تواريخي ۽ ٻين ڪتابن ۾ اِن باري ۾ ٿورو گهڻو اَحوال ملي ٿو. اُن مان پتو پوي ٿو ته قاضي قادن جا وڏا اَصل ۾ اُچ جا وينل هئا، جتان پوءِ سيوهڻ ۽ ٺٽي ۾ اچي رهيا. سندس وڏو ڏاڏو قاضي اَبوالخير ڀهريون شخص هو، جو اچي بکر ۾ مقيم ٿيو.(1)

تحفتہ الڪرام ۾ اُچ کي قديم سنڌ جي هڪ مشهور معروف ۽ عزت واري جاءِ ڪري بيان ڪيو ويو آهي. اُچ لاءِ لکن ٿا ته اِتان جي سر زمين خدا وارن جي مرجع ۽ اهل الله جو آرام گاهه رهي آهي. هي شهر عالمن جو آشيانو ۽ تصوف جي سرگرميءَ جو مکيه مرڪز رهيو آهي.(2) ٻارهين صديءَ جي پوئين اَڌ ۾ جڏهن محمد غوريءَ هندستان تي حملو ڪيو، ان وقت اُچ جو

(1) تاريخ معصومي، فارسي متن، ص 200 ۽ 202. سنڌي ترجمو ص 328. ۽ 240 ٻن ڏسو تحفة الڪرام، ص. 320 ۽ 353.

(2) تحفتہ الڪرام سنڌي ترجمو، ص 294.

شهر اِسلامي تعليم جو مکيہ مرڪز هو. ڪٿان ڪٿان جا مسلم عالم ۽ وڏا وڏا صوفي هن طرف ڇڪجي آيا هئا. مشهور تواريخ نويس منهاج الدين سراج، جو التمش جي ڏينهن ۾ ٽي دفعا قاضي مقرر ٿيو، سو اُچ جي فيروز ڪاليج ۾ استاد رهي چڪو هو. اُچ جي شهر مان ئي سنڌ ۽ ڏکڻ اولهہ پنجاب طرف اسلام ۽ تصوف جو پرچار ڪيو ويندو هو. (1) هندستان ۾ صوفين جي قادري سرشتي جو پايو وجهندڙ سيد بندگي محمد غواث بہ اُچ ۾ اچي مقيم ٿيو هو. ان کان اڳ سهروردي سلسلي وارن اُچ کي پنهنجي سرگرميءَ جو مرڪز بڻائي، مشهور ڪيو هو.

قاضي قادن جي تڙ ڏاڏي قاضي اَبوالخير کي "تحفته الڪرام" ۾ اُچ جي بزرگن مان هڪ ڪري بيان ڪيو ويو آهي. (2) قاضي اَبوالخير جي واقفيت ڏيندي لکيو ويو آهي تہ، "هُو قاضي قاضن جي ڏاڏن مان هو. نهايت چڱي حالت ۽ فضيلت جو صاحب هو. بکر ۾ رهندو هو ۽ اُتي ئي گذاري ويو." (3)

قاضي قادن جي والد جو نالو قاضي اَبو سعيد ۽ ڏاڏيءَ جو نالو قاضي زين الدين هو. قاضي قادن جو پيءُ نهايت فضيلت جو صاحب، حاضر جوابيءَ ۾ پنهنجي وقت ۾ يگانو ۽ انهيءَ ملڪ يعني بکر ۾ نامي گرامي ٿي گذريو آهي. (4) قاضي قادن جا وڏا سيوهڻ (سيوستان) ۽ ٺٽي ۾ پڻ رهيا هئا. قاضي قادن جو جنم ۽ نيپاج غالباً بکر ۾ ئي ٿيو هو، جنهن ڪري ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سڪونت جي لحاظ سان ڪيس "قاضي قادن بکري" سڏڻ وڌيڪ مناسب ۽ صحيح سمجهي ٿو. (5) تاريخ معصوميءَ ۾ بہ ڪيس "قاضي قادن بکري" ڪري بيان ڪيو ويو آهي. (6) پر تحفته الڪرام ۾ هن کي هڪ کان وڌيڪ هنڌن تي "قاضي قاضن سيوستاني" ڪري بيان ڪيو ويو آهي. (7)

بکر ۽ سيوهڻ (سيوستان) سنڌ جا بہ پراڻا شهر آهن. بکر جو شهر

(1) صوفي مت ساڌنا اور ساهتيہ: رام پوجن تواري، ص 409.
(2) تحفته الڪرام: مير علي شرقانع، سنڌي ترجمو: ص 307.
(3) ايضاً: ص 320.
(4) ايضاً: ص 352.
(5) سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ص 126.
(6) تاريخ معصومي: مير معصوم بکري، سنڌي ترجمو، ص 242.
(7) تحفته الڪرام: مير علي شير قانع، سنڌي ترجمو، ص 320.

اروڙ جي اُجڙڻ بعد وسيو. بکر جي سرزمين کي يقين وارن جي ملجا ۽ عارفن جو سرچشمو ڪري سڏيو ويو آهي. سيوستان پڻ سنڌ جو هڪ قديم شهر، صوفين جو ديرو ۽ سڀڳورو مڪان آهي.

ميين شاهه ڪريم جي مفلوظات مان معلوم ٿئي ٿو تہ قاضي قادن کو وقت بکر علائقي جي درٻيلي (هن وقت ڏيرو) ضلعي نوابشاهه (هن وقت ضلع نوشهرو فيروز) ۾ بہ رهيو هو. اُتي سندس ملاقات هڪ مست درويش سان ٿي، جنهن ڪيس حقيقت طرف مائل ڪيو.

قاضي قادن جي، هڪ شاعر جي روپ ۾ ڄاڻ سڀ کان پهرين ميان محمد رضا اَبن واٿي عرف مير دريائي ٺٽوي جي لکيل ’بيان العارفين‘ نالي فارسي ڪتاب مان ملي ٿي. اُن ۾ شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي بيتن سان گڏ قاضي قادن جا ست سنڌي بيت بہ ڏنل آهن. پر ان ڪتاب ۾ بہ سندس حياتيءَ تي ڪا روشني پيل نہ آهي. سندس شخصيت ۽ زندگيءَ جي ڪجهہ واقعن بابت احوال ’تاريخ معصومي‘ ۽ ’طبقات اَڪبري‘ ۾ ملن ٿا، پر سندس اوائلي زندگيءَ جو احوال اڃا تائين هڪ ڳجهہ ڳجهاندڙ ڳالهہ آهي. سندس جنم جي پڪي پختي تاريخ ڪتان بہ ملي نہ سگهي آهي. البت، ’تاريخ معصومي‘ ۾ سندس وفات جو سنہ 958هہ ڄاڻايل آهي. (1) ’تاريخ معصومي‘ جو ليکڪ مير محمد معصوم بکري، قاضي قادن کي ويجهي ۾ ويجهو مصنف ۽ سندس هم وطن رهيو آهي. ان ڪري ان جي حوالن تي وڏيڪ ڀروسو ڪري سگجهي ٿو.

مير معصوم لکي ٿو تہ قاضي قادن سنہ 958 هہ يعني 1551ع ۾ وفات ڪئي. ان ڳالهہ جي تصديق مير علي شير قانع پڻ ’تحفته الڪرام‘ ۾ ڪئي آهي. (2)

اِنهن ٻن تواريخي ڪتابن ۾ ڪن اهڙن واقعن جو بيان اچي ٿو، جن جو سڀ وٺي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“ ۾ شاعر جي جنم جي سنہ جو اندازو لڳايو آهي، جو ڪافي وزنائتو آهي. ڊاڪٽر بلوچ چوي ٿو: مير محمد معصوم بکري تاريخي لحاظ سان قاضي قادن کي ويجهي ۾ ويجهو مصنف ۽ سندس هم وطن آهي ۽

(1) ’تاريخ معصومي‘: مير معصوم بکري، سنڌي ترجمو، ص 243

(2) ’تحفته الڪرام‘: مير علي شير قانع، سنڌي ترجمو. ص 353.

سندس حوالا پڻ ڪافي مستند آهن. لکي ٿو تہ قاضي "وڏي عمر ۾" پنهنجي قضا جي عهدي تان استعيفا ڏني. (1) اُن وقت ۾ "وڏي عمر" جي اندازي جي لحاظ سان، قدري يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ قاضي صاحب اسي (80) کن ورهين جي ڄمار ۾ استعيفا ڏني هوندي. مير معصوم هڪ ٻئي سنڌي عالم، درٻيلي جي شيخ عبدالله متقي بابت لکي ٿو تہ هو سنہ 947 هہ ۾ گجرات ويو ۽ وڃي قاضي عبدالله جو صحبتي ٿيو ۽ (بعد ۾) مديني شريف ۾ قاضي قادن جي صحبت ۾ رهڻ لڳو. (2) جيڪڏهن شيخ عبدالله متقي 950 هہ ڌاري مديني شريف ۾ قاضي قادن جو صحبتي ٿيو هجي، تہ ان مان گمان نڪري ٿو تہ قاضي قادن 947-950 هہ واري عرصي ۾ قضا جي عهدي تان ستعيفيٰ ڏني ۽ 950 هہ ڌاري سندس عمر ڪم از ڪم اسي (80) ورهيہ هئي. مير معصوم لکي ٿو تہ، "قاضي قادن 958 هہ ۾ وفات ڪئي." جنهن جي تصديق مير علي شير قانع پڻ "تحفته الڪرام" ۾ ڪئي آهي. (3) انهيءَ ڪري ڪافي وثوق سان چئي سگهجي ٿو تہ قاضي قادن ڪم از ڪم اناسي ورهين جي عمر ۾، سنہ 958 هہ ۾ وفات ڪئي؛ انهيءَ لحاظ ڪان سندس ولادت سنہ 870 هہ ڌاري تسليم ڪري سگهجي ٿي. (4) (ڊاڪٽر بلوچ جو حوالو پورو ٿيو). هن مان خلاصو اهو ٿيو تہ قاضي قادن جو جنم اٽڪل 1463 هہ ڌاري ٿيو هوندو ۽ سندس تعليم ۽ تربيت ڄام نظام الدين (ڄام ننڊي) جي آيامڪاريءَ ۾ ٿي.

مير معصوم قاضي قادن جي شخصيت کي هن طرح بيان ڪيو آهي:

"... طرحين طرحين عملي فضليتن سان سينگاريل هو. قرآن مجيد ۽ فرقان حميد ياد هوندو هوس. قرئت ۽ تجويد جو علم ڄاڻندو هو. حديث، تفسير، اصول، فقہ، تصوف ۽ آلي علمن (صرف و نحو) ۾ ڪافي دخل رکندو هو.

اِنشاءِ ۾ پنهنجي وقت جو يگانو هو. ابجد جو علم پڻ ڄاڻندو هو. سلوڪ جي رستن ۾ ڏاڍيون رياضتون ڪيل هئس. حرمين شريفين جي زيارتن سان مشرف ٿيل هو. سيد محمد جونپوري، جو ميران مهديءَ جي لقب سان مشهور ٿيو، جي مريدن ۽ معتقدن جي سلسلي ۾ داخل هو. انهيءَ ڪري شريعت جا عالم مٿس طعنا ڪندا هئا. شاهہ بيگ جي هن فاني دنيا مان گذري

(1) تاريخ معصومي: فارسي متن، ص 202.
(2) ايضاً: ص 204.
(3) 'تاريخ معصومي': فارسي متن، ص 202 ۽ تحفته الڪرام (سنڌي ترجمو)، ص 253.
(4) 'سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ'، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ص 126-127.

وچڻ ڪانپوءِ، مرزا شاهہ حسين جو منظور نظر ٿي، بکر ۾ اُن جي آسپاس جي قضا جا فرائض بجا آڻيندو رهيو ۽ سندس خدمت ۾ جيڪي شرعي ڪيس ايندا هئا، تن جي فيصلي ڪرڻ ۾ نهايت احتياط، اَمانت ۽ دينداري ظاهر ڪندو هو." (1)

قاضي قادن، قضا جي مسند تي پهرين ڪڏهن وينو ۽ ڪيترو عرصو ان عهدي تي رهيو، اها حقيقت اَڃا مُنجهيل پئي لڳي. موجوده روايتن موجب تہ قاضي قادن، ڄام نظام الدين، ڄام فيروز، شاهہ بيگ ارغون ۽ شاهہ حسن ارغون - انهن ڇئني حاڪمن جي آيامڪاريءَ ۾ قضا مسند تي رهيو آهي. شري لطف الله بدوي پنهنجي ڪتاب "تذڪره لطفي" ۾ لکي ٿو تہ "هو (قاضي قادن) ڄام نظام الدين جي صلح واري زماني ۾ ٺٽي قضا جي مسند تي وينو." اڳتي هلي هوَ لکي ٿو. "ڄام فيروز جي گجرات ڀڄي وڃڻ ڪانپوءِ، جڏهن سنڌ پوريءَ طرح شاهہ حسن جي قبضي ۾ اچي وئي، تڏهن مرزا (شاهہ حسن) ڪيس بکر جو قاضي مقرر ڪيو." (2)

شري لطف الله بدوي جي بيان مان ظاهر آهي تہ قاضي قادن ڄام نظام الدين ۽ شاه حسن جي آيامڪاريءَ ۾ قاضي رهيو هو. هوڏانهن ميمڻ عبدالمجيد سنڌي پنهنجي ڪتاب "ڪريم جو ڪلام" ۾ لکيو آهي تہ، "ان ڪانپوءِ شاهہ بيگ ڪيس (قاضي قادن کي) بکر جو قاضي مقرر ڪيو. شاهہ بيگ جي وفات (22 شعبان 928 هہ برابر 8 جولاءِ 1522ع) ڪانپوءِ سندس پٽ مرزا شاهہ حسن جي ڏينهن ۾ بہ هوَ بکر جو قاضي هو." شري ميمڻ جي بيان جو تواريخي آڌار خبر نہ آهي ڪهڙو آهي، پر جيڪڏهن اها حقيقت آهي تہ پوءِ چئبو تہ قاضي قادن ڄام نظام الدين ۽ شاهہ حسن (3) جي زماني ۾ تہ قاضي هو پر شاهہ بيگ جي زماني ۾ بہ قاضي رهيو هو. تحفته الڪرام ۾ وري اَهڙو ذڪر اچي ٿو، جنهن مان پائنجي ٿو تہ هو نہ فقط انهن ٽن حاڪمن، پر چوٿين حاڪم ڄام فيروز جي ڏينهن ۾ بہ قضا جي عهدي تي هو. تحفته الڪرام جو ليکڪ لکي ٿو تہ "ڄام فيروز، شاهہ بيگ جي فوت ٿيڻ جي خبر تي

(1) 'تاريخ معصومي': مير معصوم بکري، سنڌي ترجمو، ص 243.
(2) تذڪره لطفي،: لطف الله بدوي، جلد 1.
(3) مرزا شاهہ حسن جي آيامڪاريءَ ۾ قاضي قادن قضا جي عهدي تي هو، ان ڳالهہ جي تصديق تہ 'تاريخ معصومي' ۾ ص 243 تي آيل بيان ۾ ٿئي ٿي.

خوش ٿي، فاتحه خوانيءَ کي نظرانداز ڪري، تابعداريءَ کان منهن موڙيو. مرزا شاهه حسن انهيءَ کان واقف ٿي، سندس پاڙ پٽڻ جو ارادو ڪيو ۽ ڄام فيروز اها خبر ٻڌي. حافظ رشيد خوش نويس ۽ قاضي قاضن مفتيءَ کي سوڪڙيون ساڻ ڏيئي، قصور معاف ڪرائڻ لاءِ موڪليو." (1)

قاضي قادن ڏاهپ جو ڏٽي ۽ خدا جو خوف رکندڙ شخص هو ۽ پنهنجي عهدي جا فرائض نهايت احتياط ۽ ديانتداريءَ سان بجا آندائين.

قاضي قادن جي ڪتنب جي بابت ڄاڻ سڌي سنئين نموني ڪنهن هنڌ موجود نه آهي. جدا جدا ڪتابن ۾ ڪي اهڙا حوالا اچن ٿا، جن مان سندس ڪتنب بابت ڪجهه ڄاڻ پوي ٿي.

تاريخ معصوميءَ ۾ قاضي قادن بابت بيان جي آخر ۾ چيو ويو آهي ته "... پڇاڙيءَ ۾ هن (قضا جي) جوابداري جي ڪم کان استعيفا ڏنائين ۽ عهدو سندس ڀاءُ قاضي نصرالله جي حوالي ٿيو." (2)

ان حقيقت جي تصديق تحفته الڪرام ۾ به ٿيل آهي. (3)تحفته الڪرام ۾ قاضي نصرالله کي هن طرح بيان ڪيو ويو آهي:

**قاضي نصرالله:** قاضي قاضن جو ڀاءُ قاضي نصرالله ظاهري خواه معنوي ڪماليتن سان سينگاريل هو. وڏن جو طريقو پوريءَ طرح روشن رکندو آيو. قسمت جي ڏينهن پوري ٿيڻ ڪانپوءِ عزت ۽ ناموري سان گذاري ويو." (4)

قاضي قادن کي هڪ ڌيءُ به هئي، جنهن جو نالو بي بي فاطمه هو، اهڙي ڄاڻ پڻ "تحفته الڪرام" (سنڌي ڇاپي) مان ملي ٿي. ته "تحفته الڪرام" (سنڌي ڇاپي) جي صفحي 345- 355 تي مترجم جي فوٽ نوٽ ۾ 'ميان مير' بابت بيان ۾ چيو ويو آهي ته:

"سندس (ميان مير) والده جو نالو بي بي فاطمه هو، جا سنڌ جي مشهور جيد عالم قاضي قاضن جي نياڻي هئي ۽ پنهنجي وقت جي رابع هئي."

'صوفياءِ سنڌ' ڪتاب ۾ بي بي فاطمه کي هن طرح بيان ڪيو ويو آهي:

"اصل نالو فاطمه هوس، ٺٽي جي رهندڙ هئي. حج جي زيارت ڪري

(1) 'تحفته الڪرام: مير علي شير قانع، سنڌي ترجمو، ص 147.
(2) 'تاريخ معصومي': مير معصوم بکري، سنڌ ترجمو، ص 243.
(3) 'تحفته الڪرام': مير علي شير قانع، سنڌي ترجمو، ص 353.
(4) ايضاً: ص 353.

واپس آئي تہ بي بي حاجياڻي بہ چوندا هئس... قرآن مجيد جي حافظ هئي. تلاوت قرآن مجيد سان غير معمولي شفق رکندي هئي. هڪ رات ۽ ڏينهن ۾ سڄو قرآن پورو ڪندي هئي. مڪلي پهاڙ تي دفن ٿيل آهي. (1)

بي بي فاطمہ جي ڪرامتن جون ڪيتريون ئي ڪهاڻيون مشهور آهن.

جيئن مٿي ذڪر ٿيو آهي، مشهور ولي 'ميان مير' (شيخ مير محدي) جيڪو دارا شڪوه جو مرشد هو ۽ جنهن کي مير علي شير قانع دنيا جي ولين جو اڳواڻ ۽ وقت جو قطب سڏيو آهي، سو قاضي قادن جي نياڻي بي بي فاطمہ جو پٽ يعني قاضي قادن جو ڏوهٽو هو. دارا شڪوه، ميان مير جي تاريخ ۽ توصيف بابت فارسي زبان ۾ هڪ ڪتاب لکيو آهي، جو "سڪينته الاوليا" نالي سان مشهور آهي.

تحفته الڪرام ۾ قاضي قادن جي ڏوهٽي 'ميان مير' کي هن طرح بيان ڪيو ويو آهي:

"دنيا جي ولين جو اڳواڻ ۽ وقت جو قطب هو. ظاهري فضيلتن ۾ ڪوبہ سندس مَٽ ڪونہ ٿيو. سندس ولادت سيوستان ۾ سنہ 957 هہ ۾ ٿي. سندس والد، جنهن جو بيان مٿي ٿي آيو ۽ سندس والده ۽ همشيره، هر هڪ حال ۽ ڪشف ڪرامات جو صاحب هو. سٺ سالن کان مٿي لاهور جي شهر ۾ رهي شيخ خضر قادريءَ جو مريد ٿيو..." (2)

ميان مير ۽ بي بي فاطمہ واري رشتي جي بنياد تي، پوري يقين سان ائين بہ چئي سگهجي ٿو تہ اُن وقت جو مشهور عالم قاضي سائين ڏنو، قاضي قادن جو نائي هو. (ميان مير، قاضي سائين ڏني ۽ بي بي فاطمہ جو فرزند هو) ۽ ميان مير جي ڀيڻ بي بي جمال خاتون، قاضي قادن جي ڏوهٽي هئي. تحفته الڪرام ۾ قاضي سائين ڏني کي هن طرح بيان ڪيو ويو آهي:

"حضرت فاروق رضي الله عنه جو اولاد ۽ وقت جو وڏو عالم ۽ متقي هوندو هو. شريعت کي طريقت ۽ طريقت کي حقيقت سان شامل رکندو هو. سيوستان بلڪہ سڄي سنڌ ۾ نامي گرامي ٿي گذريو آهي." (3)

صوفياءِ سنڌ ۾ بي بي جمال خاتون بابت چيو ويو آهي تہ:

"هيءَ سنڌ جي مشهور عارف ميان مير لاهوريءَ جي ڀيڻ هئي. ترڪ

(1) 'صوفياءِ سنڌ': اعجازالحق قدوسي، ص 335.
(2) 'تحفته الڪرام': مير علي شير قانع، سنڌي ترجمو، ص 354.
(3) ايضاً، ص 354.

دنيا ۽ توڪل ۾ پنهنجي دؤر جي "رابع بصري" چورائيندي هئي. تصوف جي تعليم پهرين پنهنجي والده ۽ پوءِ پنهنجي پاءُ ڪان ورتي هئائين. داراشڪوه سندس سندس ڪرامتون "سڪينته الاوليا" ۾ درج ڪيون آهن. 1049 هـ ۾ گذاري وئي. (1)

قاضي قادن هڪ سچو صوفي هو، مير معصوم بکري ۽ مير شير علي قانع، ٻئي تواريخ نويس لکن ٿا ته، قاضي قادن تصوف ۾ ڪافي دخل رکندو هو ۽ سلوڪ جي رستن ۾ ڏاڍيون رياضتون ڪيل هئس. تصوف جو نچوڙ آهي آتما، جا محدود آهي، تنهن کي پرماتما، جو لاحد آهي، تنهن ۾ ملائي هڪ ڪرڻ. سچن صوفين وانگر قاضي قادن جو به اهو اعتقاد هو ته پرماتما کي آهي ٿي پرکي سگهندا، جن پاڻ کي پرکيو آهي.

قاضي قادن دنيوي علمن ۾ ته عالم هو ئي، پر ان کان به وڏي نعمت جا کيس حاصل هئي، سا هيءَ ته سندس اندر جون اکيون کليل هيون، جنهن ڳالهه سندس سون - ورني شخصيت تي سهاڳ جو ڪم ڪيو. هُو دنيوي علم ۽ روحاني رياضتن سان ان حقيقت کي رسيو هو ته لک ڪري دنيوي علم حاصل ڪجن، پر اَصل چيز (پرماتما) ته پنهنجي اندر ۾ آهي.

"پڙهندو پئي ويو، ڪوڙين لک قرآن،
لکي لوڪ نه سگهيو، پاڻي اَندر پاڻ."

قاضي قادن کي اهو تصوف جو رنگ درويشن جي سنگ مان لڳو هو. ميين شاهه ڪريم جي ملفوظات موجب قاضي قادن جي، دربيلي (هن وقت ڏيري) ۾ هڪ مست درويش سان ملاقات ٿي هئي، جنهن کيس حقيقت طرف مائل ڪيو.

اها ڳالهه عالم آشڪار آهي ته قاضي قادن پنهنجي وقت جي مشهور درويش ميران محمد مهدي جونپوريءَ جو مريد ۽ معتقد هو. 'تاريخ معصومي' ۽ 'تحفته الڪرام' ۾ اها حقيقت بيان ڪندي وڏيڪ لکيو ويو آهي ته، ميران محمد مهدي جونپوريءَ جي مريدي اختيار ڪرڻ سبب شريعت جا عالم قاضي قادن تي طعنا هڻندا هئا.

سيد محمد مهدي ولد مير عبدالله خان جونپوري، صوفين جي مهدوي طريقي جو پايو وجهندڙ هو. هوَ بنارس پرسان جونپور ۾ 847 هـ (1443ع) ڌاري ڄائو هو. شيخ دانيال سهروردي جونپوريءَ جو مريد ٿي، اُن کان ظاهري

(1) 'صوفياءِ سنڌ': اعجازالحق قدوسي، ص 331.

۽ باطني تعليم وٺي اهڙو تہ ڪمال ڏيکاريائين جو سندس اُستاد شيخ دانيال خود سندس مريد ٿيو ۽ ستن ورهين جي ڄمار ۾ ئي قرآن ڪريم ياد ڪري ورتو هئائين. ٻارهن ورهين جي ڄمار ۾، داناپور جي علمائن کيس "اسدالعلما" جو لقب ڏنو. اُن وقت هو جوان هو پر تنهن هوندي بہ هو نہ رڳو عالم هو، پر سندس دل احساس مند ۽ زبان پُر تاثير هئي. اهڙو تہ ناميارو ٿيو جو ماڻهو کيس "مهدي مرعود" ڪري سڏيندا هئا. مهدوي تحريڪ درويشانہ هئي، پر باني تحريڪ جي شخصي دعوائن ڪري محدود رهجي وئي.

جونپوري جو حاڪم سلطان حسين دانا پور جي راجا دليپ راءِ کي خراج ڀريندو هو. مهدي جونپوريءَ دانا پور جي راجا خلاف جهاد ڪري، هن کي شڪست ڏني. پوءِ ٻارهن ورهہ جذب جي حالت مٿس طاري رهي. سمورو وقت جهنگلن ۾ گذاريائين. ان بعد سير سياحت جي اِرادي سان، وطن ڇڏي، مالوه، گجرات ۽ دکن ڏانهن ويو، جتي ڪيترا سندس مريد ٿيا ۽ ڪن سندس مخالفت ڪئي. 901 هہ ۾ مکه معظمه ڏانهن ويو ۽ اُتي مهدويت جي دعويٰ ڪيائين. مڪي کان موٽندي احمد آباد ۾ بہ ساڳي دعويٰ ڪيائين. اتي ڪئين ماڻهو سندس مريد ٿيا، جي ساري هندستان ۾ پکڙجي ويا ۽ ماڻهن کي سچي اسلام ڏي سڏڻ لڳا. پر تقليدي عالمن مٿس ڪفر جون فتوائون جاري ڪيون. ان بعد هو ناگوڙ، ٻڙلي ۽ جيسلمير واري رستي کان نصرپور پهتو ۽ اتان ڄام نظام الدين جي آخرين سالن ۾ (910 هہ کان اڳيرو) دارالخلافت ٺٽي ۾ پهتو.(1) اُتي ارڙهن مهينا سلطان سامتيہ جي خانقاهہ ۾ مقيد رهيو. ٺٽي ۾ رهائش واري عرصي ۾ ئي قاضي قادن، مولوي مرزا شاهين بکري، شيخ صدرالدين، مولوي شيخ الياس، پير آسات، شيخ جهنڊو پاٽڻي، قاضي شيخ محمد اُچي جعفري ۽ ٻيا ڪيترا سندس مريد ٿيا، جنهن تي مخدوم بلال جي خليفي سيد حيدر سنائيءَ، مهديءَ جي خلاف قتل جي فتويٰ ڏني. پر مهديءَ جي مريد شيخ محمد اُچيءَ دليلن ۽ براهين ذريعي مرشد جي وڪالت ڪئي ڄام نظام الدين (ڄام نندي) مهديءَ کي ٺٽي ۽ سنڌ مان نڪري وڃڻ

---

(1) تحفته الڪرام ۾ ان جو شيرازي سيدن جي بيان ۾ ڇيو ويو آهي تہ سيد محمد جونپوري سال 876 هہ ۾ ڄام صلاح الدين بن تماچيءَ جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ تشريف فرمائي، منڇر پرڳڻي ۾ مراد اوٺيءَ جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو هو. (تحفته الڪرام: سنڌي ترجمو، ص 466).

جو حڪم ڏنو.(1) مهدي پنهنجن 360 رفيقن سان گڏ دره بولان ڪان قنڌار ڏانهن روانو ٿيو، جتي دستور موجب علمائن سندس مخالفت ڪئي. شاهه بيگ ارغون جي حڪم موجب اتي جي جامع مسجد ۾ مهدي جونپوري قرآن شريف جو اهڙو وعظ ڪيو جو ٻڌندڙ دنگ رهجي ويا. اتان نڪري مهدي جونپوري خراسان ڏانهن روانو ٿيو. گرم سيل وٽ پهچڻ وقت امير ابو سعيد بليدي سندس مريد ٿيو، جنهن جي تبليغ ڪري مڪران ۾ ڪيترائي مهدوي فرقي ۾ شامل ٿيا. "رج" جي شهر ۾ سنه 910 هه (1504ع) ۾ وفات ڪيائين ۽ هو فراه جي شهر ۾ دفنايل آهي. شاهه قاسم عراقيءَ مٿس قبو ٺهرايو. (2)

**مهدوي فرقي جا اصول:** مهدوي تحريڪ تصوف جي هڪ شاخ ۽ اسلام جي ڍانچي جي اندر ايندڙ هڪ فرقو آهي. سنڌ ۾ لکن جي تعداد ۾ ماڻهو هن تحريڪ جا پوئلڳ بڻيا هئا. هن وقت به گجرات، دکن، سنڌ ۽ مڪران ۾ مهدوي فرقي جا پوئلڳ موجود آهن. پاڪستان ۾ سندن تعداد لکن ۾ آهي، جي عام طرح، خاص عقيدن جا پرجوش مسلمان آهن. اهي هر وقت قيامت جو انتظار ڪن ٿا. توبهه ۽ توڪل تي عمل ڪن ٿا. ڏٺيءَ جي پاڃهه تي ايترو ته وشواس اٿن جو منجهائن ڪيترا پنهنجو مال اسباب غريبن ۾ ورهايو ڇڏين. بدي ڪرڻ کان ڪنارو ڪن ۽ هر وقت قيامت جو ڌيان رکن ٿا. شرع جي پابنديءَ تي زور ڏين ٿا. اهي خاص قسم جو ذڪر ڪن ٿا. سندن ذڪر ڪرڻ واري هنڌ کي دائره چون. انهن ۾ اهڙا به معتقد ٿي گذريا آهن، جيڪي اگر شرع جي خلاف ڪا ڳالهه ڏسندا هئا، ته وقت جي حاڪمن جي به پرواهه نه ڪري، اُن کي روڪيندا هئا.

**قاضي قادن ۽ تواريخ سنڌ:** قاضي قادن جو سنڌ جي تواريخ سان گهرو واسطو رهيو آهي. 'طبقات اڪبري' ۾ اهڙو ذڪر اچي ٿو ته شاهه بيگ ارغون بکر جو قلعو قاضي قادن کان ورتو هو. (3) جيڪڏهن اهو حوالو درست آهي

(1) سنڌي ادب ۽ مهدوي تحريڪ: الحاج بخش الله عقيلي، جلد 3، ص 8-9 ذڪر شيخ محمد اڇي، پڻ 'تحفته الڪرام'.
(2) ميران محمد مهدي جونپوري بابت بيان علامه عمر بن داؤد پوٽي جي ڪتاب "شاهه ڪريم بلڙي واري جو ڪلام" (ص 64) ۽ رحيم داد خان مولائي شيدائي جي "تاريخ تمدن سنڌ" جي آثار تي.
(3) 'طبقات اڪبري'، جلد 3، صفحو 517.

تہ ان مان ظاهر آهي تہ ڄام فيروز جي ڏينهن ۾ قاضي قادن بکر ۾ رهندو هو ۽ ضرور يا تہ اتان جو قاضي هو يا ڪو وڏو رسوخ وارو شخص هو، جو شاهہ بيگ جي گهيري وقت بکر جو قلعو سندس وساطت سان شاهہ بيگ کي سونپيو ويو. اُن بعد سمجهجهي ٿو تہ قاضي قادن پنهنجو ڪٽنب وٺي بکر مان لڏو پٽي وڃي ٺٽي ۾ ويٺو. 927 هہ برابر 1520ع ۾ جڏهن شاهہ بيگ ارغون سنڌ تي حملو ڪري ٺٽي ۾ قتل عام ڪرايو، تنهن وقت قاضي قادن جو ڪٽنب بہ ٺٽي ۾ هو ۽ سندس ٻار ٻچا فاتح وٽ قيد ٿي آيا. ”تحفته الڪرام“ ۾ ان واقعي جو ذڪر ڪندي لکيو ويو آهي تہ:

”چون تہ تہ شاهہ بيگ جو لشڪر يارهين ڪان ويهين تاريخ تائين (ٺٽي) شهر کي ڦريندو ۽ (ماڻهن کي) قيد ڪندو رهيو. قاضي قاضن جا ٻار ٻچا پڻ قيد ٿي پيا هئا، جنهن تي هو چرين وانگيان پنهنجن وڇايلن (ڪٽنب) کي ڳوليندو ۽ هر ڪنهن ڳليءَ ۽ رستي ۾ ڦرندو ٿي رهيو.“ (1)

انهيءَ واقعي جو بيان تاريخ معصومي ۾ بہ موجود آهي. مير معصوم لکي ٿو:

”نيٺ انهيءَ وقت جي هڪ عالم و فاضل قاضي قاضن جي ڪوشش سان اها غضب جي باهہ ٿڌي ٿي. ڇاڪاڻ تہ قاضيءَ جو اهل و عيال پڻ قيد هو ۽ چرين وانگيان پنهنجي وڇايلن کي ٺٽي جي گهٽين ۾ ٿي ڳوليائين. نيٺ هڪ خط تيار ڪيائين، جنهن ۾ ماڻهن جي خراب حالت جو ذڪر لکيائين. اهو خط حافظ محمد شريف امام، شاهہ بيگ جي گذارش ۾ آندو. انهيءَ خط پڙهڻ سان شاهہ بيگ جي دل تي وڏو اثر ٿيو ۽ پڙهو گهمايائين تہ ٺٽي جي ماڻهن جي مال ۽ عيال کي ڪوبہ هٿ نہ لائي ۽ پنهنجي ٻتيءَ مان هڪ تير ڪڍي قاضيءَ کي ڏيئي ساڻس گڏ ماڻهو ڏنائين تہ پاڻ جنهن ڏانهن اشارو فرمائين، سو ماڻهو سندس حوالي ڪيو وڃي.“ (2)

مٿيون بيان قاضي قادن جو پنهنجي ڪٽنب ۽ هم شهرين بابت پيار ظاهر ڪري ٿو ۽ پڻ ڏيکاري ٿو تہ سندس لکڻي ڪيتري نہ اثرائتي هئي، جو سندس خط پڙهي شاهہ بيگ جهڙي ڪٺور دل حاڪم جي دل بہ رجي ميڻ ٿي وئي ۽ ٺٽي تي ڦرلٽ بند ڪرڻ جو حڪم ڏنائين.

(1) 'تحفته الڪرام': مير علي شير قانع، سنڌي ترجمو ص 139.

(2) 'تاريخ معصومي': سنڌي ترجمو، ص 154.

نٿي واري واقعي بعد غالباً قاضي قادن پنهنجي ڪٽنب کي واپس بکر روانو ڪيو. شاهہ بيگ جو، اُن بعد، ساڻ گهاٽو رستو ٿي ويو هو. شاهہ بيگ جو مٿس ايترو تہ اعتبار ڄمي ويو هو، جو جڏهن نٿي مان سيوهڻ ڏانهن ٿي ويو، تہ قاضي قادن کي بہ پاڻ سان گڏ کنيائين. واٽ تي ٿلٽيءَ وٽ سنڌ جي فوج جو سپہ سالار دريا خان، جيڪو ساموئيءَ جي ميدان ۾ شاهہ بيگ جي لشڪر هٿان مارجي ويو هو، تنهن جا پٽ محمود ۽ مٺڻ خان، شاهہ بيگ جو مقابلو ڪرڻ لاءِ لشڪر سانباهيو تيار بيٺا هئا. سوڍا سورهہ سارنگ خان ۽ رڻ مل سنڌ جا ٻيا ڪيترا سورما ساڻن شامل هئا.

شاهہ بيگ، قاضي قادن کي موڪليو تہ وڃي انهن کي سمجهائي ٻجهائي ۽ صلح لاءِ ڪوشش ڪري، پر شاهہ بيگ سان رقابت سبب هنن جو قاضي قادن تي وشواس نہ ڄميو، جنهنڪري هن سان ملڻ کان انڪار ڪيائون. (1)

ان بعد سمجهجهي ٿو تہ قاضي قادن شاهہ بيگ کان موڪلائي، بکر ڏانهن روانو ٿيو. 927 هہ برابر 1520ع جي پوئين حصي ۾ شاهہ بيگ سيوهڻ جي قلعي جي مرمت ۽ حفاظت جو بندوبست ڪري بکر ڏانهن روانو ٿيو. بکر کان اڃا ٽن منزلن تي هو تہ قاضي قادن بہ اچي ساڻس مليو ۽ عزت آبرو سان سرفراز ٿيو.(2) بکر کان هڪ منزل اوريان، ڄام فيروز طرفان شاهہ بيگ لاءِ سوکڙيون پهتيون، جيڪي سمجهجي ٿو تہ قاضيءَ جي هٿان ئي ان کي پيش ڪيون ويون. شاهہ بيگ جي بکر پهچڻ بعد قاضي قادن پنهنجن پائرن سميت ساڻس ملاقات ڪرڻ لاءِ ويو.

"تاريخ تمدن سنڌ" ۾ چيو ويو آهي تہ ڄام صلاح الدين جي شڪست کانپوءِ قاضي قادن کي ڄام فيروز، مرزا شاهہ حسن ڏانهن ايلچي ڪري موڪليو. مرزا، قاضي صاحب کي سندس ماڻهن سميت خلعتون عطا ڪيون. (3)

شاهہ بيگ ارغون جو قاضي قادن تي ايترو تہ وشواس ڄمي ويو هو جو ڪيترين ئي ڳالهين ۾ هن جي صلاح کانسواءِ قدم بہ نہ کڻندو هو. ڌاريچا سردار جيڪي شاهہ بيگ جي اک ۾ ڪنڊي وانگر ٿي چڀيا، تن جي سرڪشيءَ بابت بہ هن قاضي قادن کان راءِ پڇي. قاضي قادن ڪيس ٻڌايو تہ

(1) تاريخ معصومي: سنڌي ترجمو، ص 117-118.
(2) ايضاً: ص، 121.
(3) "تاريخ تمدن سنڌ": رحيم داد خان مولائي شيدائي، ص 379.

هي سرڪش ماڻهو آهن ۽ سختيءَ بنا شانتي (امن) قائم ٿي نہ سگهندي. سندس صلاح ڪي خيال ۾ رکي، شاهہ بيگ انهن سردارن کي قتل ڪرائڻ جو حڪم ڪيو. (1)

شاهہ بيگ جي وفات (آگسٽ 1522ع) بعد مرزا شاهہ حسين ارغون تخت تي ويٺو. شاه حسن جي ڄام فيروز سان ڪانہ ٺهي پئي، پر قاضي قادن انهن ٻنهي وچ ۾ مفاهمت پيدا ڪرڻ لاءِ سانده ڪوشش ڪندو رهيو.

قاضي قادن هڪ شاعر طور تہ اعليٰ جاءِ رکي ٿو، پر مٿين بيانن مان پتو پوي ٿو تہ هو پنهنجي وقت جي هڪ عظيم شخصيت هو، جنهن کي اُن زماني جي علمي ۽ سياسي حلقن ۾ بہ اهميت ڀري جاءِ حاصل هئي.

**قاضي قادن** 958 هہ برابر 1551ع ۾ وفات ڪئي.

(1) 'تاريخ معصومي؛ مير معصوم بکري، سنڌي ترجمو، ص 123.

# قاضي قادن جي شاعري

قاضي قادن سنڌي ٻوليءَ جو پهريون شاعر آهي، جنهن جو وڏي مقدار ۾، باسَنَدَ، لکيل ڪلام اسان کي مليل سگهيو آهي. هيستائين هن جا فقط ست بيت موجود هئا، جيڪي علامه ڊاڪٽر عمر بن داؤد پوٽي جي محنت ۽ جفاڪشيءَ سان، اصلي ماخذن مطابق، ڪافي صحيح صورت ۾، علم ادب ۾ چاهه رکندڙن جي ڏيان تي آيا هئا. تازو ئي هرياڻا مان مليل سندس 112 بيتن (چند چاڻ بعد) کي ملائي، سندس بيتن جو ڪل تعداد وڌي هاڻي 117 ٿيو آهي. (اڳين بيتن ۽ تازو لڌل بيتن ۾ 2 بيت عام آهن.)

قاضي قادن سمن جي دور جي آخر واري وقت جو شاعر آهي. ان وقت تعليم جي ٻولي عربي هئي ۽ سرڪاري ڪمن ۽ ڪاروبار وغيره لاءِ پارسيءَ جو واهپو بہ شروع ٿي ويو هو. موجود سامگريءَ موجب، اُن وقت تائين سنڌي شاعري اڃا چارڻن، ڀٽن - ڀانن ۽ سگهڙن جي زباني روايتن تائين محدود هئي، جيڪي اُن وقت جي سردارن جي بهادري ۽ سخاوت جا قصيدا ڳائيندا ۽ عشقيہ داستان بيان ڪندا هئا. بعد ۾، ڳاهن وارين ڳالهين ذريعي سنڌيءَ ۾ قصه خواني ۽ داستان -گوئيءَ جي روايت اُسري، ساهتڪ معيار کي پهتي.

اُن وقت تائين جي سنڌي شاعريءَ جو مکيہ طرح ٽي ڌارائون هيون. هڪ اُها شاعري، جنهن ۾ مڪاني لوڪ ڪهاڻيون ۽ اُن وقت جون ٻيون ڪهاڻيون ۽ نيم تواريخي ڪهاڻيون، جهڙوڪ سسئي پنهون، سهڻي ميهار، عمر مارئي وغيره بيان ٿيل هيون. ٻي اها شاعري جنهن ۾ ان وقت جي سردارن جي سورهيائي ۽ سخاوت جي واکاڻ ڪئي ويندي هئي. ان قسم جي شاعريءَ کي عام طرح درباري شاعري سڏيو ويندو آهي. ٽئين قسم جي شاعري وري اُها هئي، جيڪا مذهبي پرچارڪ، دين ۽ اخلاق جي تبليغ لاءِ ڪندا هئا. اُن ۾، زور هدايتن ۽ نصيحتن تي هو. پير صدر الدين ۽ پير ڪبيرالدين جا 'گنان' ان قسم جي شاعريءَ جو ئي مثال آهن.

قاضي قادن اُن وقت جي قصيده گوئي ۽ قصه خوانيءَ واري درباري شاعري توڙي مذهبي پرچار واري شاعريءَ کي هڪ نئون موڙ ڏيئي، سنڌي شاعريءَ کي ادبي معيار عطا ڪيو. هن سنڌي شاعريءَ کي چارڻن ۽ ڀٽن جي

قصيدن ۾ سمايل مبالغي جي ذہڻ مان ڪيو، اُن کي فڪر ۽ فلسفي جي پڪي پختي زمين تي آندو ۽ ان کي اهو آڌار ڏنو، جنهن تي اڳتي هلي، اساسي (ڪلاسيڪي) سنڌي شاعريءَ جي عمارت ڪڙي ٿي. هن سنڌي شاعريءَ مان مذهبي پرچار جي ڪوڪلائپ کي هٽائي، اُن ۾ تصوف ۽ معرفت جا ڳوڙها روحاني راز ۽ معنيٰ جا موتي پويا.

قاضي قادن قرآن جو حافظ ۽ پنهنجي وقت جو يگانو عالم هو. اُن وقت سرڪاري ٻولي عربي هئي ۽ پارسيءَ جو بہ ٻول ٻالا هو. ظاهر آهي تہ عربي ۽ پارسيءَ تي سنڌس وڏو عبور رهيو هوندو. ايتري هوندي بہ، ۽ اُن وقت جي سرڪاري ڍانچي ۾ هڪ وڏي رسوخ واري حيثيت رکندي بہ، هن اظهار جي ماڌيم لاءِ پنهنجي ڏيهي زبان سنڌيءَ کي ئي چونڊيو. هن حڪومت جي سايع کان وانجهيل ڏيهي زبان سنڌيءَ جي صلاحيتن کي پرکيو ۽ ان ۾ تصوف جي باريڪ نڪتن ۽ ويدانت جي ڳوڙهي فلسفي کي بيان ڪرڻ جي قوت پيدا ڪئي. قاضي قادن زباني روايت تائين محدود، اڻ گهڙيل سنڌي شاعريءَ کي نئين سوچ، محاورو نئين محاڪات (Imagery) ۽ نئين عمارت ڏني.

اهي حقيقتون قاضي قادن کي سنڌي شاعريءَ جي باني ۽ پٽڪندڙ سنڌي شاعريءَ کي نئين واٽ ڏيکاريندڙ جو دَرجو ڏياريِن ٿيون. سندس سوچ، محاوري، محاڪات ۽ عمارت کان، ڪائنس پوءِ وارا ڪيترائي شاعر متاثر رهيا، جن ۾ شاهہ ڪريم ۽ شاهہ عبداللطيف جهڙا عظيم شاعر بہ شامل آهن. ڪائنس پوءِ وارن شاعرن جي مضمونن ۽ عنوانن تي سندس اثر هيٺين ڪن مثالن مان ظاهر آهي:

قاضي قادن جو بيت:

اکر ٻيا وسار، الف اڳهون ئي ياد ڪر؛
سو تون ڏيئو پار، جو نہ اُجهيئہ ڪڏهين. (6)

شاهہ عبداللطيف جو بيت:

اکر پڙهہ الف جو، ٻيا ورق سڀ وسار؛
اندر تون اُجار، پيو پنا پڙهندين ڪيترا.
(سريمن ڪلياڻ)



قاضي قادن جو بيت:

لائي لام الف سان، ڪاتب لکين جيئن،
مون هنيڙو پريان سان، لڳو آهي تيئن. (7)

شاھ عبداللطيف جو بيت:

ڪاتب لکين جيئن، لائي لام الف سان؛
اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾. (سريمن ڪلياڻ)

○

قاضي قادن جو بيت:

ستو سڄي رات، مهه ڍڪي مُوئن جيئن؛
نه تو سنبل تات، نه تو جهوري آهه ڪا. (83)

شاھ عبداللطيف جو بيت:

ستين سنجهيئي، منهن ويڙهي موئن جيئن؛
اوجاڳو اکين کي، ڇاتوءِ نه ڏيئي؛
هتان تو پيئي، تي ڪڇو ڪيڇين کي ڪرين. (سر ڏهر)

○

شاھ عبداللطيف وانگر ئي، شاھ عبدالڪريم تي به قاضي قادن جو گهاٽو اثر، چٽيءَ طرح نمايان آهي. قاضي قادن جي وفات وقت، شاھ ڪريم اڃا ڇوڏهن ورهين جو هو؛ پر قاضي قادن جا بيت هتان هتان ٻڌي، هو انهن کان ايتري قدر ته متاثر ٿيو هو، جو اُهي ياد ڪري ڇڏيا هئائين ۽ پنهنجي سماع جي مجلسن ۾ اُهي پڙهندو هو. پنهنجي مجلسن ۾ قاضي قادن جا جيڪي بيت پڙهيائين، تن مان ست محفوظ رهجي ويا ۽ 'بيان العارفين' ۾ درج ٿي، روشنيءَ ۾ آيا. انهن مان ٽن بيتن جي مضمون ۽ معنيٰ کان متاثر ٿي شاھ ڪريم پاڻ پنهنجا بيت چيا. (1) اها ڳالهه پنهنجي ليکي شاھ ڪريم تي قاضي قادن جي اثر ۽ معنوي خيال کان قاضي قادن جي معيار ۽ مقبوليت جي شاهدي پيري ٿي، شاھ ڪريم جي بيتن تي قاضي قادن جو اثر هيٺئين مثال مان ظاهر آهي:

قاضي قادن جو بيت:

پهرين پاڻ وڃاءِ، پاڻ وڃائي سو لهي؛
من اندر مهه پاءِ، توئي اندر سپرين. (34)

---

(1) ڏسو 'شاھ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام' (1937ع) ڊاڪٽرعلامه عمر بن داؤد پوٽو، ص 25-26، 88 ۽ 93-94.

شاهه ڪريم جو بيت:

پيرين پاڻ وڃاءِ، پاڻ وڃائي هوءِ لهه؛
تهان ڏار نہ سپرين، مه منجهئين پاءِ. (30)

شاهه ڪريم بعد شاهه لطف الله قادريءَ بہ ڪي بيت قاضي قادن جي بيتن کان متاثر ٿي چيا آهن. ان طرح ميين عنات ۽ پڻ بعد وارن ٻين ڪيترن سنڌي شاعرن تي قاضي قادن جي فڪر، محاوري ۽ عبارت جو زوردار اثر ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

قاضي قادن جي شاعري تصوف ۽ ويدانت جي شاعري آهي. سندس شعر تي تصوف جي فلسفي جي ڇاپ جو سبب اهو آهي، جو هو جنهن زماني ۾ ٿي گذريو آهي، تنهن زماني ۾ تصوف هن نيڍي کنڊ تي چڙهي تہ چانيو پيو هو. سنڌ تي تصوف جو اثر نيڍي کنڊ جي ٻين حصن جي ڀيٽ ۾، پاڻ وڌيڪ رهيو هو، ڇو تہ هن نيڍي کنڊ لاءِ تصوف جو دروازو ٿِجڻ جو شرف سنڌ کي ئي حاصل آهي.

ازل کان انساني روح دائما سچ (الحق) جو آزمودي ڪرڻ ۽ اُن کي حاصل ڪرڻ جو آہلاڪو (ڳولاؤ) رهيو آهي. انساني روح جي ان ازلي آہلاڪا کي 'رهسيہ واد' سڏيو ويو آهي، جو دراصل هر مذهب جي هڏ ۾ سمايل آهي. روايتي مذهب، تمام پابندين ۽ پيچيدگين سبب، 'دائما سچ' جو مشاهدو ماڻڻ جي گهري آہلاڪا رکندڙن کي سڪون بخشڻ کان قاصر رهيا آهن، ان ڪري، اُهي داما سچ کي اکئين پسڻ ۽ اُن سان شخصي پيوند پائڻ لاءِ ڪن ڳجهہ ڳجهاندر روحاني آزمودن جي واٽ وٺن ٿا. اهڙي ئي هڪ واٽ آهي تصوف، جو اسلام جو 'رهسيہ واد' آهي.

تصوف يا صوفي مت موجب 'خدا' دوُر جي چيز نہ آهي. صوفي خدا سان هڪ شخصي ۽ گهاٽي سڳ جو انيو ڪن ٿا. صوفين جو مقصد آهي ڪائنات جي اُپائڻهار کي سڃاڻڻ، جو بالا آخر پاڻ سڃاڻڻ تي وڃي ٿو دنگ ڪري. قاضي قادن جي شعر ۾ بہ سڄو زور پاڻ سڃاڻڻ تي آهي.

ليهان لڪ ڪيام، پسڻ کي پاڻان پرين؛
سوجهي سيڻ لڌام، من منجهين ئي سپرين.
(قاضي قادن)

پهرين پاڻ پرک، پرين پرکڻ ساڪڙا؛
در پي سوئي رک، جتان ڏکا نہ لهين.
(قاضي قادن)

تصوف يا صوفي مت جو روح روان آهي وحدت الوجود وارو عقيدو. وحدت الوجود جو مطلب آهي هم اوست يا سڀ ڪجهہ اهو ئي آهي. اڪثر صوفي عارف انهيءَ متي تي هليا آهن. قاضي قادن بہ، جيئن سندس شعر مان ظاهر آهي، وحدت الوجود واري عقيدي تي هندڙ هو. اهو سندس اڳين موجود ستن بيتن مان بہ ظاهر هو. انهن بيتن مان هڪ ۾ چيو اٿس:

"لا" لاهيندي ڪن ڪي، "لا" مورهين ناهہ؛
بالله ري پريان، ڪٿ نہ دسي ڪو ٻئو.

قاضي قادن جي تازو مليل بيتن تي بہ اهو خيال ڇانيو پيو آهي. چوي ٿو:

پاڻي واٽي رنگ ۾، پاٽو واڻ رتاس؛
رنگيندڙو پاڻي ڏٺي، سڀي رنگ سناس.

لڳي ٿو تہ اهو ئي خيال آهي، جنهن کان متاثر ٿي شاهہ عبداللطيف لکيو آهي، تہ:

پاڻ ئي پسي پاڻ کي، پاڻ ئي محبوب؛
پاڻ ئي خلقي خوب، پاڻ ئي طالب تن جو.
يا (شاهہ)

پاڻ ئي جل جلالہ، پاڻ ئي جان جمال،
پاڻ ئي صورت پرينءَ جي، پاڻ ئي حسن ڪمال،
پاڻ ئي پير مريد ٿئي، پاڻ ئي پاڻ خيال،
سڀ سڃوئي حال، منجهان ئي معلوم ٿئي.
(شاهہ)

قاضي قادن جو بہ مت آهي تہ پرين هر هنڌ ۽ هر دائري ۾ موجود آهي. ساڳئي وقت ان کي پسڻ لاءِ پنهنجي خودي ختم ڪرڻ ۽ وجود وڃائڻ تي بہ زور ڏنو اٿس.

واحد هنڌين دائرين، هيڪڙيو ميئي؛
جنهين جان جدا ڪي، پسندا سيئي.
(قاضي قادن)

مطلب تہ قاضي قادن جو ڪلام تصوف جي باريڪ نڪتن، رمزن ۽ رازن سان ڀريل آهي. روحاني راهہ تي هلندڙن لاءِ هن جو ڪلام مشعل راهہ مثل آهي. سالڪن ۽ صوفين جي تعليم و تربيت خواه رهبري ۽ رهنمائيءَ لاءِ، اُن ۾ بيشمار هدايتون ميسر آهن.

قاضي قادن جي شعر تي ٻيو چٽو اثر آهي ويدانت جو. ويدانتي فلسفي جو نچوڙ آهي تہ برهم، تت يا سڄي ڪائنات جو وجود هڪ ئي آهي، ٻيو جو ڪجهہ آهي. سو مايا يا طلسم آهي. برهم ۽ جيوَ وچ ۾ مايا ويڇو وِيجهي ٿي. جيوُ آگيان جي ڀولي ۾ ڀلجي هن ناسونت سنسار (فاني دنيا) کي سچ سمجهي ويٺو آهي. اصلي چيز - برهم، پرماتما (الحق) - کي هو وساري ويٺو آهي. قاضي قادن ويدانت جي ان فسلسفي کي هن طرح بيان ڪيو آهي:

ڀرين وساري رت روئن، ڪہڏي ري ڪارڻ؛
ڪنچن راس وڃاءِ ڪي، ڀڪئن ڌوڙ ڀون.

ساڳيو خيال تلاوَ، ڪنول ۽ ڏيڏر واري تمثيل ذريعي بہ ظاهر ڪيو اٿس. سنسار روپي تلاوَ ۾ برهم (الحق) روُپي ڪنول بہ ڦلاريو پيو آهي، پر انسان روپي ڏيڏر، جنهن کي اُن جي سمڪ ئي نہ آهي، سو تلاوَ جي تري ۾ ليٽڙيون پائي مٽي ويٺو کائي.

جي سالوُرو سڌ لهي، ڪنولان سندي ڪاءِ،
تہ پيو پاتال ۾، هوند نہ مٽي کاءِ.
(قاضي قادن)

ان طرح، تصوف ۽ ويدانيت قاضي قادن جي ڪلام ۾ تاڃي پيٽي جيان لڳا پيا آهن.

قاضي قادن جي شعر ۾ ’سسئي پنهون‘، ’سهڻي ميهار‘ ۽ ’عمر مارئي‘ وارين لوڪ ڪهاڻين جا ڪي حوالا ملن ٿا، پر اُنهن کي هن توُڪي ۾، تمثيلن طور ڪتب آندو آهي. سندس شعر ۾ ’ڳالهہ‘ يا ’بيان‘ تي نہ، پر فڪر ۽ معنيٰ تي زور آهي.

تمثيلن (روپڪن) لاءِ به هن جيڪي تشبيهون (اپمائون) ڪم آنديون آهن، سي سموريون ڏيهي ۽ پنهنجي آس پاس جي ماحول مان ڪنيل آهن. تلاوَ، هنس پکين ۽ ڪنول جي گل واريون تشبيهون، پاپيهي (چاتڪ) جي تڙڦي مرڻ، سامونڊي سفرن، پيڙين، تارن ۽ تلهڙن واريو تشبيهون توڙي ويچن ۽ واڍوڙين جا ذڪر؛ مهراڻ ۽ ساگري واه واريون تمثيلون، اهو سڀ اسان جي پنهنجي زمين ۽ پنهنجي زندگيءَ مان ورتل آهي، جن سان اسان جي سڃاڻپ آهي. سندس شعر تي ٻاهريون، يا جيئن ٻين ڪن اساسي شاعرن تي جيڪو پارسي اثر آهي، سو ڏسڻ ۾ ئي نٿو اچي. ساقي، شراب ۽ پيالين وغيره جي ذڪر وارو پارسي اثر، جيڪو شاهه عنات ۽ ٻين ڪن اساسي شاعرن جي شعر تي آهي، سو لڳي ٿو ته، قاضي قادن ڪان پوءِ، سنڌي شاعريءَ تي پيو آهي. قاضي قادن جو شعر ان کان بلڪل اَڇُتو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "ميين شاهه عنات جو ڪلام" ڪتاب ۾ ڄڻايو آهي ته ميون شاهه عنات پهريون سنڌي شاعر هو، جنهن پنهنجي شعر ۾ هنجهن جو ذڪر ڪيو آهي. پر قاضي قادن جا تازو مليل بيت ڏيکارين ٿا ته هنجهن جو ذڪر شاهه عنات کان گهڻو اڳ، سنڌي شاعريءَ ۾ موجود آهي. قاضي قادن انهن جو چڱو ئي ذڪر ڪيو آهي.

جوڳين ، ڪاپڙين، آدسين وغيره جي ذڪر جي حوالي ۾ به ڊاڪٽر بلوچ اهڙو ئي رايو ظاهر ڪيو هو. "ميين شاهه عنات جو ڪلام" ۾ ڊاڪٽر بلوچ چوي ٿو: (1)

(ميين شاهه عنات جون) "غير مسلم طبقي وارن توحيد ڏانهن مائل فقيرن، جهڙوڪ جوڳين، ڪاپڙين، آديسين، سنياسين ۽ سامين سان به ذاتي صحبتيون ٿيون."

"ميون شاهه عنات غالباً پهريون سنڌي شاعر آهي، جنهن انهن (غير مسلم) فقيرن جي ڪن خاص فرقن، جهڙوڪ سيتپوري، راميسري ۽ مهيسريءَ جا اُهڃاڻ ڏنا آهن ۽ گورو گورکناٿ ۽ سامي سڏ ناٿ جا نالا ڪنيا آهن."

پر جوڳين جو ذڪر قاضي قادن جي ڪلام ۾ به ملي ٿو. هن جو هڪ مشهور بيت آهي:

---

(1) ميين شاهه عنات جو ڪلام": ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ص 41.

جوڳيءَ جاڳايوس، ستو هئس ننڊ ۾؛
تهان پوءِ ٿيوس، سنڌي پريان پيچري.

تازو مليل بيتن ۾ هي بيت هن طرح ڏنل آهي:

ستو هتوس ننڊ ۾، جوڳيءَ جاڳايوس،
مر وڃايائين مون منان، تت ويڪايوس.

بيت جي ٻنهي روپن مان هڪ ڳالهه ته بلڪل صاف آهي ته هو جوڳين کان واقف هو ۽ ڪنهن اهڙي جوڳيءَ جي صحبت ۾ آيو هو، جنهن ڪيس اڳيان جي ننڊ مان ڏنوڏاڙي اٿاريو ۽ سندس جيوت ۾ انقلابي ڦيرو آندو. جوڳين ۽ فقيرن سان سندس واسطو ڪو گهرو ٿو ڏسجي. هڪ بيت ۾ چوي ٿو:

تون ويرون ٿي وير، جوڳي سو جو جڳ ۾.

’وير‘ يا ’بير‘ سچن جوڳين ۽ ويراڳار جي چاڻن کي چئبو آهي. جيئن دادوءَ ڪبير لاءِ چيو آهي، ”اپنا مستڪ ڪاٽ ڪر، بير هئا ڪبير.“

قاضي قادن نه فقط جوڳين کان واقف هو ۽ انهن جو ذڪر ڪيو اٿس، پر سندس بيتن مان پتو پوي ٿو ته هو يوگ (جوڳ) جي تمام اوچين منزلن کي وڃي رسيو هو. (1) سندس بيتن ۾ هٺ يوگ جي تمام اوچين منزلن جو به ذڪر ملي ٿو، جنهن تي مون هڪ جدا مضمون ۾ وستار سان لکيو آهي. ان سواءِ سندس ڪلامن ’سَچن سپن‘، ’مٺيئارن سپن‘ ’منگل جي داهه (باهه)، جهڙيون غير مسلم عقيدن واريون تشبيهون به ملن ٿيون. جن جي مد نظر چئي سگهجي ٿو ته هو پهريون سنڌي شاعر آهي، جنهن انهن تشبيهن کي ڪم آندو آهي.

**ڇند :** قاضي قادن جا هيستائين موجود ست بيت، جيڪي ’بيان العارفين‘ مان مليا هئا، تن جي شاعرائي شڪل جي ڇند ڇاڻ ڪرڻ وقت ٿي اهو پڌرو ٿي بيٺو هو، ته هن جو شعر، شعر رچڻ جي ڀارتي طريقي تي ٻڌل آهي. انهن ۾ به دوها، تي ٻڙا دوها، هڪ سورٺو ۽ هڪ ٽونويري دوهو هو.(2) سندس تازو مليل بيتن سان فقط اها حقيقت وڌيڪ پڌري ٿي بيٺي

(1) ڏسو سندس بيت نمبر 22، هن ڪتاب جي بيتن واري ڀاڱي ۾.
(2) شاهه عبدالڪريم (انگريزي): ڊاڪٽر موتي لعل جوتواڻي، ص 33.

آهي، تہ سندس اڄ تائين موجود جملي بيت، چند شاستر جي دوها، سورٺا، ٻڙو دوهو ۽ تونوبري دوهو چندن ۾ رچيل آهن. تازو مليل بيتن ۾ 65 ڊوها، 44 سورٺا، 2 ٻڙا دوها، هڪ تونويري دوهو، بہ چوپدا ۽ هڪ ٽِہ پدو آهن.

قاضي قادن جي تازو مليل 112 بيتن کي ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪڙا اهي بيت آهن، جن ۾ بہ مصرائون آهن ۽ ٻيا اهي بيت جن ۾ ٻن کان وڌيڪ مصراعون آهن. سندس هڪ سؤ نوَ بيت ٻن مصراعن وارا ۽ ٽي ٻن کان وڌيڪ مصراعن وارا آهن. سنڌيءَ جي ڪن عالمن کي ڀهرين اهو اثر وينل هو تہ سنڌيءَ ۾ ٻن کان وڌيڪ مصراعن ۾ ڪلام چوڻ جي شروعات، سڀ کان ڀهرين شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ ڪئي هئي. پر پوءِ شاهہ عنات ۽ شاهہ لطف الله قادريءَ جا چڱي تعداد ۾ ٻن کان وڌيڪ مصراعن وارا بيت ملڻ ۽ شاهہ ڪريم جا ٽي ٽن مصراعن وارا بيت ملڻ بعد اهو اثر هٽيو.

شاهہ ڪريم جي شعر جي حيثيت تي تبصرو ڪندي، علامہ داؤد پوٽي لکيو هو، "شاهہ ڪريم جي ڪلام ۾ ٽي بيت (عدد 48، 56، 88) تہ تڪا آهن، جي تاريخي لحاظ کان شعر جي ترقيءَ ۾ هڪ سونهري ڪڙي آهن."(1)

شاهہ ڪريم کان پوءِ جي، پر شاهہ عبداللطيف کان اڳ جي شاعر لطف الله قادريءَ جا پندرهن ٻن کان وڌيڪ مصراعن وارا بيت روشنيءَ ۾ اچڻ تي علامہ داؤد پوٽي لکيو هو، "..... اهڙا بيت ڪل 15 آهن، جن مان هڪ ٽن سٽن وارو، ڏهہ چئن سٽن وارا، بہ پنج سٽا، هڪ ڇهہ سٽو ۽ هڪ ست سٽو بيت آهن. انهن مان خبر پوي ٿي تہ شاهہ ڪريم جي وفات کان ٿورو پوءِ سنڌي بيت ۾ ڪيتري قدر نہ ترقي ٿي ويئي هئي." (2)

پر، قاضي قادن جا هيستائين جيئن تہ سمورا (ست) ئي بيت ٻن تڪن وارا هئا، ان ڪري اهو اثر رهجي ويو هو تہ سندس شاعري فقط ٻن مصراعن وارن بيتن تائين ئي محدود آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي، "قاضي قادن جي ڪلام ۾ 'سنڌي دوهي' کان وٺي 'سنڌي بيت' تائين ارتقا جون سڀيئي صورتون ملن ٿيون، مگر سندس بيت ٻن مصراعن تائين محدود آهن."(3)

---

(1) 'شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام': علامہ داؤد پوٽو، ص 28.
(2) ماهوار نئين زندگي: سيپٽمبر 1958ع جي پرچي ۾ علامہ دائود پوٽي جو ليک"سنڌي قديم شاعري".
(3) 'شاهہ لطف الله قادريءَ جو ڪلام': نبي بخش خان بلوچ ص 23.

پر تازو هرياڻا مان قاضي قادن جا جيڪي بيت مليا آهن، تن ۾ ٻہ چئن تڪن وارا ۽ هڪ ٽن تڪن وارو آهي (عدد 69، 72، 109) جنهن مان ان نتيجي تي پهچجي ٿو تہ سنڌيءَ ۾ ٻن کان وڌيڪ تڪن وارا بيت چوڻ جي روايت شاهہ لطيف، شاهہ عنات، شاهہ قادريءَ شاهہ ڪريم کان بہ اڳ، قاضي قادن واري وقت ۾ بہ هئي.

ساڳيءَ طرح 'وراڻ' يا 'تڪرار' واري فني سٽاءِ پڻ اسان کي قاضي قادن جي ڪلام ۾ ملي ٿي. ساڳئي مضمون کي ورجائڻ خاطر، هن هڪ يا هڪ کان وڌيڪ بيتن ۾ ساڳيا الفاظ، فقرا يا اصطلاح ورَائي، ان شاعرانہ انداز سان پنهنجي شعر ۾ خوبصورتي پيري آهي.

قاضي قادن جي بيتن ۾ 'وراڻ' جا ڪي مثال:

حقيقي مون سيڻ، وسن سهر حقيق ۾؛
ڳالهہ چون حقيقيان، چون حقيقي ويڻ.

يا

سفيفي مون سيڻ، وسن سهر سفاف ۾؛
ڳالهہ چون سفافيان، چون سفافي ويڻ.

يا

جي مون ڏيئين لک ڏڙ، ڏڙ ڏڙ لک سران،
سر سر لک مهان تيئين، مهہ مهہ لک ڄڀان،
سڄي ڄڀان تکيان، هڪڙيان لوان،
صفت تنهنجي راڄيا، تي هون ڪيئن ڪران.

## قاضي قادن جي شعر جي ٻولي:

قاضي قادن جي تازو مليل بيتن جي ٻولي سرائڪي/ ملتاني ۽ پنجابيءَ کان متاثر ٿيل سنڌي آهي. سرائڪي/ ملتاني اثر ٻوليءَ جي وياڪرڻ واري روپ يا جوڙجڪ تي ڇانيل آهي، ٻوليءَ جي شبداولي (Vocabalary) ان کان گهٽ متاثر نہ ٿي آهي. قاضي قادن بکر جو رهندڙ هو، جو اتر سنڌ ۾ آهي. اهو علائقو جاگرافيائي طرح ملتان کي ڪافي ويجهو آهي. سنڌ ۽ ملتان جا صدين کان پاڻ ۾ سياسي، روحاني ۽ ثقافتي لاڳاپا رهيا آهن ۽ ملتان صوفين

جو ڳڙه بہ رهيو آهي. ان ڪري قاضي قادن جي سنڌي ٻوليءَ تي اِهو اثر سياويڪ آهي. وچ ۾ سنڌ ۽ سنڌ جي هيٺئين حصي ۾ اسمن جا عدد جمع ٺاهڻ وقت اَڪارانت لفظن کي اَڪارانت ڪندا آهن. جيئن مالُ - مالَ، اَنبُ - اَنبَ. يا ڪن حالتن ۾ لفظ جي پنيان 'ئون' جوڙيو ويندو آهي، جيئن ڳالهہ جو ڳالهيون، چپ جو چپون. پر مٿين سنڌ ۾ عدد جمع ٺاهڻ لاءِ لفظ جي پنيان "آن" وجهن. جيئن دانهن جو دانهان، چپ جو چپان. قاضي قادن جي ٻولي مٿين سنڌ جي آهي، ڇو تہ سندس ٻولي ۾ سمورا عدد جمع "آن" سان ختم ٿين ٿا. سندس ضمير پڻ ڏيکارين ٿا تہ سندس ٻولي مٿين سنڌ جي آهي. جيئن تہ،

عيد ڪريندو ڪير، ماکي (مون کي) سڄڻ ڳڏيو.

سندس بيتن ۾ صفتون ۽ گرامر جا ٻيا روپ پڻ اهو ظاهر ڪن ٿا تہ سندس ٻولي مٿينءَ سنڌ (سري) جي سنڌي آهي. قاضي قادن جي سنڌيءَ تي پنجابي اثر بہ ظاهر آهي. سندس شعر ۾ ڪم آيل لفظن ۾ 'ن' جي جاءِ 'ڻ' ڪتب آيل ڏسڻ ۾ اچي ٿو. جيئن قرآن کي هو قرآڻ ۽ 'جوان' کي 'جواڻ' ڪري ٿو ڪم آڻي. بيتن (وچن) لفظ کي هو 'ويڻ' ڪري ٿو ڪم آڻي. 'ن' جي بدران 'ڻ' جو اهو استعمال ٻوليءَ تي پنجابي اثر ڏيکاري ٿو.

قاضي قادن جيتوڻيڪ قرآن جو حافظ هو ۽ عربي پارسيءَ جو بہ عالم رهيو هوندو. تنهن هوندي بہ سندس سنڌي ٻوليءَ تي انهن ٻولين جو اثر تمام ڇڊو يا چئجي ڪٿي تہ نہ جهڙو آهي. سندس ڪلام ۾ ڳاڻ ڳڻيا عربي پارسي لفظ يا انهن جا تديو ڪم آيا آهن. انهن ۾ بہ گهڻائي اسمن جي آهي، جيڪي ظاهر آهي تہ ڪيس لازمي طرح ڪم آڻڻا پيا آهن. ٻئي طرف سندس ڪلام ۾ نج سنسڪرت ۽ پراڪرت جا لفظ يا انهن جا تديو روپ تمام وڏي ماترا ۾ ملن ٿا. رانري، سرپ، ڪنچن، راس، سالور وغيره ان جا چند مثال آهن.

عام طرح قاضي قادن جي ٻولي سهڻي ۽ سليس سنڌي آهي. موزونيت، پختگي، شيريني ۽ ڪنايت سندس ٻوليءَ جا عام گڻ آهن.



1

زيرانَ[1] زَبِرانَ[2] آيَتانَ[3]، اکَر اَنتُ نَہ پارِ؛
هَيڪِڙيو[4] ايمانَ[5] ۾، لَهَنِ سِپِني سارَ[6]. (ٽيڪ)

زيرن، زبرن، آيتن ۽ اکرن جو ڪو انت پار نہ آهي. فقط ٻڪو نشچو (پروسو) رکڻ سان ئي (پرين) سپني جي سار لهن ٿا.

2

جوُ جوُ[1] ٻارَهَہ لَکَ، ڪوڙين[2] ڪَتيبانَ[3] جي پَڙهِئہِ؛
ايهَہ[4] سَبائيِ[5] سِکَ، جان جانَ[6] پِرِيان نَہ مِڙَءِ. (1)

جِن جِن ٻارهن لک ڪروڙ (انيڪ) ڪتاب پڙهيا آهن، اُنهن سپني اها ئي سکيا ڏني آهي تہ اتان (انهن ڪتابن مان) پرين نٿو ملي.

3

ڪَنزُ قَدُورِي ڪافِيا[1]، ڪي ڪِينَ پَڙهيامِ؛
سو ڏيهو ئيِ[2] ڪو ٻيو، جانَ[3] ئي پِرِين لَڌامِ. (2)

ديني فقہ ۽ وياڪرڻ جا ڪتاب - ڪنز قدوري ڪافيا - انهن مان ڪوبہ ڪونہ پڙهيو اٿم. اُهو هنڌ ئي ڪو ٻيو آهي، جتان ئي پنهنجي پريتم کي پاتو اٿم.

4

پَڙهَندو پَئي وِيو، ڪوڙين لَکَ قُرآنَ،
لَکي[1] لوڪُ[2] نَہ سگهيو، ٻاٺي[3] اندَرِ پاڻَ. (3)

---

(1) 1. اِجي آواز لاءِ اعراب 2 . اَجي آواز لاءِ اعراب 3. قرآن جون آيتون 4. فقط هڪ 5. نشچو، وشواس 6. سنپيال.

(2) 1. جن جن 2. ڪروڙين (انيڪ) 3. ڪتاب 4. اِها 5. سپني جي 6. اِتان اِتان.

(3) 1. ديني فقہ جا ڪتاب 2. هنڌ. مقام، جاءِ 3. جتان

(4) 1. ڄاڻي، سمجهي 2. دنيا جا ماڻهو 3. پنهنجي.

دنيا جا ماڻهو ڪروڙين لکين دفعا قرآن پڙهندا پئي رهيا، پر انهن کي اها سمڪ پئجي نہ سگهي تہ پرين پنهنجي اندر ۾ ئي سمايل آهي.

5

جي گهڙا[1] گهڙي[2] نَہ ڪِينهہ[3]، سائين تو ديدار کي؛
ڪيهي[4] حَجَ[5] ڪَرينهہ، سووي[6] پَهُنچون رَبَ ڏان. (4)

اي سائين، تنهنجي درشن لاءِ جيڪي هڪ گهڙي بہ طلب تنا رکن، سي اها حجت ڪيئن ٿا ڪن تہ اسين رب کي پهچون (حاصل ڪريون).

6

سُتو[1] وينو اُيو[2]، ڳالهائيندو ڳيندو[3]؛
اسان تُسان[4] جي تاتڙي[5]، واتَڙئين[6] ويندو. (5)

ستي، ويٺي، بيٺي، ڳالهائيندي، ڳائيندي، ايتري قدر جو وات تي هلندي هلندي بہ اي پرين مون کي تنهنجي ئي تات پچار آهي.

7

اَڪَرَ پِيا وِسارِ، اَلِفَ اِڳِهُون[1] ئي يادِ ڪَرِ؛
سو تَوُن ڏِيئو پارِ، جو نَہ اُجهنپئہ[2] ڪَڏَهين. (6)

پيا سڀ اکر وساري، سڀ کان اڳ الف (الله) جو اکر ياد ڪر. اُهو ڏيئو پار، جو ڪڏهن بہ نہ وسامي.

8

لائي[1] لامُ[2] اَلِفَ سان، ڪاتِبَ[3] لِکيين جيئن؛
مُون هِنيَڙو[4] پِريانِ[5] سان، لَگو آهي تِيئَن. (7)

اي ڪاتب! (لکڻ وارا)، تون الله لکڻ وقت جيئن الف کي لام (ل) سان جوڙي لکين ٿو، منهنجو هرڊو (امن) پنهنجي پرينءَ سان اٿين ئي جُڙيل آهي.

(5) 1. طلب 2. گهڙي، پَلڪ 3. ڪَرِ 4. ڪهڙي، ڪيئن 5. حجت 6. اهي
(6) 1. سمهڻي پئي 2. بيٺي 3. ڳائيندي 4. تنهنجي 5. پچار، ڳُتي، ذڪر 6. رستو، وات.
(7) 1. سڀ کان اڳ 2. اجهامي، وسامي
(8) 1. ڳائي، ملائي، جوڙي 2. ل اکر

9

جان[1] پاڻان[2] جو پَڌرو[3]، پَڌو آءٌ سَــڌَ؛
مون هِنيَڙو تان[4] ئي ڪِيو، سِپرِيان[5] سؤن گـڏَ. (8)

جڏهن مون پنهنجي اندر مان ظاهر پڌو سَڌَ پَڌو، تڏهن کان وٺي مون پنهنجي هردي (من) کي پنهنجي پريتم سان جوڙي ڇڏيو.

10

پَهرِيون[1] ئي پِريانمِ[2] جا، مـون سـان ئـي سُـوَڙانِ[3]؛
هنَيڙو هيجَ[4] پَنـدَ ڪـري، لـڳو ڪَهَ[5] ڪيـڻانِ[6]. (9)

منهنجي پريْن شروع کان وٺي مون سان پٺي پال پلايا آهن. منهنجو هنَيڙو هُن لاءِ تڪليف پريا پند بہ خوشيءَ سان پيو ڪري.

11

نـہ سو لاهوَ[1] نـہ سِـرو[2]، نَہ اَرِ[3] وار[4] نـہ پـار[5]؛
مـوڙهو[6] وَتين[7] تِنِ ڪي، سو مَنَ مَنجهِہ نِهار. (10)

(برهم جو) نـہ آهي لهوارو (پڇاڙي)، نـہ اُن کي سرو (مُنڍُ) آهي ۽ نـہ ڇاتي آهي. نـہ اُن کي هيءَ پر يا هوءَ پَرِ آهي. (تون) مُنهنجي ڪري اُن کي ڳولهيندو ٿـو ڦرين. هُن کي من ۾ جهاتي پائي ڏس.

12

دِلِ انـدَرِ دَرِياو[1] پِڇِـڻ ڪِيا[2] سَمُنـدرَ ڪَلَ[3]؛
ماڻڪ اِهَ[4] سَرِياو[5]، ڇَڳَي[6] چوڪـي[7] نَہ ڪٿي. (11)

دل اندر ئي درياهہ آهي. سمنڊ جو پتو ڇو پيو پڇين. (دل جي درياهہ ۾) موتي ماڻڪ پيا آهن. (تون) چونڊي سچا (ماڻڪ) ڪٿين ئي نٿو.

---

(9) 1. جيڻن، جڏهن 2. پنهنجي اندران 3. ظاهر، چٽو 4. تيڻن، تڏهن 5. پنهنجو پريتم.
(10) 1. پهرين ڪان، شروعات کان 2. منهنجي پرينءَ (جا) 3. سَنا وڙ، مهربانيون 4. خوشي، چوچ 5. تڪليف وارا پند 6. هُن لاءِ.
(11) 1. لهوارو (پڇاڙي) 2. مُنڍُ 3. ڇاتي (درياهہ جو پيٽ) 4. هيءَ پر 5. هوءَ پر 6. منجهيل 7. ڦرين، ڦرندو وتين.
(12) 1. ندي، سمنڊ 2. ڇا 3. پتو، ڇاڻ 4. اِتان، اِن مان 5. حاصل ٿيڻ، ملڻ، سڌ ٿيڻ 6. چونڊي 7. سٺا

13

ڪايا[1] مُهہ[2] ڏيئي، پينا[3] جي دَريـــاوَ ۾؛
پَسَندا سيئـي[4]، مــاڻِڪَ اکـڙِيَنِ سـيـن. (12)

جيڪي پنهنجي سرير ڏانهن منهن ڪري سرير روبي درياهہ اندر گهرندا، اُهي ئي پنهنجن اکين سان املهہ ماڻڪن جو درشن ڪندا. (ڏسو دادوءَ جو ڪايا بيلي)

**يا**

جيڪي پنهنجي منهن (اکين) تي شيشا چاڙهي درياهہ اندر گهرندا، اُهي ئي پنهنجن اکين سان املهہ ماڻڪن جو ديدار ڪندا.

14

دَرِ[1] پُورا گـــرَ[2] سي گهـران، حَقيقَتا[3] هَنجهہَ[4]؛
ڪوڙين هنڌان ڪَڻِ چڳِنِ، سَرَ[5] پاڻيءَ جي منجهہِ. (14)*

چاهيان تُو تہ منهنجي در (گهر ۾) اهڙا پُورن گرو (ڪامل درويشن) اچن، جيڪي حقيقي منجهن وانگر آهن ۽ پاڻيءَ جي تلاو بر رهي انيڪ هنڌان ڪڻيون (موتي) چڳن ٿا.

15

وَجي آيو ڪيرُ، ڪَنهِن ڏنو مُهُ لاهوتين[1]؛
اچي ڪندو ڪيرُ، ڳالهيون رَبَ[2] پِرتيان[3]. (5)

رب جي پار ڏي وڃي ڪير واپس آيو آهي؟ لاهوتين (ڪامل درويشن) جو منهن ڪنهن ڏٺو آهي؟ رب جي پار وڃي، ڪو اُتان جون ڳالهيون ٻڌائيندو اَچِي چا؟

16

هَـنَ سَـرَ سَـندا هنجَـهڙا، اِتي ئـي آهيـنِ؛
ڳالهِين رَبَ[1] پِرتِيان[2]، جو مَنگي سـو ڏيـن. (16)

هن تلاوَ جا هنس (سچا مرشد) هتي ئي آهن. اُهي رب جي پار جون ڳالهيون ٿا ڪن ۽ اُنهن ڪان جو گهرُ سو ڏين ٿا.

---

(13) 1. سرير يا تن. شيشا 2. منهن 3. گهريا 4. اهي ئي

(14) 1. در اندر، چائنٺ اندر 2. گورو (مرشد) 3. سچا 4. هنس پکي 5. تلاوَ

(15) 1. پهتل شخص، ڪامل درويش 2. خدا، ڀڳوان 3. طرف جون، پار جون

(16) 1. خدا 2. پاران، پار جون، طرف جون.

* مرياڻا واري دستخط ۾ 12 نمبر بيت بعد 14 نمبر ڏنل آهي.

17

سَرَ[1] هيڪڙي وَسَنِ[2]، جَرَ ۾ نينهَن[3] نَہ گَڏيو؛
سارَ نہ[4] سالوُرَنِ[5]، مَٿي ڪَنولَ ڦَلاريو[6]. (17).

ڪنول جو گل ۽ ڏيڏر، ٻئي هڪ ئي تلاءَ ۾، پاڻيءَ ۾ رهن ٿا، پر سندن وچ ۾ پريم جڙي نہ سگهيو آهي. ڏيڏرن کي اها سڌ ئي نہ آهي تہ مٿي ڪنول ڦلاريو بيٺو آهي.

18

جي[1] سالوُرو[2] سُڌِ[3] لَهي، ڪَنوَلان[4] سَندي ڪاءِ[5]؛
تو پيو پاتالَ[6] ۾، هوُندَ نَہ مِٿي ڪاءِ. (18)

جيڪڏهن ڏيڏر کي اها ڄاڻ پوي تہ (تلاو ۾) ڪنول بہ آهن تہ اُهو جيڪر پاتال (تلاو جي تر) ۾ ويهي مٿي نہ ڪائي.

19

ڪي ويجهائي ڏورِ[1]، ڪي ڏوُري ئِي وَلها[2]؛
هوئي جَرَ[3] سالوُرِ، لَڌي نَہ ڪَنولانهِ ڪَرَ[4]. (19)

ڪي نزديڪ هوندي بہ دور ٿين ٿا، ڪي دور هوندي بہ پيارا ٿا هجن. ڏيڏر پاڻيءَ (تلاوَ) ۾ رهندي بہ ڪڏهن ڪنولن جي سڌ نہ لڌي آهي.

20

اَڪِ اَندَرِ سَريو[1]، جاڳي پَسُ[2] جُوانَ؛
مَنجهيِئي[3] مَڪو تِيو، مَنجهيئي مُلتانَ. (20)

اي جوان، تون سجاڳ ٿي ڏس، تنهنجي اڪ اندر ئي (سڀ) مهيا آهي. مڪو بہ تنهنجي اندر ۾ آهي تہ ملتان بہ تنهنجي من ۾ آهي.

---

(17) 1. تلاو 2. رهن 3. پريم، پيار 4. سمڪ، سنڀال 5. ڏيڏر 6. ٽڙڻ، ڪڙڻ.

(18) 1. اگر 2. ڏيڏر 3. پتو، ڄاڻ، خبر 4. ڪنول جا گل 5. ڪا، ٿوري بہ 6. تلاوَ جو
ترو 7. جيڪر.

(19) 1. پري، دور 2. پيارا (ولپ) 3. پاڻي، جل 4. سُڌ سماءُ.

(20) 1. سڌ ٿيڻ، حاصل ٿيڻ 2. ڏس 3. اندر ئي (من اندر يا گهٽ اندر).

21

اِڪيوَن آڪاسانهہ[1]، فوجون ڪَري اَٿيوَن؛
سـوڙهـي گـلـي مَنجهانهہ، سوجهي[2] پرِين لَهَنديوَن. (21)

آڪين آڪاس (برهم وندر) تي فوجن وانگر لهي ڌاڪو ڄمايو آهي. سوڙهي گليءَ (سشمنا ناڙيءَ) مان سوجهي پنهنجي پريتم کي حاصل ڪنديون.

- يا -

(پرينءَ جي تلاش ۾) آسمان تي حملو ڪري، اڪيون اُتان (نراس ٿي) واپس هيٺ لٿيون آهن. هاڻي اهي (سرير روپي) سوڙهي گليءَ مان پنهنجي پرينءَ کي ڳولهيلهنديون.

22

سَهباز[1] بـاز[2] ٿيو، پـنـکي[3] نَہ مـاري؛
اَکِ ڪـوڙي[4] عَرِس[5] ۾، لَڏي مُنـاري. (23) *

باز (رواجي انسان، آتما) شهباز (عارف يا ڪامل) بڻجي پيو. هاڻي اهو پکين کي نٿو ماري (دنياوي حرصن حوسن ۾ نٿو ڦاسي). اُن جي اَکِ آڪاش ۾ ڪتل آهي ۽ اهو مناري تي ويهي لڏي رهيو آهي. (اهو ڌيان يوگ سماڌيءَ ۾ مگن آهي ۽ ترڪٽيءَ جي آنند ۾ جهومي رهيو آهي.)

23

جِنهين[1] جانِ جُدا ڪي[2]، تُون مُهَہ تِنهين[3] پَسَ؛
لَتـاڙِيـنِ لَتَنِ سـي، اَنـي[4] پَـهَـرَ عَـرِسَ. (24)

جن پنهنجي وجود کي وڃايو آهي، تون اُنهن جي منهن ڏانهن نهار. اهي اٺ ئي پهر عرش (برهم لوڪ) کي لتن سان لتاڙيندا رهن ٿا.

24

واحِدَ[1] هَـنـدَيـن دائِريـن، هيڪِڙيو ميـئـي[2]؛
جنـهين جانِ جُـدا ڪـي[3]، پَـسَـنـدا سـيـئـي. (25)

(جدا جدا) هندن ۽ دائرن (خانقاه) ۾ پرين مڙيئي هڪ ئي آهي. جن پنهنجي خوديءَ کي ختم ڪيو آهي، سي ئي پرينءَ کي ڏسي سگهندا.

(21) 1. آڪاش تي 2. ڳولهي.
(22) 1. شاهي عقاب 2. عقاب پکي 3. پکي 4. ڪپائي 5. آڪاش، آسمان.
(23) 1. جن 2. وجود وڃايو 3. تن جو 4. اٺ تي
(24) 1. نقط هڪ (ڇڙو) 2. مڙيئي 3. وجود کي وڃايو
* هراياڻا واري دسخط ۾ 22 نمبر بيت دادوءَ جو آهي اهو بيت ڏسو ضميمي ۾.

25

حَقيقي[1] مون سبڻ[2]، وَسَنِ سَهَرَ[3] حَقِيقَ ۾؛
ڳالهِ چون حَقِيقِيان[4]، چَوَنِ حقِيقِي وڻ. (26)

منهنجا سچا سنبنڌي سچڻ سچ جي شهر ۾ رهن ٿا. اهي جيڪو ڳالهائين، سو سچ آهي ۽ انهن جو هر حرف سچو آهي.

26

سَفِيفي[1] مون سبڻَ، وَسَنِ سَهَرَ سَفافَ ۾؛
ڳالهِ چَوَنِ سَفافِيان، چَوَنِ سَفافي وڻَ. (27)

منهنجا شيشي جان شفاف سڄڻ، صاف/ اؤجل شهر ۾ رهن ٿا. اهي جيڪو ڪجهه ڳالهائين ٿا، آسو صاف/ اوَجل آهي. انهن جو حرف حرف صاف/ اوَجل آهي.

27

جِنهِين مُکَ[1]، مَرانءِ، اَمي[2] الٿي اکڙئين[3]؛
تِنهِين جي ڳالِهاءِ[4] معدوئِي[5] ساجو[6] ٿِيو. (28)

امڙ! مان پنهنجون اکڙيون الٿي، جن جو منهن ڏسڻ لاءِ پٽي (سڪ ۾) مران، تن جي ذڪر سان بيت ۾ ساهُ پيُم.

28

ڪُنجي[1] ڏِيئي جَهلِيو، جِنهِين روُح[2] رساوَ[3]؛
تِنهِين سَندي تُلهڙي[4]، سونهاري[5] سُياو[6]. (29)

جن (ستگرن) منهنجي آتما جي رساوَ (پهچ) کي ڪنجي ڏيئي، ضابطي هيٺ رکيو، تن جي رهبريءَ هيٺ هلندي، منهنجو سياءُ سونهارو بڻيو.

---

(25) 1. سچا 2. سنبنڌي 3. شهر، مُلڪ 4. سچيون
(26) 1. صاف، پاردرشي، جنهن مان آرپار ڏسڻ اچي.
(27) 1. مُنهن، شڪل 2. امڙ 3. اکيون، نيڻ 4. ذڪر ڪرڻ سان 5. بيت
6. سچو ٿي پوي، درست ٿي پوي
(28) 1. چابي 2. آتما 3. پَهچَ 4. نقش قدمي ڪندي، رهبريءَ هيٺ هلندي.
5. وڻندڙ. 6. فطرت

29

جي لوڙي[1] تي[2] نہ لَھان[3]، اَلوڙي[4] دي[5] ڍيرَ؛
تــوڙي ڏِسَــڻَ سُـھِـڻي، اَنـبان[6] تُـلِ[7] نَـہ ٻيرَ. (30)

جن جي ضرورت آهي، سي ليجن نٿا، جن جي ضرورت نہ آهي، تن جا ڍڳ لڳا پيا آهن. ٻير ڏسڻ ۾ ڀلي ڪري سهڻا هجن، پر اُهي انبن جي برابري ڪري نہ سگهندا.

30

سـوُنـي[1] سَرِپَ[2] نَـہ لوڙِيـان[3]، جي لوڙيان تـان لَـکَ؛
مـوَن تِنِهان سَنـدي بُـک، جِنِهـِين مَستَـکَ[4] مٿي بَلَئِہِ[5] (31)

اهڙي سَرپَ (نانگ) جي طلب نہ اٿم، جنهنجو سِرُ سُجو (بنا مٿيءَ) هجي. جيڪڏهن اهڙي سَرپَ جي ضرورت هجيم تہ لکين موجود آهن. مون کي اهڙي سَرپَ جي ضرورت آهي، جنهنجي مٿي ۾ مڻ تجلا ڏيندي هجي (يعني مٿيارو نانگ)

31

عينَ[1] قَصَرِ[2] دَر لکَ، ڪوڙيـن سَهِسين[3] ڪِڙِڪِيان[4]؛
جان ئـي ڪريـن پَـرکَ، تـان ئـي سڄڻ سامُهان. (32)

اکين جي محل کي لکين در ۽ ڪروڙين سوَ دريون آهن. جتان بہ نظر ڦيرين سڄڻ سامهون نظر ايندو.

32

پَهرِين پاڻ پَرکَ[1]، پرين پَرکَڻُ ساکِڙا[2]؛
دَرَ پِي سوئي رکَ، جِتان ڏُکا[3] نَہ لَهِين. (33)

پهرين پاڻ کي سڃاڻ، پرينءَ کي سڃاڻڻ تہ سوکو آهي. اهڙي در جي پِر وٺ جتان ڏکا نہ ملني.

---

(29) 1. ضرورت، لوڙ، گهرج 2. سي، اُهي 3. پايان حاصل ڪريان 4. بي - ضروري 5. جا
6. انبن 7. برابر، مٽ، جهڙا
(30) 1. سڃا (بنا مٿيءَ) 2. نانگ 3. طلبيان 4. نرڙ، للاٽ 5. ٻري
(31) 1. اک 2. محلات 3. سوين 4. دريون
(32) 1. سڃاڻ، واقفيت رک 2. سولو، سوکو 3. ڏکا، ڌيلها

33

پَهرين پاڻُ وِڃاءِ[1] پاڻُ وِڃائي سو لَهي[2]؛
مَنَ اَندرِ مُهَڙ پاءِ، تو ئي اندر سُپرين. (34)

پهرين پنهنجي وجود کي وڃاءِ. جيڪو خوديءَ کي ختم ڪندو، سوئي پرينءَ کي حاصل ڪري سگهندو. من اندر جهاتي پاءِ، (تنهنجو) پرين تنهنجي اندر ۾ ئي آهي.

34

تون وِيرون[1] ئي وِيرُ، جوڳي سو جو جَڳَ ۾؛
تون اَسان جو پِيرُ، سوڌي[2] ڏيئين سَرير ۾. (35)

تون ويرن جو وير آهين. جوڳي اهو جيڪو سنسار ۾ رهي جوڳُ پچائي. تون اسان جو مرشد آهين ۽ سرير ۾ ئي سائينءَ جي هجڻ جي شناس ڏين ٿو.

35

سُتا هتوس[1] ننڊَ ۾، جوڳيءَ جاڳايوس؛
مـَرَ[2] وڃايائين مُون مَنان، تَتَ[3] ويکايوس[6]. (36)

مان (غفلت جي) ننڊ ۾ سمهيو پيو هوس، (اچي) جوڳيءَ مون کي جاڳايو، منهنجي من مان مٺل ڪڍي، مون کي تتَ (سارَ) ڏيکاريائين.

36

اَپَري[1] ۾ پيرُ، ڪِنهين[2] لَڌو پيريئين[3]؛
تِهِ پَوَ[5] سندو پير، ڪوڙين منجهين ڪو لهي. (37)

پيرو ڳولينڊڙن ۾ ڪنهن ڪنهن کي ئي اَپار (سنسار) ۾ پير (پيچرو) مليو ٿو. تنهن پوَ ساڳر (سنسار) جو ڳجهه ڪروڙن ۾ ڪنهن هڪ کي ئي حاصل ٿئي ٿو.

---

(33) 1. پنهنجو وجود وڃاءِ (خودي مار) 2. لهي، پرابت ڪري
(34) 1. ويرن جو، ويرن منجهه 2. سوجهه، شناس
(35) 1. هئس 2. مٽي، مٺل، ميراڻ 3. سار، نچوڙ 4. ڏيکاريائين
(36) 1. اپار، جنهن جو پرتو نه هجي 2. ڪنهن ڪنهن 3. پيرو ڳولينڊڙ 4. پو ساگر (سنسار) 5. پرتو، نور، نشان، پيد.

37

جي مِهراڻ[1] مَيا[2] ڪَري، تہ ساڳرو[3] سَهي نہ سَٽَ[4]؛
يوُن[5] پِريان سَندي ڳالِهڙي، رَهي نہ اندرِ گهٽَ[6]. (37)

جڏهن سنڌو ندي پرجي ٿي وهي، تہ ساگريو واهہ ان جي (ڦوهہ) وهڪري جي سٽ جهلي نٿو سگهي. ان طرح پرينءَ جي ڳالهہ بہ نديءَ ۾ چاڙهہ وانگر آهي، جا اندر ۾ سمائجي نٿي سگهي.

38

اَلان[1] جيهي[2] اَلَ[3]، تَسان[4] نہ آسان جيتڙي؛
پِريان جامع[5] اَلَ، تَسان ٻِيا ئي اَلهَنِ. (39)

(عشق جي) شعلن جهڙي آڳ، تنهنجي اندر ۾ اسان جيتري (اجا) نہ لڳي آهي. پرين اُن آڳ جو (محور) مرڪز آهي. (اُها آڳ جي توکي لڳي) تہ تو مان وري اُها ٻين کي وچڙندي.

39

لَڳي وَڃان پير، دانهان ڪندي ڏوُنگر[1]؛
سوئي سَڄَڻ ميڙِ[2]، جِنِهين هَئُون ڏڪئي. (40)

جبلن تي پيرن پنڌ هلندي، اهي دانهون ڪندي پئي وڃان تہ مون کي اُن سڄڻ سان ملاءِ، جنهن جي ڏک ۾ ڏکويل آهيان.

40

تُون تُون تَدِ[1] ڪَريهہ، لـڳنداءِ ڪَرَ[2] ڦَندَ[3] جيئَن؛
سائين سَنڀاريهہ، جِنِ ئِهَہ[4] روحَ[5] سرِجيا[6]. (41)

جڏهن توکي اها خبر پئي تہ ڦندي ۾ ڦاٿو آهين، تڏهن چيئہ تہ (خدا) "تون" آهين "تون" آهين. (پوءِ) اُن سائينءَ جي ياد آيئي جنهن هي روح اُپايا آهن.

---

(37) 1. سنڌو ندي، سمنڊ 2. پرجي (ڦوهہ سان وهي) 3. ساگرو واهہ (سنڌو نديءَ مان ڦاٽي نڪتل واهہ) 4. ڏڪ، چوٽ، دٻ 5. اِن طرح 6. من
(38) 1. شعلا، جوالا 2. جهڙي 3. تيج، آتش 4. تو ۾ 5. ميڙ، پَنجَ
(39) 1. جبل، ٻهاڙ 2. مِلاءِ، گڏجاڻي ڪراءِ
(40) 1. تڏهن 2. سَڌِ، خبر 3. ڦندو، ڦاسي 4. هيءَ 5. آتمائون، جيوَ 6. پيدا ڪيا.

41

سورَ جِنِهون[1] ڪي هوءِ، لِيهان[2] تِنهين اُپِرَنِ؛
ڪاتي[3] ڪوءِ ڏِنوءِ، دانهان ڪندو سورَ بِنِ. (42)

جن کي سور هوندو، تن کي ئي ايذاءُ ايندو. ڪٽي کو بنا سور جي دانهون ڪندو ڏٺو اٿئي.

42

ڪاگدَ[1] ڪالي[2] اکرين، مون سان مون سيٽين[3]؛
گهوري ڪٽي وجائيان، وي مندي[4] نيٽين. (43)

جهڙو ڪاغذ ۾ ڪارن اکرن جو پاڻ ۾ لاڳاپو آهي (جو هڪ ٻئي سان جُڙيا پيا آهن) اهوئي لاڳاپو منهنجو پنهنجي پرينءَ سان آهي. هي منهنجا برا نيڻ (جي پرينءَ کي نٿا ڏسن) پرينءَ تان گهوري ڪري ڦٽا ڪريان.

43

ڪاگدَ ڪالي اکرين، مَٿِن واچينداا[1]، اِنءَ[2] - وڏو[3]؛
سَڄَڻَ اَچي اکرين، مَٿِن لوڙِيندو[4] لَڌو. (44)

جيئن ڪاغذ تي لکيل ڪارا اکر مان پڙهي سگهان ٿو، ان طرح سڄڻ اچن اکرن وانگر آهي، جنهن کي مون ڳولهيندي حاصل ڪيو آهي.

44

ليهان[1] لکَ ڪِيامِ، پَسَڻُ کي پاٽان[2] پرِينِ؛
سوجهي[3] سيڻَ لَڌامِ، مَنَ منجهين ئي سُپرِينِ. (45)

پنهنجي اندر واري پريتم کي ڏسڻ لاءِ لکين تڪليفون سَٺَمِ. باريڪيءَ سان جاچي، پنهنجي سڄڻ کي لڌم. منهنجا سُپرين منهنجي من اندر ئي هئا.

---

(41) 1. جن (کي) 2. تڪليف، ايذاءُ 3. ڪتي، ڪنهن هنڌ
(42) 1. پنو، ڪاغذ 2. ڪارا 3. سڄڻ، سنبنڌين 4. بُرا، خراب، جڏا
(43) 1. پڙهندي 2. اِن 3. طرح، طريقي سان 4. ڳوليندي، طلبيندي، تلاشيندي
(44) 1. تڪليفون، ايذاءُ 2. پنهنجي اندر وارو 3. ڳولهي، چڪاسي

45

رُوئي مَ ڪَرِ پَڌِرو، هَٽَ[1] مَنجهيئي جالِ[1]؛
جان جان پريان نہ مِڙَءِ، تَنْ ڪانيءَ جيئن ڀالِ. (46)

(پرينءَ لاءِ سِڪَ) روئي ڪري ظاهر نہ ڪر. هٽ تي قائم رهي، پاڻ اسٿر رک. جيستائين توکي پنهنجو پرين نہ مليو آهي، پنهنجي سرير کي ڪانيءَ وانگر ڀار (ڪشٽ ڪشالا سَهَہ).

46

هَسَئِن[1] ڪِتَ[2] سَهَجَڙي[3]؛ رووَئِن ڪي ناهِين؛
پِريِان پَسَڻَ جوڳِيان[4]، اڪِ تو ناهِين. (47)

ڪيترو نہ سولائيءَ (سهنج ڀاوَ ) سان پيو ڪلين. تون روئين چو نٿو (توکي تہ روئڻ گهرجي) چو تہ تو وٽ پرينءَ جو ديدار ڪرڻ لائق اکيون نٿي ڪونہ آهن.

47

پريان سندي ڳالهڙي، مَرِ[1] منجهين ئي هوءِ؛
ٻَڌائين ٻِينِ کي، ڪيهو[2] ڪاجُ[3] سَرِيوءِ[4]. (48)

پرينءَ جو رازُ بهتر آهي تہ تنهنجي دل اندر ئي رهي. جيڪڏهن تون اها ڳالهہ ٻين کي ٻڌائيندين تہ ان سان تنهنجو ڪهڙو ڪارج سِڌ ٿيندو.

48

وِچارانِ[1] وي ٻِٽَ[2]، تون جَهلِ ٻاهَرِ نڪري؛
اسان هنجئون[3] هَٽَ، ڪامِئَن[4] لوَسَئِن[5] منجهہ ٿِيو. (49)

ويچارن جي ٻنيءَ کي تون (ڍڪَ ڏيئي) جَهل، اُن مان (اِيامي) ٻاهر پيو نڪرئي. اسان هٽ جي داوڻ (ڏنوڻ) ۾ پيا آهيون ( اسان هٽ اختيار ڪيو آهي). اسان کي اندر ئي اندر جلڻو ۽ لوسائجڻو آهي (جوڳ پچائڻو آهي).

---

(45) 1. ڪا ڳالهہ حاصل ڪرڻ جو پڪو ارادو 2. اِسٿر رهہ، جاري رک
(46) 1. کِلڻ 2. ڪيئن، ڪيترو 3. سولائيءَ سان، فطرتاً 4. لائق، يوگيہ
(47) 1. ڀلي، بهتر آهي 2. ڪهڙو 3. ڪارج، مطلب، ڪم 4. سِڌ ٿيڻ، حاصل ٿيڻ، برثواب ٿيڻ
(48) 1. ويچارن جا، خيالن جا 2. ٻَني 3. هنج ۾، گود ۾ 4. جلي خاڪ ٿيڻ 5. لوَساڄڻ

49

أنهان اندَرِ ماهہ[1]، ٻاهِرِ ڏَکَ نہ ڀَڏِرا؛
ويڄ[2] ڪَريندو دانهہ، ڀَسان سي وايُورِيا[3]. (50)

انهن کي ماس جي اندر (دِل ۾) چوٽ لڳل آهي. ٻاهر ڏک ڏسڻ ۾ ئي نٿا اچن. حڪيم ڪان بہ دانهن نڪري ويندي تہ اهڙو زخميل شخص ڏسان تہ سهي.

50

ڪَڏِهِين ٻيري[1] ٻوڙَ، ڪَڏهين ڦَلُ نہ هِڪڙو؛
ڪَڏهين ڀريان جا ڀُورَ[2]، ڪَڏِهين سِڪان[3] سَڏَ کي. (51)

ڪڏهن ٻير جي وڻن تي بہ ٻوڙ لڳيو وڃي، (وڻ ٻور سان ٽمٽار آهن) ڪڏهن ان ۾ هڪ ڦل بہ نٿو پيدا ٿئي (تہ ڪڏهن هڪ ٻير بہ نہ اٿن). ڪڏهن پريتم هر هر ڀيرا ڀيو پري، ڪڏهن تہ پريتم جي سڏ لاءِ بہ پيو سڪان.

51

سوئيڙيان[1] سَنَهڙو، جَتَنُ[1] ڪيوءِ نہ تنيوَ؛
توکي اکڙِينِ ۾، پِرِينِ پيَنَدِو ڪينوَ. (52)

(پرين) سنهڙي سُئيءَ ڪان بہ سنهڙو آهي، تو (ان کي اکين ۾ سمائڻ لاءِ) ان مطابق ڪوشش ئي نہ ڪئي آهي. تنهنجي اکڙين ۾ پرين ڪين سمائجي سگهندو.

52

روزِ مَحَشرَ[1] ڏينهَڙي، سَتَرِ سِڄَ تَپنِ؛
سَيوئي جرُ[2] پانئيان[3]، جي مون پِرِينِ مِڙَنِ. (53)

قيامت جي ڏينهن ستر سڄ تپن ٿا (حد درجي جي تابش ٿئي ٿي). پر ان ڏينهن جيڪڏهن منهنجو پرين مون کي ملي وڃي تہ مان جيڪر ائين محسوس ڪريان تہ ڄڻ ڇوڏاري پاڻي هيٺ جهڙي ٿڌڪ لڳي پئي آهي.

(49) 1. ماسَ 2. حڪيم، طبيب 3. زخميل، وَڍيل
(50) 1. ٻير جو وڻ 2. ڀيرا، دفعا 3. واجهايان، تڙڦان
(51) 1. سنهڙي سئيءَ ڪان 2. ڪوشش
(52) 1. قيامت جو ڏينهن 2. جل، پاڻي 3. سمجهان، لڳيم

53

جي ٿُهِ[1] لائي[2] رَڄ مَڄ[3]، تو ڇِپڻُ لِڪَڻُ لاهہ؛
زَهِرُ هَلاهَلُ[4] هَٿِ ڪَرِ، ڪارَڻِ پِريان ڪاءِ. (54)

جيڪڏهن تو پوري لڳاءِ سان پريم ڪيو آهي تہ لڪ لڪاءُ ڇڏي ڏي. پنهنجي پريتم صدقي (جيڪڏهن ضروري ٿئجي تہ) هلاهل زهر هٿ ڪري، ڪاءُ (پنهنجو پيار ڏيکار).

54

توڙي[1] هوءِ نہ وِسَهوَن[2]، مَٽن[3] سَهَين ماڙهين[4]؛
اَکين ڪِينِ[5] مَتاعُ، جِتي هوئِنِ مان پِرين. (55)

ڀلي هزارين ماڻهو هجن. مون کي اُنهن تي ويساهہ نہ ايندو. منهنجون اکيون اُن هنڌ ٿي متاع ڪائيندڻون، جتي منهنجا پنهنجا پرين هوندا.

55

تِکو تيڏو[1] وَهي، جيڏو مُهَہ[2] مِهَراڻُ[3]؛
ڏيهہَ سَيوئي هِڪڙو، ڌِير[4] لڌوسِين پاڻ. (56)

سنڌو نديءَ جو جيڏو منهن آهي، اوتري ئي تيزيءَ سان اها وهي ٿي. اُن جي وَهَڪ سڄي ملڪ اندر يڪسان آهي، (اُن کي ڏسي) اسان ڌيرج حاصل ڪيو آهي.

56

ٻاڙيءَ[1] ۾ ٻَڙُ هيڪڙو، سو مونَ گهٽو سُهاءِ[2]؛
ٺارِ وِلاسي[3] سَجڻان، ڇَڙي[4] پيي وٽراءِ[5]. (57)

ٻنيءَ ۾ هڪڙو ئي ٻَڙَ جو وڻ آهي. اهو مون کي گهٽو وڻي ٿو. اهو سڄڻ ٺاري فرحت بخشي ٿو. اُهو ڇڙو (هڪ) آهي، تہ بہ وٽراءِ (ٻيلي) وانگر آهي.

---

(53) 1. ٿو 2. لڳائي، لاتي 3. پختي ٻائي، سچي دل سان 4. هڪ موتمار زهر
(54) 1. چاهي، ڀلي ڪري 2. وشواس ڪريان، ويساهہ ڪريان 3. مان 4. ماڻهو 5. ڪاٺ
(55) 1. ايترو 2. مُنهن 3. سنڌو ندي 4. صبر، ڌيرج
(56) 1. ٻني، کيت 2. وڻي ٿو 3. ولاس / فرحت بخشي ٿو 4. اڪيلو، هڪڙوئي
5. ٻيلو، وڻن جو جهڳٽو.

57

ماو[1] مُصَلي[2] ويرُ، هاٿي ويئي[3] وساريون؛
عِيدَ ڪَرِيندو ڪيرُ، ماڪي[4] سَجَڻُ گڏِيو. (58)

منهنجي مُصلي (عيد گاهہ) سان پوندي ٿي ڪانــ هٿي. هاٿي گـذريل ڪي وساريون. مونکي منهنجو سجڻ ملي ويو آهي. هاٿي عيد ڪرڻ جي ڳهرج ٿي ڪانہ رهي آهي.

58

جيئَن قِقِزَ ماهَہ[1] ۾، ايئَن روزا عِيدَ نَماز؛
اَجا آهي ڪاءِ ٻِي، اَلله دي[2] حاجَ[1]. (59)

جيئن ماس (بدن) اندر قِقِزَ آهن (جي صاف هوا اندر ڪٽي رت ڪي صاف ڪن ٿا) تيئن ٿي روزا عيد ۽ نماز آهن. (انهن جو ڪم بہ تن من ڪي صاف ڪرڻ آهي). پر الله سان ملڻ لاءِ اجا ٻيءَ ڪنهن ڳالهہ جي ضرورت آهي.

59

ٻِتو[1] قِتو پيٺ ۾، وَڍي، مُلان ماهَہ؛
ڌوئين[2] ڌِتي[3] ڌوڙِ[4] ۾، الله اوري[5] آءُ. (60)

بدن اندر دل قاٽي پيئي آهي تہ ملان وَڍي وري ماس ڪي پيو (نيم حڪيم). ٻنهي ڪي (دل ۽ ماس ڪي) مِٽي ۾ ملائي ڇڏيائين. اي خدا! تون ويجهو اَچُ.

60

قاضي ڪَٿِ[1] مَ ايترو، مَتِ[2] ڪيروئي[3] پيرُ؛
ٻَلاٿيندو پوتِلي[4] مَٿي ڪِيندو[5] ڪيرُ. (61)

.قاضي! ايترو (گهڻو) وعظ نہ ڪر، ٻنهنجي سمجهہ ڪي لاهي ڪٿي پيرن ۾ ڪيو اٿئي. جيڏي مهل اٿ پلاٿيندا، اوڏي مهل تنهنجي وعظن جي پوٿلي (ٻُجڪو، ڳوٿري) ڪير مٿي چاڙهيندو.

---

(57) 1. منهنجو، مونکي 2. نماز پڙهڻ جي جاءِ (عيد گاهہ) 3. گذريل ڳالهہ 4. مون کي
(58) 1. ماس 2. جي 3. ضرورت، کپ
(59) 1. دل 2. ٻئي، ٻنهي کي 3. ڌنائين 4. مٽي، خاڪ 5. ويجهو، قريب، نزديڪ
(60) 1. ڳالهاءِ، وعظ ڪر 2. سمجهہ 3. ڪيو اٿئي 4. ڳوٿري، بجڪو 5. ڪندو

61

مَـڪَڻَ مَـڪيَ[1] اَن ڪي، مُلان ڪُٺيَ[2] ڪِينِ؛
پَڇُ ڪـڏهِين پيِ تِنِ ڪي، هو جي رَبَ[3] گهرَنِ. (62)

مُلان ڪُٺي پوري، اَن ڪي مکڻ لڳائي (ملائي) کائين ٿا. اڙي ڪڏهين اُنهن جي بہ (غريبن جي) سڌ لهہ، جيڪي رَبَ (هِلو/ پَتڙو پت) گهرن ٿا.

62

ڏَنئِين پاڻَ وَڪاڻَ[1] ڪُون[2]، جِبِ تُهنجي واتِ؛
وَڏِي خالِقَ[2] نَہ گهرَئِين، ڪرين ٻـاڙيِ[4] تـاتِ. (63)

جڳت جي اُپائيندڙ تنهنجي وات ۾ جبِ ان ڪري رکي آهي تہ تون اُن سان سندس جس ڳائين. تون جبِ سان اُن مهان سرجڻهار جي گهرَ نٿو ڪرين، (رڳو وينو) اڻ وڻندڙ (ڪجسيون) ڳالهيون ڪرين.

63

تَئن[1] پُڇي اَساڻ[2]، تون اَسين نَهِين پُڇِيو؛
پَـڙَهڻ هار[3] قُرآڻ، نَهِين رَتو[4] رَحمان[5] سان. (64)

تو اسان کان پڇيو آهي، اسان توکان ڪونہ پڇيو آهي. اي قرآن پڙهڻ وارا، (تو قرآن تہ پڙهيو آهي) تون رب کي حاصل ڪري نہ سگهيو آهين.

64

عِلَتَ[1] وجيئيس نا، عادَتَ ڪَـڏهن نہ جاءِ؛
اَٺ ڪَـٽـڪَـمِ[2] چَـڏِيِمِ، چُڻِ[3] جواسا[4] ڪـاءِ. (65)

عادت ڪڏهن بہ وڃڻ جي نہ آهي، اَٺ جي علت ويندي ئي ڪانہ. اٺ ڪٽڪ کي ڇڏي، ڳولي ڳولي جواسا (هڪ سادو اناج) ئي پيو کائيندو.

---

(61) 1. لڳائي، ليپُ ڏئي 2. روٽيءَ کي پوري، ان ۾ کنڊ وجهي ٺاهيل کاڌو 3. ڪونئري ڪچٽي
(62) 1. ساراهہ ڳائڻ، اچارڻ، جپڻ 2. لاءِ، واسطي 3. اُپائيندڙ، سرجڻهار 4. کساري، ڪوڙي، اڻ وڻندڙ
(63) 1. تو 2. اسان کان 3. پڙهڻ وارا 4. رنگ چڙهيو (رسيو) 5. رحم ڪندڙ (خدا جو هڪ نالو)
(64) 1. پڪي عادت، بيماري 2. ڪٽڪ کي 3. چوندي، ڳولهي 4. هڪ سادو اناج

65

جِنِ مَحبت مَنَ ۾، تي مَئلي[1] ٿي سوِين[2]؛
تَنَ[3] ۾ بَلَئہِ[4] مشعلان، سَہ سَدا سُپرِيَنِ. (66)

جن جي من ۾ محبت آهي سي ميرن ڪپڙن ۾ به پيا سهڻا لڳن. انهن سپرين جي بدن مان هميشه تجلا پيا نڪرن (اچن).

66

سَچي سائين ساڻُ، توُن مَ ڪَرِ ڪوڙي ڪوڙيان؛
جي تو مَنجهہ هيانوَ[3]، وو[4] سَيوڪلي[5] پَرِڪٿِو. (67)

اي ڪوڙا (بندا)! تون سچي سائين سان ڪوڙ ۽ ٺڳيون نہ ڪر. جيڪو تنهنجي هردي اندر وينو آهي، اهو سڀ جي پرک رکي ٿو.

67

سيٽان[1] هنڌو سڱيو[2]، پپيهو آيو،
لکي لوڪ نہ سکهِيو، اسان ڳالهايو. (68)

اي دوستو، منهنجي سنهنڌين وٽان پپيهو (مون لاء سنهيو کڻي) آيو- دنيا ڪي اُن جي سڌ بہ نہ پئي. اسان پاڻ ۾ ڳالهيون ڏنيونسين ورتيوسين بہ.

68

جِتي سَچَ سَنسارَ سان، سَہ جا[1] سائين ساڻُ هوء؛
تو پَڌَرِ[2] هي پيڙا تَري، جِہ ٿانء[3] نيرُ[4] نَہ ڪوء. (69)

سنسار ۾ جنهن هنڌ سچ (جو ورتاءُ) آهي، تنهن جاء تي ڏڻي (خدا) پاڻ واسو ڪري ٿو. اهڙي هنڌ تي اگر پاڻي نہ بہ هجي تہ پَٽَ (ميدان) تي بہ پيڙو تري سگهي ٿو.

---

(65) 1. ميرا 2. سونهن، سهڻا لڳن، شويا ڏين 3. بدن، شرير 4. ٻرن، جرڪن
(66) 1. نہ 2. ٺڳيون، دوکا 3. دِل، هردو 4. اهي 5. سيني ڪي
(67) 1. سيٹن جي، سڄڻن جي 2. دوستو، سنگتيو، ساٿيو
(68) 1. جاء، هنڌ 2. ميدان، پٽ 3. هنڌ، آستان 4. پاڻي، جل

69

سَچُ پيارا سائينيان[1]، سائينءَ سَچُ سُهاءِ؛
سَچي مَنگلُ[2] نَہ دَهَئہ[3]، سَچي سَرپُ[4] نَہ کاءِ؛
سَچُ سَمَنڊان سِرِ چَڙهَئہِ، ڪوڙُ ڪڪائين[5] باهِ؛
جَڏِهوَن، ڪَڏِهوَن ڪوڙَ ڪي، ڏيندو سَچُ سَزاءِ. (70)

سائينءَ کي سچ پيارو آهي، سائين کي سچ ئي وڻي ٿو. سچي انسان کي منگل گرهہ جي آگ بہ جلائي نہ سگهندي. سچي کي نانگ بہ ڏنگي نٿو سگهي. سچ (سچ جو ٻيڙو) سمنڊ جي سيني تي چڙهي ٿو. ڪوڙ ڪکن جي باهہ وانگر (جا تمام تکي ٿيندي آهي، پر ٿورو وقت جٽاءُ ڪندي آهي) آهي. جڏهن ڪڏهن (سدائين) سچ ڪوڙ کي سزاياب ڪندو.

70

نَہ کاءِ پاڻيءَ مَنجهہ، ٻاٻيها[1] ٻَڏي مُوئا[2]؛
جي تو ٻَوي سَمنجهہ، تان توَن ڪيروُ[3] نَہ ٿِيوين. (71)

چاتڪ پکي (پاڻيءَ ۾ رهندي) پاڻي نہ پي ڪري، ٻڏيءِ مري ويا. (اِن کي ڏيان ۾ رکي) جيڪڏهن توکي سمجهہ اچي، تہ تون مدهوش نہ رهين.

71

تان تان[1] سوُرا[2] سَڀُ ڪوءِ، جان جان[3] مُهَہ نَہ مِڙَنِ؛
رُڪَ[4] وَهندي[5] سامُهين، سوُري سي جاوَنِ[6].(72)

تيستائين تہ هرڪو سور وير(سورهہ) آهي، جيستائين اُهو ڪنهن جي مقابل نہ ٿيو آهي. (سچو) سوروير (سورهيہ) تہ اُهو آهي جيڪو وَهنديءَ تلوار (يا هلندڙ جنگ) کي اَچي سامهون ٿئي.

---

(69) 1. سائينءَ کي 2. منگل گرهہ (جنهن جي آگ گهاتڪ ٿيندي آهي) 3. جلائي، ساڙي 4. نانگ، سپ 5. ڪکن جي، گاهہ جي.

(70) 1. ٻاٻيهو يا چاتڪ پکي 2. مُئا، مري ويا 3. مدهوش

(71) 1. تيستائين 2. سوُرهيہ، شور وير 3. جيستائين 4. تلوار، جنگ 5. هلندي 6. وڃن

72

جي مون ڏٺيون لکَ ڏرَ، ڏرَ ڏرَ لکَ سران؛
سرِ سرِ لکَ مهان ٿيئين، مُهِ مُهِ لکَ چيان؛
سڀي چيان تڪيان، هڪڙيان لوان؛
صفتِ تُهنجي راڄيا، تو هوَن ڪيئن ڪران؛ (73)

اي ڏٺي، جيڪڏهن مون کي لکين ڏر ڏين، هرهڪ ڏر تي لک لک سرَ هجن، هرهڪ سر ۾ لک لک وات هجن ۽ هرهڪ وات ۾ لک لک چيون هجن، اُهي سموريون چيون ڳالهائڻ جون تکيون/ تيز/ هجن ۽ مان اُنهن سان هڪ ئي وقت ويهي لنوان (تنهنجي واکاڻ ڪريان) اي راڄيا، مان تڏهن به تنهنجي صفت آچاري نه سگهندس.

73

جهڙي[1]، پائي هٿڙي، تهڙي[2] پاڻ پرين؛
بَهڻ[3] مَحِبا ڇڏيو، تون نه ڇڏ ڏٺي. (75) *

جيڪي هٿ ڦهلائي توکان گهرن ٿا، تن کي تون پاڻ پرين ٿو. پينرن ۽ پين عزيزن مون کي ڇڏي ڏنو آهي، اي ڏٺي، تون نه ڇڏ ج.

74

ڏيهُ[1] لٿا سنجها پئي، اڳون آئي راتِ؛
ڪڙا[2] پڪاري پاتڻي[3]، ٻيڙا ڪپر[4] واتِ. (76)

ڏينهن پورو ٿيو، سنجها (سانجهي) به ٿي، اُن بعد رات آئي آهي. ٻيڙيءَ وارو (پتڻ وارو) اُيو ٻيهي ڪري ٻيو پڪاري ته ٻيڙي ڪپر جي ڪُنن ۾ وڃي ڦاٿي آهي.

(72) 1. مَندي، سيس، سر 2. وات، مک 3. ڳالهائڻ جون تکيون. 4. هر هر چوڻ، جپڻ، رٽ لائڻ 5. جس، وڏائي، ثنا
(73) 1. جِن 2. تن (کي) 3. پيڻ
(74) 1. ڏينهن 2. بيٺو 3. پتڻ وارو، ٻيڙي وارو. 4. ڪنارو، ڪنڌي، ڪنن وارو هنڌ
* هرياڻا واري دستخط ۾ 74 نمبر وارو بيت معمولي تبديل سان گرو گرنٿ صاحب ۾، شيخ فريد جي بيتن ۾ مِلي ٿو. اهو بيت ڏسو ضميمي "ب" ۾.

75

هَنءِ آءُ[1] وَندا[2] وَجُ تون، سيٽان[3] وينءَ مَ ڪَتِ؛
پيهي[4] مَنجهِ ڪَٽون ڪري، تو ڪوٽي[5] مون هَٿَ. (78)*

'آءُ آهيان'، 'آءُ آهيان' اِن وِندَ ڪان پاسو ڪر. پنهنجن پرين ڪي حرف نہ پَٽِ. پنهنجي آپي کي (جَندَ منجهہ) ڪٽون ڪري پينهہ. جندَ جو هٿيو تنهنجي هٿ ۾ هجي ٿي هجي.

76

سُجي[1] ٿَي[2] جَباب[3] ڇَئي، سو سَجَڻَ ڪِتِ[4] گَئي؛
جِتي[5] بـالَ[6] سَـريرَ ۾، تِـتي ڇِـنَ پَـئي. (79)

پڙيانگ ٿيل مڪـان جواب ٿو گهري تہ آهي سجڻ ڪيڏانهن ويا. سرير ۾ جيترا وارا هئا، اوترا ڇڇي ختم ٿي ويا.

77

پيڙان[1] سَبي ڏُهيليان[2]، ايهِي[3] پيڙَ نہ ڪاءِ؛
جيئَن وَڃَنِ واڃو[4] ٿئي، ڇاٽئہ هِڪُ خداءِ. (80)

پيڙائون سڀ تڪليف ڏيندڙ آهن، پر ههڙي پيڙا ڪابہ نہ آهي. جو خدا ٿو ڇاٽي، مونکي واڃي وانگر ٿي وڃائي.

78

ٻين ڪُون[1] ڪِيا[2] روئـِي، ڏُکَ آپَني[3] ڪُون روءِ؛
ٻَندِ سَنبَلُ[4] ٿي ساختي[5]، اِتِ نَہ رَهَسي[6] ڪوءِ. (81)

ٻين جي حال تي ڇاٿو روئين. پنهنجي حالت تي ڏک ڪري روءُ. پنهنجو توشو ٻڌي تياري ڪر، هتي ڪير بہ رهڻو نہ آهي.

---

(75) 1. مان آهيان ٠ (خودي) 2. تات، هر هر ساڳي ڳالهہ چوڻ 3. سجڻ، سنبندي 4. پيسڻ، پيهڻ
5. ڏنڊو، هٿيو (جنڊ جو)

(76) 1. خالي، پڙيانگ، اجڙيل 2. مڪان، جهڳي 3. جواب 4. ڪيڏانهن 5. جيترا 6. وار

(77) 1. پيڙائون ، ڪشٽ 2. تڪليف ڏيندڙ 3. ههڙي 4. ساز

(78) 1. کي 2. ڇا 3. پنهنجي 4. توشو 5. تيار، بٽيل 6. رهندو

* هرياڻا واري دستخط جي 77 نمبر بيت ۾ 'هروچوي' اکر هجڻ سبب مون اُن کي ڌاريو بيت ڪري ليکيو آهي.

79

سُتــو ڪـي هَئِہِ ســاءِ، تـو مَٿـي ڪَــپَرُ گَڙي[1]؛
وِهَڻُ تَتــائين[1] ڪــاءِ، جِتــي ٿُهِنــجو تَڪِيــو[3]. (82)

(اي پيڙيءَ ۾ سفر ڪندڙ) تون سمهي ڪيئن پيو آهين، اڳيان ڪناري لڳ ڪُن ڪڙڪا ڪري رهيا آهن. ويهڻ اُتي ٺي سونهين، جتي تنهنجي منزل آهي.

80

سُتو سَڄي راتِ، مُهُہ ڊِڪي مُئَنِ جيئَن؛
نَہ تون سنبَلَ[1] تاتِ[2]، نَہ جهوري[3] تو آهِہ ڪا. (83)

تون سڄي رات مُئلن وانگر منهن ڍڪي سمهيو ٿو رهئين. توکي نہ (سفر لاءِ) توشو ڻاهڻ جي ياد رهي آهيءِ نہ ٺي ڪا چنتا آهي.

81

جان جان ڪنڌي[1] ڪاءِ، تان تون ٿُرهي[2] تاتِ ڪَرِ؛
ڪَپَرَ[3] سَندي داهَہ[4]، مَتِ[5] اُوچِنتي[6] اِلهَئہ[7]. (84)

جيستائين تون ڪناري تي آهين، تيستائين پيو تون پيڙيءَ جي سنڀال لهُہ (اُن جي پڳ ٺٽ کي درست ڪري، سفر لاءِ تيار رکينس). ڪناري تي ڪُنن ۾ جيڪا باهہ پئي ٻري، اها اوچتو تنهنجي سمجهہ کي جلائي رکندي. (متيون منجهائي ڇڏيندءِ).

82

جي تُلَ[1] تُتو[2] ٿُهَڙي[3]، سايَرَ[4] مَنجهِہ ٿيانهِہ؛
ڪَرِ ٻانهان پاٽيچيان، مَ ڪَرِ سَڏَ ٻيانهِہ[5]. (85)

جيڪڏهن پيڙيءَ جي مسطول جا پالَ ٽتي پيا اٿئيءِ سمنڊ ۾ وڃي پيو آهين، تہ پنهنجن ٻانهن کي پاٽيءَ ۾ هلاءِ؛ ٻين کي (مدد لاءِ) سڏ نہ ڪر.

---

(79) 1. گجي، زور زور سان آواز ڪري 2. ان هنڌ، اتي 3. منزل، ماڳ
(80) 1. توشو، واٽ لاءِ سمر 2. ياد، ٻچار 3. فڪر، چنتا
(81) 1. ڪنارو 2. ٻيڙي 3. ڪنارو (ڪناري وارا ڪُن) 4. باهہ 5. سمجهہ، عقل
6. اوچتي، بي خياليءَ ۾ 7. جلائي ڇڏي، ساڙي ڇڏي
(82) 1. مسطول 2. تتو 3. سَڪان 4. سمنڊ، ساگر 5. ٻين کي

83

سَنجهي[1] سَبي ٿُلهڙا، غافِلَ[2] چو نَہ وِڌوءِ؛
جَڏهُون لِهرين گَمر[3] ٿئي، تَڏَهوُن سنپاريوءِ. (86)

اي نادان، تو سويل ئي/ اڳ ئي ٻيڙيءَ جا پالَ (سڙه) سڀي ڪي ٻيڙيءَ تي چو نہ چاڙهيا. جڏهن لهرن جي خبر پيئہ، تڏهن تو پالن کي ياد ڪيو.

84

جان توُن تاروُ پاڻَ، تان ٻي پڇَ تِلگانِ[1] ڪَلَ؛
تو توُن گهڻا سُڄاڻَ، وَڃي ڪَپَر[2] آهلي[3]. (87)

جيڪڏهن تون ترڻ ڄاڻندو بہ هجين، تہ بہ تون هنن ڪان (ماهر تارن ڪان) ڄاڻ وٺ، توکان بہ وڏيڪ ڄاڻ وارن کي ڪناري جا ڪُن ليٽايو ڇڏين.

85

اُٻائي[1] ڇَيَئوُنِ جي، سو نَہ ڪِيائِين ڪَنِ؛
تان ئي پيئي پِرِيانِ سان، گَهگَهرِ[2] گهاتوُڙنِ[3]. (89) *

سهڻيءَ جي درياهہ ۾ ٽپڻ وقت جو نظارو: جانورن جا وات ڦاڙ آواز.
(درياهہ گهگهر جي خونخوار جانورن) وات ڦاڙي هن کي جيڪو ڊڄايو، اُن ڏانهن ڪن لاتار ڪيائين ۽ اتي ئي درياهہ ۾ ٽپي پنهنجي پرينءَ سان وڃي ملي.

86

جُنگيئون[1] جوکيئون[2] جَتِ، ٻوهِٽَ[3] ٻاتاڙا[4] ٿيَنِ؛
مِهَرَ[5] ٿهنجي تَتِ، مُڪرِيان[6] ٻي پارِ پَوَنِ. (90)

جتي وڏيون ٻيڙيون خطرو محسوس ڪن ٿيون، ۽ جتي ٻوهٽن (ٻيڙين) جي حالت خراب ٿيو وڃي، (اي ڏٺي!) اهڙي هنڌ تي تنهنجي ديا (ٻاجهہ) ٿيڻ سان ننڍيون ٻيڙيون پار پئجيو وڃن.

---

(83) 1. سويل ئي، ساجهر ئي 2. غفلت ۾ غلطان، نادان 3. سڌ، ساڻ، خبر
(84) 1. انهن کان 2. ڪنارو (ڪُنن وارو هنڌ) 3. ليٽائي
(85) 1. وات ڦاڙي، وات کولي 2. گهگر ندي 3. گهاتڪ (جانور)، خونخوار/ شڪاري جانور
(86) 1. وڏيون/ شاهي 2. جوکي ۾ پون، خطري هيٺ ٿين 3. ٻيڙيون 4. پريشان حال، خراب حالت ۾ 5. ديا، ڪرپا، مهرباني 6. ٻيڙيون (ننڍيون)
* هرياڻا واري دستخط ۾ 87 نمبر بيت بعد بيت تي 89 نمبر ڏنل آهي.

87

پـڪَڙيان[1] ڊِڄَهِه، پَوَ[2] پَلان[3] ئـي نـہ لَهــي؛
جِتـي ســاتَ سَندءِ، اَجي[4] سَہ لَڪَنِ لنگهيـو. (91)

اهڙي منزل جتي وڃڻ کان پکي بہ ڊڄن ٿا، چگن پلن جو ڏپ لهي ئي نٿو، اُتي تنهنجي سات هجڻ سان اي ڏٽي! مان اُنهن لکن مان اڄي لنگهي پار ٿيو آهيان.

88

وِڄَ بادَلَ ءِ واءُ، ڏِڄَ نَہ لَهرين لَڳيو،
سَڌَرَ[1] سونُهان[2] جانءِ[3]، ٻيڙيءَ ٻُڏڻَ ناهِ پَؤ. (92)

وڄ کنوي رهي آهي، بادل ڇانيا پيا آهن، هوا ڇڙي پئي آهي، (اهڙيءَ حالت ۾ بہ) لهرن جي اُٿڻ سان تون ڊڄ نہ. جنهن سان گڏ هوشيار رهبر آهن، تنهن ٻيڙيءَ کي ٻڏڻ جو ڊپ ئي نہ آهي.

89

سُتـو هُتـو جاڳُ، راتڙي[1] سَبَئـہ[2] وِهاڻيان[3]؛
مَـتَـئِن ٿِيـوءِ پـاڳُ، پِرين وِســارَڻُ مَ ڪَرِ. (93)

سمـهـيـو پيو آهين تہ جاڳ، رات سڄي پوري ٿي ويئي آهي. (جاڳڻ سان ئي) تنهنجي ڀاڳ مٿي ٿيڻ وارو آهي. تون ايشور (خدا) کي وسارڻ جي نہ ڪر.

90

پِرين وِساري رَتَ روئـن، ڪَبُڌي[1] ري ڪارَڻُ؛
ڪَنچَنَ[2] راسِ[3] وِڃاءِ ڪي، ٻُڪئِن[4] ڌوڙِ[5] پَوَنِ. (94)

گـهڻ ٻڌي وارا پرينءَ کي وساري، بي سـبب رت ٽا روئن. سون جي ڍير کي وڃائي ڪري، مٽيءَ جي ٻُڪَ تي وڃي ٽا ڪرن.

---

(87)1. پکي 2. ڊپ 3. پلن جو، چگن پلن جو 4. اڄ، هاڻي
(88) 1. هوشيار، سڄاڻ 2. رهبر، سونهان 3. جن سان
(89) 1. رات 2. سموري، سڄي 3. گذري وئي، پوري ٿي
(90) 1. مورک، خراب ٻڌيءَ وارو 2. سون 3. دگ، ڍير 4. ٻڪ تي 5. مٽي، خاڪ

91

ڌَرَ[1] جِيوَن[2] ڏَنس[3] سَهَنِ، ڳِروائي[4] پَرِبَتَ جيوَن؛

سيئي سينڻ[5] ڪجَن، آئيءَ واءَ نہ ڏولَن[6]. (95)

سيپُو اُنهن سان ڳنڍجي، جيڪي ڌرتيءَ وانگر بارگير (بار ڪنندڙ) هجن، جن ۾ پهاڙن جهڙي گنڀيرتا هجي. سينڻ اهڙا هجن، جيڪي هوا لڳڻ سان لڏي نہ وڃن.

92

سَجَڻ دُرجَڻ[1] دَءِ کَهي[2]، چِتِ[3] نَہ ڪيجيءِ پَنگُ[4]؛

لوئي[5] تيئيءِ پارچي[6]، لاکَ نَہ چڙي رَنگُ. (96)

دوست دشمن (چڱي مٺي ماڻهوءَ) جي چوڻ تي پنهنجي چت کي خراب نہ ڪرڻ گهرجي. لوئي ڀلي ليڙون ليڙون ٿي وڃي، پر لاک (جنهن سان اُها رڱيل ٿئي ٿي) پنهنجو رنگ ڪونہ ڇڏيندي.

93

مَنجهين[1] مائو[2] ناهِ ڪي، پَسَڻَ کي گهاٽي؛

دُني[3] کَسونڀي[4] رَنگ جيوَن، ويندو ٺي واٽي[5]. (97)

کهنيو رنگ ڏسڻ کي تہ گهاٽو ٿئي ٿو، پر اُن ۾ اندر آهي ڪجهہ بہ ڪونہ. هيءَ دنيا بہ کهنبي رنگ وانگر آهي، جو واٽ هلندي ٺي ويندو آهي (جنهن کي جٽاءُ نہ آهي).

94

مَئُن[1] پانيي[2] سونَ، هي جَرَ[3] پوسَ جَرِکَئُون[4]؛

وِيئَن وَرائي وَن، ڪَهَ لِڳي ڪارو ٿيو. (98)

مون هن چمڪندڙ پاڻيءَ کي سون ڪري سمجهو. (هٽ لائڻ سان) اُهو مون کي ورائي ويو ۽ مٽي لڳي، ڪارو ڪري ڇڏيائين.

---

(91) 1. ڌرتيءَ، پرٿوي 2. وانگر، جيان 3. دونس، دٻاءُ 4. ڳوراڻ، گنڀيرتا 5. سنبنڌي، سجڻ 6. لڏن، ڏولائمان ٿين

(92) 1. خراب ماڻهو، دشمن، چيٺاپور 2. چوي 3. اندر، من، دل 4. پيڃڻ، توڙڻ (ڊانواڊول ڪرڻ) 5. چُني، تري ماڻهن جي ڍڪڻ جو ڪپڙو 6. ليڙون ليڙون، چيٿڙا

(93) 1. اندر 2. مواد، مال، ڳپ 3. دنيا، سنسار 4. کهنبي 5. واٽ تي، رستي ۾

(94) 1. مون 2. سمجهو 3. پاڻي 4. چمڪندڙ

95

ڀَلي وي ڀَلي، ڀَلي ٽِڳائُون[1] آئي؛
بابا آدمَ، آتي[2] حوا[3] ڀَلي، ڀَلي سَبُ دُنيا ٿي. (99)

ڀَلي ٿي ڀَلي، هُنَن (آدم ۽ حوا) جي زماني کان وٺي اها ڀَلجندي آئي آهي. بابا آدم ۽ حوا بہ ڀَليا. سڄي دنيا ٿي ڀليل آهي.

96

ڀوري[1] ڀَڳي جَتِ (جاتِ)، ماٽِڪَ آساري[2] پَيو،
ڪوهہ[3] نَہ ڍِوُنڍيَءِ[4] تَتِ، بي - اوُنگهيو[5] هٿ ڪَرِ. (100)

اي نادان عورت! تون ڀڄندي ڀڳي وڃين، املهہ ماڻڪ تہ تنهنجي (قدمن) هيٺ پيو آهي. تون اُتي ٿي اُن کي ڳولهي، بنا غفلت جي هٿ ڇو نٿي ڪرين.

97

ڀوري ڀڳي جاوَ، ماٽِڪَ آساري پيو؛
سُري[1] صَرافين[2] آو، (تون) بي اينگهيو[3] هَٿ ڪَرِ. (101)

اي نادان عورت! تون ڀڄندي ڀڳي وڃين، املهہ ماڻڪ تہ تنهنجي (قدمن) هيٺ پيو آهي. تون بہ ٻير ڀيري صرافن (هيرن جواهرن جي ڄاڻن) وٽ اچ بنا دير جي اُهو هٿ ڪر.

98

هَٽِ[1] وِياجَهڻَن[2] لوُڻُ، ڪَستوُري جُهنگڻَن[3] گهري؛
سَچان[4] دي صابوُڻُ، اَندرُ اَڇا نَہ ڪَري. (102)

دڪان تان لوڻ خريد ڪري، روُنگ ۾ ڪستوري ٿو گهري. سچ جي صابڻ سان پنهنجي اندر کي اڇو نٿو ڪري.

---

(95) 1. انهن کان وٺي 2. ۽ 3. بي بي حوا

(96) 1. نادان، ڀولي ڀالي، سادي 2. هيٺ نينوَ ۾، بنياد پيڙه، 3. ڇو 4. ڳولهڻ، تلاشڻ 5. بنا غفلت پيڙهہ

(97) 1. ڇَري، وڌي، بہ ٻير ڀيري 2. هيرن جواهرن جا واپاري/ ڄاڻو 3. بنا گيسر، بنا ڳهر

(98) 1. دوڪان 2.خريد ڪري ٿو 3. روُنگ (ڪا شيءِ مفت ۾ مٿان وٺڻ) 4. سچ

99

مَيان[1] مَحلان مَندِيــان[2]، اَڄليــانِ[3] ڇڄنِ[4]؛
هَـتَئون ڳِنِنِ[5] ٻَـڪري، جُهنـگَئِن اَٽَ مَڱنِ[6]. (103)

بينل ڪار شخص، محلن ۽ بزارين ۾ معصومن (سادن سودن) کي ٺڳين ٿا. دڪان تان ٻڪري خريد ڪري، روڻگ ۾ (دوڪاندار کان) اٽ گهرن ٿا.

100

هَرَ هَرَ فــالَ[1] ڪـريندِيان، رَڌي[2] گـئـي وِهــاءِ[3]؛
وَڃي پو (ءِ) ڇو سانوڻ سُتيان، لاوي[4] لَـڳنِ آءِ. (104)

(ڪيت جي مالڪ) هر هر فالون پارائي، (اَن کي ڇڏي ڏنو) ۽ سندس ڪيتي (فصل) ڇَٽ تي وئي. سانوڻ جي وقت (جو پوکيءَ جو وقت آهي) وڃي سمهي رهيو. هاڻي اچي فڪر ورايو اٿس.

101

تـوبهَ[1] ڪري نَـ باهَـڙي[2]، باهَـڙي توبَهـ ڪَرِين؛
ڪـيهي[3] ســــادي هَـٿَ[4] ۾، رَڌي اَجاڙِينِ. (105)

پنهنجي ڪئي تي پڇتاءُ نـ ڪري، وري ٿاپڙجن ٿا. (ڏڪو ڪائين ٿا) ٿاپڙجي پوءِ پنهنجي ڪئي تي پڇتائين ٿا. ڪيترا نـ نادان آهن، هوڏ ڪري، پنهنجي (تيار) ڪيتي اجاڙي ٿا ڇڏين.

102

جي سائين سُون سَڄَ، تو يَو ڪوڙا سَتَڙي،
اَيا[1] تــي ڪَرِ نَڄَ، تــوڙي اڱرڙا[2] ٻَــلَئِہ. (106)

جيڪو چڱو ماڻهو سڄ تي ٻيٺو آهي، اَن کي يوَ (ڊپ) جو ڪهڙو ضرور. اهو، پلي ڪئي پرندڙ ڪوئلن تي ٻيهي نچي.

---

(99) 1. بينل ڪار ماڻهو، سردار 2. بازاريون 3. جن ۾ ڇل ڪپٽ نـ آهي، سادا، آٻوجهہ 4. ٺڳين، دوکو ڪن 5. خريد ڪن 6. گهرن

(100) 1. فالون پارائڻ، پُڇاڻان پُڇائڻ 2. ڪيتي، پني 3. ختم تي، پوري تي (اجڙجي وئي) 4. فڪر، ڳڻتي، چنتا

(101) 1. پڇتاءُ 2. ٿاپڙجڻ 3. ڪيترا، ڪيتري 4. نادان، اَجاڻ 5. ضد، هوڏ

(102) 1. ٻيهي ڪري 2. ٽانڊا، اڱر

103

پاڻي[1] واڻي رَنگ ۾، پاڻو[2] واڻ رَتاسِ[3]؛

رَنگِيندڙو پاڻ ڏَٺي، سَڀِي رَنگ سنداسِ. (107)

پرينءَ پنهنجي ئي رنگ ۾ پنهنجو پاڻ کي رڱيو آهي. رنگيندڙ به هوَ پاڻ آهي ۽ سڀ رنگ به سندس ئي آهن.

104

اَنان[1] ئي پَنا[2] ڪَرين، پَنا آن مَنجهانوَ؛

راڄ تِهنجو راڄيا، ٻِيا راوَ[3] ئي راوَ. (108)

اي ڏٺي! تون پنن کي ڦيري اَنَ بڻايو ڇڏين ۽ ان کي چاهين ته پن بڻايو ڇڏين. اي راڄيا (دنيا تي) تنهنجو ئي راڄ آهي. ٻيا ته راو ئي راوَ (ڇوٽا راجائون) آهن.

105

ڪوَ[1] سي ڪوَ ٻَلَ نيپَجيءَ[2]، تاڙي ٻَنَ[3] داهي[4]؛

عَقَل غيب[5] اَلله دا، اَلله اَيَ آهي. (109)

ٻَلَ ۾ ڇا مان ڇا ٿيو وڃي، تاري سڄي جهنگل کي جلايو ڇڏي. خدا جو عقل (Rationale) هڪ اسرار آهي (جنهن کي ڪو سمجهي نه ٿو سگهي). الله اڪيلو ئي آهي.

106

توڙي[1] وَڃَنِ روم[2]، نانهِ نصيبون[3] اَڳرو؛

ماني وَٽَئن[4] تَوم، جي لِکيا ڇپَنِ مَ. (110)

چاهي ڪير روم ڪٿي وڃي، اهو پنهنجي نصيب ۾ لکيل شيءِ کان وڌيڪ هٿ ڪري نه سگهندو. اهو مانيءَ ۽ ٿوم لاءِ به پٽڪندو. جو لکيل آهي سو لڪندو (ٽرندو) ڪونه.

---

(103) 1. پنهنجي 2. پنهنجو پاڻ 3. رڱيو اٿس

(104) 1. اناج مان 2. پَنَ، پَتا 3. ننڍا راجائون

(105) 1. ڇا 2. اسري، پئدا ٿئي 3. جهنگل، ٻيلا 4. جلائي آگ لڳائي 5. پراسرار، راز ڀريو

(106) 1. خواهه، چاهي، ڀلي ڪري 2. اٽليءَ (ملڪ) جو هڪ شهر 3. قسمت کان، ڀاڱ کان، 4. پٽڪي، ڦري

107

توڙي نَہ ڏِيئين، توءِ[1]، توڄ[2] تهِنجو آسِرو[3]؛
تو دَرَ ڇَڏان ڪيئن، اِي وَڏا راڄِيا.(111)

ڏڻي، چاهي ڪجهہ نہ بہ ڏينم، تہ بہ مون کي تنهنجو ئي ڏيان ۽ آسرو آهي. اي وڏا راڄيا، مان تنهنجو در ڪيئن ڇڏيان (تو مان اميد ڪيئن لاهيان).

108

آهر الاهر[1]، ڪوءِ مَ لاهِيو ڪَڏهِين،
وِيا ڪاجَ هَٿانوَ، وَڏِ آئيندو وَڏو ڏَڻي. (112)

خدا مان آسرو ڪڏهن بہ نہ لاهيو. جيڪي ڪارج هٿن مان نڪري ويا آهن (جن جي ٿيڻ جي اميد ئي نہ آهي) انهن ڪان بہ وڏ (سنا) ڪم وڏو ڏڻي (خدا) ڪري ڇڏيندو.

109

تُوَن آڏارُ سَڏارُ تُوَن، تُوَن اَڏائُوَن[1] اَڏَ[2]؛
تُوَن ئي اَڪِڙِيَن مون، تُوَن ئي اَندَرِ هَڏَ؛
ڳَلِ لَڳي ڳالِهِ چَوان، ڪيهي حاجَتَ[3] سَڏَ. (113)

اي ڏڻي، تون ئي منهنجي اوٽ ۽ آسرو آهين. تون ئي رڪاوٽن کي هٽائيندڙ آهين. تون منهنجي اکڙين ۾ سمايو پيو آهين. تون ئي منهنجي هڏ ۾ سمايل آهين. (تون ايترو تہ ويجهو آهين جو) مان توسان ڳلو ڳلي ۾ ملائي توکي ڳالهہ ٻڌائي ٿو سگهان. توکي تہ سڏ ڪرڻ جي بہ ضرورت نہ آهي.

110

سِيچاڻان[1] اَتي سِينهَن[2]، ڏوَوَئِن[3] وَسَنِ[4] جهنگ ۾؛
سو ڪَڙُ[5] ڪاوَنِ ڪيئن، ماسَ جِنهِين کو لِکيو. (114)

باز (ترمتي، هڪ شڪاري پکي) ۽ شينهن، ٻئي جهنگ ۾ رهن ٿا. جن جي قسمت ۾ ماسَ کائڻ لکيل آهي، (سي ماسَ ئي کائيندا) اهي ڪَڙُ ڪيئن کائيندا؟ •

(107) 1. تہ بہ 2. ڏيان 3. اميد، ڀروسو
(108) 1. خدا مان ڀروسو
(109) 1. رڪاوٽن کي، رڪاوٽن لاءِ 2. رڪاوٽ 3. ڪم، گهرج، ضرورت
(110) 1. هڪڙو شڪاري پکي، مادي ترمچي، باز 2. شينهن 3. ٻئي 4. رهن
5. ڄانبي، سرنهن وغيره مان تيل ڪڍڻ بعد بچيل ڦوڳ. جو جانور کائيندا آهن.

111

جي جي ٻولِي مَئِن[1] ڪيئِي، سو سو مُجِهه[2] نَه ٿَيان؛
اَسِ چنگي[3] ديوان مَئــن، سَيـــي مُڪَرِ[4] گيــان.(115)

جيڪي جيڪي قول مان (خدا سان) ڪري آيو هوس، انهن مان ڪوبہ نہ پاڙيوم. مان اهو چڱو مڙس آهيان، جو انهن سڀني قولن تان ڦري ويس.

112

پِڳا ساجا[1] نَه ٿِئي، مَنُ موتاهَل[2] ڪَچُ[3]؛
ڪَنين[4] سُڻا نَه مَنِئِي[5]، اکِ ڏِٺو سَچُ.(116)

مَنُ ڪچي موتيءَ وانگر آهي، جيڪو جيڪڏهن پڳو تہ وري سڄو ڪونہ ٿيندو. ان ڪري ڪنن ٻڌيءَ (ڳالهہ) تي اعتبار نہ ڪرڻ گهرجي، اکين سان ڏٺل ڳالهہ کي ئي سچ سمجهڻ گهرجي.

(111) 1. مان، مون 2. مون کان 3. چڱو، ڀلو 4. ڦري وڃڻ (قول تان)، انڪاري ٿيڻ
(112) 1. سڄو 2. مکتا ڦل، موتي 3. ڪچو (ڪچو موتي) 4. ڪنن سان 5. مڃ

ضميمو: الف

# قاضي قادن جا اڳيان ست بيت *

1

** ڪَنزُ قُدُوري ڪافِيا، ڪِ ڪوه نہ پَڙهئُومِ؛
سو پارُ تي پئو ڪو، جِيان پِرِي لَدُومِ.

2

لوڪان نَحوُ صَرفُ، مَنَ مُطالعَ سَپِرين؛
سو ئي پڙهئو سو پڙهان، سو ئي سو حَرفُ.

3

سيئي سيلَ تَئامِ، پَڙهئامِ جي پاڻَ لَءِ؛
اڪَرَ اڳِيان اُبري، واڳُو تي وِرِئامِ.

4

سَجَڻ مَنجهہ هُئامِ، مون ويني واءُ ٿِئا؛
هيڏان هوڏان هَٿڙا، هيئين جازَ وِڏامِ.

5

سائر ڏيئي لَتَ، اوُچي نيچي پوڙئي؛
هيڪائين هيڪ ٿِئو، ويئي سَبَ جِهَتَ.

6

"لا" لاهيندي ڪَنِ ڪي، "لا" مُوڙهين ناهِ؛
بِلاري پِريانِ، ڪَٿُ نہ ڏِسي ڪي پئو.

7

+ جوڳي جاڳايوسِ، سُتو هُئُسِ ننڊَ مِ؛
تِهان پوءِ ٿِيوسِ، سندي پِريان پيچَري.

---

* علامہ عمر بن داؤد پوٽي جي ڪتاب "شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام" (1937ع) جي صفحن (نمبر وار) 26، 27، 28، 36، 88، 94ع 113 تان ورتل.

** هي بيت هرياڻا مان مليل دستخط ۾ بہ آهي. ڏسو هن ڪتاب ۾ بيت نمبر 3. دستخط ۾ ڏنل بيت نمبر 2.

+ هي بيت بہ هرياڻا واري دستخط ۾ آهي. ڏسو هن ڪتاب ۾ بيت نمبر 35. هرياڻا واري دستخط ۾ ڏنل بيت نمبر 36.

*ضميمو : ب

# ذاريا بيت

1

دادوَ اکيون پَسڻ کي پرين، ڀري الٽيان منجهہ؛
جتي بيٺو مان پرين، نهاريندو هنجهہ.(22)

2

گهڙيين گهڙيين گهاريان، ڀري نَهان سجاءِ؛
مون هيڙو گهڙيال جيون، ڏڪئہ ريڻ ٻهاءِ.(74)

3

سفر مَتئِن سپرين، اڀو سار لَدِن؛
هلڻ جون هلوَ چوي، ڳجهيو ڳالهيون ڪن. (77)

4

ڪاجي محموند دُنيا ديک ڪَر، مَن مَئن آپ نہ ڀولِ؛
اَپني غربت سي تيون رَهبي، جيون پانو تلِ کي ڏولِ.(116)

5

ڪاجي محموند ڪاجل ڪرون تو ڪنڪرا، سُرما ڪيا نہ جاي؛
اِن نئنون مئن ايڪ تون، دوُجا ڪَهان سماءِ.(117)

6

ڪاجي محموند سُمَرِ سائييان، جِسان تَئن ياجي پيڙ؛
سَکيا دک نہ جانني، جِسِ بيدن تِس پيڙ.(118)

---

* هراياٿا واري دستخط ۾ قاضي قادن جي بيتن سان گڏ مليل اهي بيت، جن کي 'ذاريا' ليکي 'قاضي قادن جو ڪلام' ۾ شامل نہ ڪيو ويو آهي.

# قاضي قادن جي ڪلام جو
# سنڌ ۾ اڀياس

## • ضميمو: الف

قاضي قاضن يا قاضي قادن ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

مهدي جونپوري ۽ قاضي قادن ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي

میمڻ عبدالمجید

# قاضي قاضن يا قاضي قادن؟

قاضي قاضن سنڌي زبان جو قديم ترين شاعر آهي. اسان کي ان جا ست بيت، شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي ملفوظات 'بيان العارفين' مان مليا آهن. سنڌي زبان جا اهي ئي قديم ترين بيت آهن، جيڪي هڪ مستند ماخذ ذريعي ميسر ٿيا آهن. هي بيت فني، فڪري، معنوي ۽ لساني نقطہ نگاهہ کان نهايت پختا ۽ معياري آهن، ۽ سنڌي ادب جي عمارت ۾ بنيادي پٿر جي حيثيت رکن ٿا. هن مان معلوم ٿئي ٿو، تہ سمن جي دور ۾ سنڌي زبان معياري ۽ علمي زبان هئي، ۽ اعليٰ ادب تخليق ٿي رهيو هو.

تازو اخبارن ذريعي معلوم ٿيو هو، تہ ڀارت ۾ ڪڇ جي پاسي هڪ قلمي نسخو مليو آهي، جنهن ۾ قاضي قاضن جا 112 بيت آهن. اهي بيت هينئر هندستان ۾ ڪتابي صورت ۾ ڇپيا آهن. بيتن جو مرتب هيرو ٺڪر آهي، ۽ ان جو مهاڳ مشهور سياستدان ۽ اديب جيرامداس دولترام لکيو آهي. ان ۾ رام پنجوائيءَ جا بہ اکر بہ شامل آهن. اهي 112 بيت واقعي قاضي قاضن جا آهن يا نہ، ان تي بعد ۾ تفصيل سان لکيو ويندو. في الحال هت قاضي قاضن جي نالي بابت بحث ڪجي ٿو، ڇاڪاڻ جو هن ڪتاب ۾ 'قاضي قاضن' کي 'قاضي قادن' ڪري لکيو ويو آهي. مرتب، محترم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي پوئلڳي ڪندي 'قاضي قادن' لکيو آهي. محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب اڳين سيني ليکڪن جي ابتڙ پنهنجي ڪتاب 'سنڌي ٻولي جي مختصر تاريخ' (ص 131 ۽ 133) ۾ قاضي قاضن کي 'قاضي قادن' ڪري لکيو آهي. ان لاءِ محترم ڊاڪٽر صاحب نہ ڪو دليل ڏنو آهي نہ ڪا سندئي پيش ڪئي اٿس. معلوم ٿئي ٿو تہ محترم ڊاڪٽر صاحب ائين سمجهيو آهي، تہ قاضي صاحب جو اصل نالو قادر بخش يا عبدالقادر هوندو، جنهن کي بگيڙي 'قادن' بنايو ويو، ۽ قاضي صاحب ان نالي سان مشهور ٿي ويو. اسان وٽ اهڙي نموني نالن کي بگيڙڻ جو رواج موجود آهي، پر اها ڳالهہ ۔ ڏاهہ عام ماڻهن جي نالن تائين محدود آهي. عالمن ۽ فاضلن جي نالن کي اهڙي نموني بگيڙڻ جو رواج نظر نہ ٿو اچي. انهن کي اڌ نالي سان سڏڻ انهن جي توهين سمجهي ويندي آهي.

محترم بلوچ صاحب انهيءَ خيال کان بہ 'قادن' لکيو تہ پانئجي جو لغت ۾ 'قاضن' لفظ موجود ڪونهي. حقيقت اها آهي تہ 'قاضن' جي نالي سان ننڍي کنڊ هندستان ۽ پاڪستان ۾ پيا بہ ڪجهہ عالم ۽ صوفي بزرگ ٿي گذريا آهن. ماثر الامراءِ (1) ۾ هڪ صوفي بزرگ شيخ قاضن بنگالي جو نالو آيو آهي، جيڪو شيخ عبدالله شطاري جو مريد هو.

بيان العارفين فارسي جي قلمي نسخن ۾ 'قاضي قاضن' يا 'قاضي قاذن' آيو آهي. يعني ڪن نسخن ۾ قاضن کي ض جي بدران ذ سان لکيو ويو آهي (2). بيان العارفين فارسي جو بعد ۾ الف اشباع جي نظم ۾ سنڌي ترجمو ٿيو. انهيءَ سنڌي ترجمي جو قلمي نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي لائبريري ۾ موجود آهي. ان ۾ بہ 'قاضي قاضن' ڇاپيو ويو آهي (3). اهو سنڌي ترجمو ٿوري اختصار سان اشاعت هيٺ آيو. اهو ڪتاب مخدوم عبدالصمد ولد حاجي محمد مقيم، مخدوم نورنگ زاده ڪتب فروش ميرپور بٺورو، مرغوب هر ديار پريس بمبئي مان سنہ 1293 هہ (1876ع) ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ان ۾ 'قاضي قاضن' آندو ويو آهي. (4) انهيءَ بمبئيءَ واري ڇاپي کي هريسنگ ڪتب فروش سکر سنہ 1909ع ۾ اسلامي پريس لاهور مان ڇپايو. ان ۾ 'قاضي قاض' آيو آهي (5). پانئجي تہ، ڪاتب 'قاضن' کي بگيڙي 'قاض' ڪري لکيو آهي.

شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ، بيان العارفين جي بنياد تي 'رسالہ ڪريمي' مرتب ڪري سنہ 1904ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ان ۾ 'قاض' کي ذ سان 'قاذن' ڪري لکيو آهي (6). سنہ 1937ع ۾ علامہ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جو ڪتاب 'شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام' شايع ٿيو. ان ۾ علامہ مرحوم هڪ هنڌ 'قاضن' لکيو آهي (7). ٻي هنڌ لکيو آهي: قاضي قاضن يا قاذن (8).

(1) ماثر الامراءِ، جلد ٻوم، اردو ترجمو: محمد ايوب قادري، مرڪزي اردو بورڊ، لاهور ص 581.
(2) ڏسو، لائبرري پير جهنڊي وارو بيان العارفين فارسي (قلمي) ورق 42.
(3) ڏسو، ايضاً، ورق 159.
(4) ڏسو،ايضاً، ص، 272.
(5) ڏسو، ايضاً ص 227.
(6) ڏسو، ايضاً، ص65، 71 ۽ 87.
(7) ڏسو، علامہ عمر بن دائود پوٽو، 'شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام' ڇاپو ٻيو، شاهہ لطيف ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهہ، ص 129.
(8) ايضاً: ص 138.

سنڌ جي تاريخي ڪتابن مان سڀ کان پهريائين تاريخ معصومي ۾ قاضي قاضن جو احوال تفصيل سان آيو آهي. ان ۾ به 'قاضن' چاڻايو ويو آهي (1).

سنڌ کان ٻاهر لکيل بزرگن جي هڪ اهم تذڪري 'گلزار ابرار' ۾ به قاضي قاضن جو احوال آيو آهي. هي تذڪرو جهانگير جي زماني ۾ محمد غوثي شطاري مانڊوي سنه 1014 هه ۽ 1026 هه جي درميان لکيو. ان ۾ قاضي قاضن ڪانسواءِ ٻين ڪن سنڌ جي بزرگن جو احوال به آيو آهي، جهڙوڪ: مخدوم بلال، مخدوم عربي ڏيانه وغيره. ان تذڪري جو اردو ترجمو فضل احمد جيوري ڪيو، ۽ اذڪار ابرار اردو ترجمه گلزار ابرار جي نالي سان سنه 1326هه (1908ع) ۾ مطبع مفيد عام آگره ۾ ڇپيو. تازو اهو اردو ترجمو پيهر فوٽو پرنٽ جي ذريعي اسلامڪ بوڪ فائونڊيشن لاهور جي طرفان ڇپيو آهي. ان ۾ 'قاضي قاضن' ڏيکاريو ويو آهي (2). معلوم ٿئي ٿو ته، 'گلزار ابرار' جي مصنف قاضي قاضن جو احوال بيان العارفين فارسي تان ورتو آهي، ڇاڪاڻ جو هن قاضي قاضن جي ڪن سنڌي بيتن جو مفهوم پنهنجن لفظن ۾ ڏنو آهي. بيان العارفين فارسي جي مرتب پنهنجي تاليف ۾ شاهه ڪريم ۽ قاضي قاضن جي سنڌي بيتن جي هيٺان انهن جو پارسي ترجمو به ڏنو آهي. گلزار ابرار ۾ ٽن بيتن جو مفهوم ڏنل آهي، جيڪو هن طرح آهي:

1. فرمايائين ته ڪنز قدوري پڙهڻ کان پوءِ معرفت جي مهڪ جو ذرو به منهنجي دماغ ۾ نه آيو. انهن علمن کان پري رهڻ کانپوءِ معرفت جي منزل حاصل ٿي. (3)
اصل بيت هن طرح آهي:

ڪنز قدوري ڪافيا، ڪ ڪين پڙهيوم،
سو پارئي ٻيو ڪو، جتان پري لڌوم.

2. سيني زبانن ۾ 'لا' ڪلمه سان تنهنجي نفي ڪئي وئي آهي، ۽ تون اجا تائين پنهنجي اثبات جي پويان آهين. 'لا' ڪنهن جي نفي ڪري ٿي؟ جڏهن ته ذات مطلق ڪانسواءِ ٻي ڪنهن جو حقيقي وجود ئي ڪونهي (4). هي مفهوم هن بيت جو معلوم ٿئي ٿو:

(1) تاريخ معصومي، مير معصوم بکري، سنڌي ترجمو، سنڌي ادبي بورڊ، ص 238 .
(2) اردو ترجمو، گلزار ابرار، اسلامڪ بوڪ فائونڊيشن، لاهور، ص 275.
(3) ايضاً، ص 275.
(4) ايضاً، ص 275.

’لا‘ لاهيندي ڪن ڪي، ’لا‘ مورهين ناهه؛
بلا ريَ پريان، ڪٿ نہ ڏسي ڪو ٻئو.

3. اسان جنهن جا مشتاق آهيون، جيڪڏهن غور سان ڏٺو وڃي، تہ اهو اسان ئي آهيون.

(1) هي شاهہ ڪريم جي بيت جو ترجمو معلوم ٿئي ٿو؛ جيڪو هن طرح آهي:

اسين سڪون جن ڪي، سي تان اسين پاڻ؛
هاٿي وڃ گمان، صحيح سڄاڻا سپرين.

هن سڄي بحث مان معلوم ٿيندو تہ ڪنهن بہ بنيادي ماخذ، تاريخي ڪتاب ۽ تذڪري ۾ ’قادن‘ آيل ڪونهي. البتہ ’قاذن‘ آيل آهي، جيڪو اصل ۾ ’قاضن‘ ئي آهي، پر ڪن ڪتابن ’ض‘ بدران ’ذ‘ آندو آهي. انهن حقيقتن جي روشنيءَ ۾ مون پنهنجي ڇپايل ڪتاب ’ڪريم جو ڪلام‘ ڇپايل 1963ع، ٻيو ڇاپو ڇپايل 1976ع ۽ ٽيون ڇاپو 1995ع * ۽ پي . ايچ . ڊي . جي ٿيسز ”بيان العارفين“ سنڌي ترتيب حاشي اپٽار ۾ قاضي قاضن ڄاڻايو آهي.

پانئجي ٿو، تہ لفظ قاضي ۾ ”ي“ جي بدران ”ن“ آٿي، قاضن بنايو ويو آهي. جيئن اسان وٽ رواج آهي تہ ”حاجي“ مان ”حاجن“، ”جمع“ مان ”جمن“ وغيره نالا رکيا ويندا آهن.

---

(1) ٽيون ڇاپو ”شاهہ ڪريم جو ڪلام“ روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي.

* اردو ترجمو، گلزار ابرار، اسلامڪ بوڪ فائونڊيشن لاهور، ص 275.

# مهدي جونپوري ۽ قاضي قادن

سيد محمد المعروف ميران محمد مهدي جونپوري نائين صدي هجريءَ جو وڏو عالم ۽ پرهيزگار شخص ٿي گذريو آهي. پاڻ 14- جمادي الاول سن 847 هجري مطابق 1413ع ۾ سومر جي ڏينهن هندستان جي قديم تاريخي شهر جونپور ۾ ڄائو هو. 'خاتم الاولياءَ' سندس لقب هو. سندس نسب جو سلسلو حضرت علي ڪرم الله وجه سان وڃي ملي ٿو. سندس طريقت جو سلسلو ڇئن واسطن سان حضرت نظام الدين دهلويءَ تائين پهچي ٿو. سن 852 هجري ۾ پنجن سالن جي عمر ۾ جنپوري جي وڏي عالم ۽ صوفي بزرگ شيخ دانيال وٽ تعليم وٺڻ شروع ڪيائين ۽ ستن سالن جي عرصي ۾ قرآن پاڪ جو حافظ ٿيو. ان طرح سن 859ع ۾ ٻارهن سالن جي عمر ۾ سڀني علمن جي تحصيل ڪيائين. سندس استاد ۽ مرشد شيخ دانيال ۽ وقت جي ٻين وڏن عالمن سندس قابليت ۽ ذهانت ڪري جواني ۾ کيس 'اسد العلماءَ' جو لقب ڏنو.

سترهن سالن جي عمر ۾ سندس دل جو لاڙو تصوف ڏانهن ٿيو ۽ انهي راهه ۾ ڪافي رياضتون ۽ مجاهدا ڪيائين. اهڙيءَ طرح سيد صاحب پنهنجي زندگيءَ جا ستاويهه سال زهد، تقويٰ ۽ پرهيزگاري ۾ جونپور ۾ گذاريا. قدرت سندس وعظ ۽ نصيحت ۾ وڏو تاثير عطا ڪيو هو، جو هزارين پٿر دل انسان سندس وعظ ۽ نصيحت ڪري ميڻ وانگر نرم ٿي پيا. سندس دور جو وڏو معاصر عالم ۽ محقق سيد علي مشقي لکي ٿو ته:

> "سيد محمد جنپوري هميشه استغراق ۽ اڪيلائيءَ ۾ رهندو هو ۽ انهيءَ حالت ۾ پورا ست سال گذاريائين ۽ آخر ۾ ظاهر ظهور مهدويت جي دعويٰ ڪيائين."(1)

سن 887 هجري ۾ جونپور مان هجرت ڪري داناپور (عظيم آباد پٽنا) جي جهنگلن ۾ اڪيلو رهيو. ان وقت سندس عمر چاليهه ورهيه هئي. ڪجهه وقت اتي رهڻ کان پوءِ پاڻ چنديريءَ ۾ اچي رهيو، جتان پوءِ مالوه جي گاديءَ جي هنڌ مانڊو ۾ وڃي رهيو. اتان جو حاڪم غياث الدين خلجي

---

(1) مولانا ابوالڪلام آزاد: تذڪره (اردو)، ص 45، مڪتبه جديد لاهور.

(وفات سن 905 هه) سندس مريد ٿيو. سن 888 هجري ۾ چانپانير گجرات ۾ آيو ۽ سن 890 هجري ۾ گجرات کان برهانپور ويو ۽ اتان مخالفت سبب ان بيدر ۾ وڃي رهيو، جتان ڊايول بندر تان تي سؤ سٺ ماڻهن جي جماعت سان 901هجري/ 1495ع ۾ مڪي شريف ڏانهن روانو ٿيو(1) حج بيت الله کان پوءِ پاڻ موٽي ڪنيات آيو ۽ اتان احمد آباد ۾ اچي باقاعدي پنهنجي مهدي هجڻ جي دعويٰ ڪيائين. سيد محمود مهدوي لکي ٿو تہ: "سيد محمد جونپوري سن 903 هجري ۾ احمد آباد کان (نهرواله) ۾ اچي قاضي قادن جي خانقاهہ ۾ رهيو هو. (2) ان کان پوءِ سن 905 هجري ۾ سيد ميران محمد جونپوري ٻڙلي ۾ ٻيهر ڪليو ڪلايو مهدويت جو اعلان ڪيو. سندس انهيءَ دعويٰ سموري ملڪ ۾ شور مچائي ڇڏيو. گجرات جي عالمن نهايت سختيءَ سان سندس مخالفت ڪئي ۽ آخر ۾ کيس گجرات ڇڏڻ تي مجبور ڪيو. سيد ميران محمد جونپوري ٻڙلي کان جالور ۽ ناگور کان ٿيندو سن 906 هجري ۾ سنڌ جي قديم شهر نصرپور ۾ پهتو، جتان نون مهينن جي رهڻ کان پوءِ سنڌ جي تختگاهہ ٺٽي ۾ وڃي رهيو.

سيد ميران جونپوري جنهن زماني ۾ سنڌ ۾ آيو، ان وقت سنڌ تي سما خاندان جي هاڪاري حاڪم ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي (سن 866 هجري کان سن 914 هجري) جي حڪومت هئي. ڄام نندو سنڌ جو نهايت ئي ديندار ۽ عادل حاڪم ٿي گذريو آهي. هن جي ڏينهن ۾ رعيت خوشحال هئي. ملتان جي لانگاهہ سلطانن ۽ گجرات جي مظفريہ سلطانن سان سندس دوستيءَ جو رستو هو.(3) ڄام نندي جي علم پروري ڪري ڪيترائي ٻاهريان عالم ۽ صاحبِ بزرگ شخص ٺٽي ۾ اچي رهيا. هن ساموئي کان ٽي ميل پري سن 900 هجري ۾ ٺٽي شهر جو بنياد وڌو، جو سنڌ جو تختگاهہ بڻيو.

---

(1) رود ڪوثر، ص 26.

(2) پٽڻ تمام قديم شهر آهي. راجپوتن جي دور ۾ ان جو نالو "انهلواڙه" هو ۽ بعد ۾ پٽڻ سڏجڻ ۾ آيو. گجرات جو پايہ تخت هو. سلطان محمود بيگڙي جي دور ۾ مهدي جونپوري هتي آيو هو. پٽڻ کي نهرواله بہ چوندا آهن. هتي قاضي قادن سير ۽ سياحت ڪندي اچي رهيو ۽ اتي هڪ خانقاهہ قائم ڪيائين. ان خانقاهہ جا آثار اڄ تائين موجود آهن. خانقاهہ جا دروازا، حجرا، حوض، حمام ۽ مسجد جا نشان باقي موجود آهن. (سيدمحموديدالله. "حيات پاڪ" (اردو) ص182، حيدرآباد دکن).

(3) مولائي شيدائي: تاريخ "جنت السنڌ"، ص 359.

انهيءَ زماني ۾ سيد ميران محمد جونپوري سن 906 هـ/ 907 هـ ۾ جيسلمير وارو ريگستاني سخت ۽ ڪٺن سفر طئي ڪرڻ کان پوءِ سنڌ جي پراڻي شهر نصرپور کان ٿيندو اچي ٺٽي ۾ مڪلي تي سلطان سامتيه جي خانقاهه ۾ رهيو، جتي پورا ارڙهن مهينا رهيو.(1) پاڻ سلطان سامتيه جي خانقاهه واري مسجد ۾ قرآن پاڪ جو تفسير بيان ڪندو هو ۽ ان ڳالهه جو اعلان ڪندو هو ته جنهن به شخص کي خدا جو ديدار ڪرڻو هجي ته اهو مهدويت جي دائري ۾ اچي داخل ٿئي. ٺٽي شهر ۽ ان جي آسپاس سندس مهدويت کي وڏي شهريت حاصل ٿي. ڪيترائي وقت جا وڏا ماڻهو، عالم، بزرگ، قاضي ۽ عوامي ماڻهو اچي سندس مريد ۽ معتقد ٿيا. ٺٽي جا وڏا عالم جهڙوڪ: شيخ صدر الدين، ميان شاهين بکري، شيخ الياس، پير آسات شيخ جهنڊو پاتڻي، قاضي محمد اوچي جعفري، ميان ابوبڪر ۽ سيد مبارڪ شاهه مهدي جونپوري جا مريد ٿي چڪا هئا.

ليڪن ٺٽي جي عالمن ۽ سيد حيدر سنائي ۽ سندس خليفن جي سخت مخالفت جي ڪري سنڌ جي حاڪم ڄام نندي مهدي جونپوري کي سنڌ مان نڪرڻ جو حڪم ڏنو. مهدي جونپوري لاچار ٿي سنڌ مان بولان لڪ رستي قنڌار ويو ۽ اتان پوءِ خراسان ۾ وڃي رهائش اختيار ڪيائين. اتي ئي 23 اپريل 1504ع/ 911 هجري ۾ سومر ڏينهن سلهه جي مرض ۾ مهدي جونپوري وفات ڪئي. سندس فرزند ميران سيد محمود سندس جنازي نماز پڙهائي ۽ فراهَ ۾ دفن ڪيو ويو. قاسم شاهه عراقي سندس مزار مٿان قبو تعمير ڪرايو. قاضي حسين زرگر قنڌاري سندس وفات جي تاريخ هن طرح ڪڍي آهي: گفتار بروز شيخ ڪُن استفسار. ڪنهن وري سندس وفات جي تاريخ "عشق ماتم" مان به ڪڍي آهي.(4-3-2)

## قاضي قادن

ٺٽي ۾ رهڻ دوران وقت جو وڏو بلند مرتبي جو عالم ۽ صوفي شاعر قاضي قادن مهدي جونپوريءَ جو باقاعدي مريد ۽ معتقد ٿيو. قاضي قادن ابن

---

1- مير علي شير قانع ٺٽوي: "تحفة الڪرام" جلد ٽيون، سنڌي ترجمو، ص 404.

2- مولاني شيداني: مضمون: "بلوچستان ۾ مهدوي تحريڪ".

3- مولانا ابوالڪلام آزاد: "تذڪره" ص 41.

4- قريشي حامد علي خانائي: "سنڌ ۾ مهدوي تحريڪ" رسالو مهراڻ 1، 1971ع، ص176- 189.

قاضي ابو سعيد ابن قاضي زين الدين ابن قاضي قادن سنڌ جو هڪ مشهور بااثر شخص هو. سندس حياتيءَ جي احوال جي باري ۾ الڳ الڳ رايا ملن ٿا. ڊاڪٽر علامہ دائود پوٽہ مرحوم کيس ”سيوهاڻي“ ڪري لکيو آهي.(1) پر ٻين عالمن وري کيس ”بکري“ ڪري ڪتابن ۾ ياد ڪيو آهي. ليڪن ائين نہ آهي. قاضي قادن اصل ۾ ساهتي جي قديم شهر ”دربيلي“ جو وينل هو. بقول سيد عبدالڪريم بلڙي واري جي تہ قاضي قادن دربيلي جو رهاڪو هو.(2) باقي ائين واقعي آهي تہ پاڻ ۽ سندس خاندان وارا بکر سرڪار جي پاران بکر ۾ وڏن عهدن تي فائز هئا. انهيءَ ڪري شايد مؤرخن کيس ”بکري“ لکيو آهي. ان زماني ۾ ”دربيلو“ پڻ بکر سرڪار جي حد ۾ هو. اهڙي طرح سان قاضي صاحب جي نالي جي اصليت متعلق پڻ سنڌ جي عالمن ۽ اديبن ۾ اختلاف پئي رهيو آهي. ڪن قاضي قاضن ۽ ڪي وري قاضي قاذن يا قادن ڪري لکن ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هن ڪان اڳ پنهنجي ڪتاب”سنڌي ٻولي جي مختصر تاريخ“ ۾ قاضي قادن ڪري لکيو هو. ڊاڪٽر صاحب جي انهيءَ راءِ جي پوئلڳي هندوستان جي هڪ هندو سنڌي عالم تازو پنهنجي ڇپايل ڪتاب ”قاضي قادن جو ڪلام“ ۾ ڪئي آهي. انهي ڪتاب جي مؤلف شري هيرو ٺڪر هڪ جهوني هٿ آيل ڪتاب تان قاضي قادن جا بيت لکيا آهن. شري هيري ٺڪر لکيو آهي تہ اهو ادبي ذخيرو راجا رام شاستريءَ وٽ هو. جيڪو پراڻي ديوناگري لپيءَ ۾ 750 صفحن تي مشتمل هو ۽ ان ۾ هندو مسلمان جملي اٺهتر درويشن جو ڪلام لکيل هو. ان ۾ قاضي قادن جي بيتن شروع ٿيڻ کان اڳ هن طرح سان عنوان قائم ڪيل آهي: ’ڪاجي ڪادن هي ڪي ساکي‘ (سنڌي) (3). ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب ڪيترن ڪتابن جي حوالن جي روشني ۾ ”قاضي قاضن“ کي درست سمجهي ٿو، ليڪن اسان جي خيال ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو رايو صحيح نظر اچي ٿو. ان سلسلي ۾ مهدوي فرقي جي عالمن جي لکيل راءِ، ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي قائم ڪيل

1- علامہ دائود پوٽہ مرحوم: ”قاضي قاضن سيوهاڻي“، مهران جون موجون، ص 171-172.
2- ”بيان العارفين: سنڌ ترجمو، ص 112.
3- ”آيتون آهين“، سنڌ اطلاعات کاتو ڪراچي، سال 1979، ص 4 ۽ 5 ”قاضي قادن کان شاهہ لطيف تائين“ ڪريم بخش خالد.

راءِ جي وڏيڪ پنيرائي ڪري ٿي. علامہ سيد حسين محمود مهدوي لکي ٿو قاضي صاحب جو اصل نالو "قاضي قادن" آهي، جنهن کي مصنفن اڪثر غلطيءَ ڪان قاضي قاضن ڪري لکيو آهي.(1) ساڳي طرح سيد محمود مهدوي جو پڻ قول آهي تہ "سنڌ ۾ قاضي صاحب کي اڪثر "قاضي قاضن" ڪري لکن ٿا، پر هندوستان ۾ هو "قاضي قادن" جي نالي سان مشهور آهي ۽ ڪيس انهيءَ ئي نالي سان سڏيو ويجي ٿو.(2)

انهيءَ مٿين بحث مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ قاضي موصوف جو نالو "قاضي قادن" وڌيڪ درست ۽ صحيح معلوم ٿئي ٿو ۽ سنڌي ماحول جي پڻ عڪاسي ڪري ٿو. ان ڪري سنڌي جي ادبي تاريخن ۾ "قاضي قادن" ڪري لکڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو.

قاضي قادن ڪيترن ئي قسمن جي علمن جو جامع هو. قرآن پاڪ جو حافظ هو. قرآت ۽ تجويد جو ماهر هو. حديث، تفسير، اصول فقه، تصوف ۽ علم آلات جو ڄاڻو هو. انشاء ۾ تہ ڪوبہ سندس مٽ ثاني ڪونہ هو. عام رياضي جو پڻ وڏو ڄاڻو هو. سير سفر ۽ سياحت جو ڏاڍو شوقين هو. حرمين شريفين ويو ۽ حج ۽ زيارت جو شرف حاصل ڪيائين، ۽ اتي ڪيترن عالمن ۽ مشائخن سان صحبتون ۽ رهاڻيون ڪيائين. مديني پاڪ ۾ سنڌ جي ہن وڏن مشهور عالمن قاضي عبدالله بن قاضي ابراهيم ۽ شيخ عبدالله متقي بن مولانا احمد درہيلوي سان ملاقات ڪئي هئائين ۽ پاڻ ڪافي عرصو اتي مديني منوره ۾ گذاريائين. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ پاڻ واپس وطن موٽي آيو.(*) سنڌ جي حاڪم شاهہ حسن ارغون (وفات 22 ربيع الاول سن 962هہ) قاضي قادن کي بکر جو قاضي مقرر ڪيو ۽ پاڻ اتي سڪونت اختيار ڪيائين. مرزا شاهہ حسن ارغون ڪجهہ وقت ڪان پوءِ ڪنهن سياسي مصلحت ڪري ڪيس قضا جي عهدي تان معزول ڪيو، پر ڪن مؤرخن جو رايو آهي تہ قاضي صاحب پاڻ خود پيرسنيءَ سبب انهيءَ عهدي تان استعيفا ڏني هئي.(3) ڪانئس پوءِ اهو

1- سيدحسين محمودي: المهدي الوعود، شمسيہ چنچل گوڙہ حيدرآباد دکن، ساز 1358هہ، ص 316.
2- سيد محموديد الاهي "حيات پاڪ" حيدرآباد دکن، ص 182.
* قاضي عبدالله بن سعد درہيلوي مديني پاڪ ۾ 9 ذوالحج، سن 984هجري ۾ وفات ڪئي.
3- مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ"، ص 416، رودِ ڪوثر، ص 225-229.

عهدو سندس پياءُ قاضي نصرالله ماتيو.(1) قاضي قادن سن 958هه/ 1551ع ۾ نوي ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي. سنڌ جي ڪنهن به عالم سندس مزار وغيره جو ڪوبه ذڪر نه ڪيو آهي ته ڪٿي ۽ ڪهڙيءَ جاءِ تي سندس آخرين آرام گاهه آهي. ان باري ۾ علامه سيد حسين محمودي جي صرف روايت ئي ملي ٿي، جنهن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته قاضي قادن سنڌ جي قديم شهر سيوهڻ ۾ دفن ٿيل آهي.(2) ان سلسلي ۾ اسان جي سنڌي عالمن ۽ محققن جو فرض آهي ته قاضي صاحب جي مزار جو پتو لڳائن. اسان جي خيال ۾ اهوئي سبب ٿي سگهي ٿو، جنهن ڪري علامه ڊاڪٽر دائودپوٽه مرحوم قاضي قادن کي سيوهاڻي ڪري لکيو آهي.(3-4)

## قاضي قادن جي ڪلام تي مهدوي اثر:

سنڌ زبان جو پهريون ڪلاسيڪي شاعر قاضي قادن آهي، جنهن جو ڪلام تحرير صورت ۾ اسان کي مليو آهي. هن جا ست بيت سنڌي ادب جي تاريخ ۾ شاهه ڪريم بلڙي واري جي ذريعي معلوم ٿيا. اهي بيت هن قديم شاعر جي شاعراڻي ذات ۽ عظمت جو دليل آهن ۽ سنڌي زبان جي ڪلاسيڪي شاعريءَ جو بنيادي پٿر آهي، جنهن تي سنڌي ادب جي عمارت قائم آهي.

قدامت جي لحاظ کان قاضي قادن کي وڏي اهميت حاصل آهي. قاضي صاحب جا ست بيت فني سٽاءَ جي اعتبار کان ڪانئس پوءِ وارن شاعرن لاءِ هڪ قسم جو نمونو آهي. انهيءَ ڳالهه ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته ڪو قاضي قادن کان اڳ ۾ سنڌ اندر شاعر نه هوندو! ضرور شاعر ٿيا هوندا، جن کان

1- مير علي شير قانع ٺٽوي: "تحفة الڪرام" جلد 3، ص 753، (سنڌي ترجمو).

2- سيد حسين محمودي: "المهدي الموعود" ص 316.

3- ڊاڪٽر دائودپوٽه: مضمون، "قاضي قاضن سيوهاڻي" مهراڻ جون موجون، ص 173.

4- (الف): ايوب قادري: "تذڪره علماء هند، ص 166-167.

(ب): مآثر رحيمي، جلد2، ص272 کان 274 تائين. (ث): نزهة الخواطر: جلد4، ص 265-266.

(ج): اذڪار ابرار: ص 275. (د) مولوي نجم الغني: "مذاهب اسلام" منشي نول ڪشور لکنو.

(ت) مير معصوم بکري: "تاريخ معصومي" (فارسي)، ص 201-202.

(ح) دربيلو- ساهتيءَ جو قديم تاريخي شهر)، راقم الحروف جو مضمون. رسالو "نئين زندگي" ڊسمبر 1962ع، ص 22، رسالو "مهراڻ" 4-1970، ص 132-133.

(خ) ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ سنڌي: رسالو "پيغام" نومبر 1978ع، ص 4-5-6.

پاڻ متاثر ٿي بيت چيائين. پر قاضي قادن جا بيت فني لحاظ کان هندي ڇند رچنا جي اصولن تي پورو نهڪي اچن ٿا. شاهه ڪريم لاءِ سنڌس ٿي بيت نمونو ٻڌيا ۽ انهيءَ سانچي ۾ شاهه ڪريم پنهنجن بيتن کي پلٽيو.

گهڻو وقت اڳ ۾ جڏهن قاضي قادن جا اهي ست بيت مليا تنهن وقت ٿي اهو گمان هو ته سنڌس بيتن جو تعداد ضرور گهڻو هوندو، ڇالاءِ جو اهڙي عظيم ۽ پختيڪار شاعر صرف ٿورا بيت نه چيا هوندا! تازو ڀارت جي هڪ سنڌي هندو عالم هيري ٺڪر، قاضي قادن جا 112 بيت وڏيڪ هٿ ڪري ”قاضي قادن جو ڪلام“ جي نالي سان دهليءَ مان شايع ڪيا آهن. انهن بيتن تي هر لحاظ کان سنڌ جي وڏن عالمن ۽ لساني ماهرن ڪافي بحث ڪيو آهي ۽ انهن بيتن جو فني سٽاءَ ۽ لساني لحاظ کان جائزو ورتو آهي، ليڪن هن وقت تائين اسان جا اهي عالم ڪنهن به ٺوس نتيجي تي نه پهتا آهن.

قاضي قادن صوفي شاعر هو ۽ سنڌس بيتن جو نفس مضمون تصوف جي رنگ ۾ وحدت الوجود جي نظريي موجب آهي، پر ان ۾ مهدوي اثر پڻ غالب آهي ڇاڪاڻ جو ڪيس روحاني منزل جو ونڊ مهدي جونپوريءَ کان مليو هو. هن تصوف جي روحاني منزلن کي طئي ڪرڻ ۾ ڏاڍيون رياضتون ڪيون هيون. علامه ڊاڪٽر دائودپوٽه مرحوم لکي ٿو ته، قاضي قادن ڦوهه جواني ۾ مهدي جونپوريءَ جو مريد ٿيو.(1) انهيءَ سلسلي ۾ مهدوي عالمن جون پڻ ساڳيون روايتون ملن ٿيون. قاضي صاحب سير ۽ سفر جو ڏاڍو شوقين هو، گجرات واري سفر جي دوران پٽن (نهرواله) ۾ خانقاهه قائم ڪئي هئائين. غالباً سنڌ ۾ اهو سمن حاڪمن جو دور هو ۽ مهدي جونپوري جي مهدويت جو ابتدائي زمانو هو. سن 903 هجري ۾ مهدي جونپوري سنڌس خانقاهه ۾ وٽس اچي رهيو ۽ ضرور قاضي صاحب تي سنڌس اثر پيو هوندو، پر قاضي صاحب نئي واري زماني ۾ ڪليو ڪلايو سنڌس دائري ۾ داخل ٿيو.

قاضي قادن جو تازو هٿ آيل ڪلام پڻ اهو ثابت ڪري ٿو ته پاڻ ضرور گجرات ۾ رهيو آهي ڇاڪاڻ ته سنڌس بيتن ۾ هندي الفاظ ۽ دوهي واري فني سٽاءَ جو انداز ملي ٿو. قاضي قادن عربي ۽ فارسيءَ جو وڏو عالم هو، باوجود انهيءَ جي به هن پنهنجو ڪلام سنڌي ٻوليءَ ۾ چيو آهي. پر جيئن ته

1- علامه دائودپوٽه مرحوم: مضمون، مقالا ”قاضي قاضن“ ص 40.

پاڻ مهدوي طريقو رکندڙ هو ۽ سنڌ ۾ عالمن وٽ سندس لاءِ سخت مخالفت هئي. ان ڪري سندس ڪلام سنڌ اندر گهڻو عام ٿي نہ سگهيو. شاھہ ڪريم انهيءَ لاءِ جس لهڻو جو پهريون پيرو قاضي قادن جي بيتن کي سندس ٿي نالي سان سنڌ وارن وٽ پيش ڪيو.

مهدوي تحريڪ خالص درويشانہ تحريڪ هئي، پر تحريڪ جي بانيءَ جي بعض شخصي دعوائن ڪرڻ جي ڪري ديني عالمن ان جي مخالفت ڪئي، جنهن ڪري هيءَ جماعت هڪ خاص حلقي تائين محدود رهي ۽ وڌيڪ اسري نہ سگهي. مهدوي تحريڪ جو بنياد اصل ۾ صداقت ۽ حق پرستيءَ تي قائم هو.(1) سيد محمد جونپوريءَ جي جماعت جو اهو نظريو هو تہ مجاهدي جي ڪابہ ضرورت نہ آهي. سڀ ڪان وڏو مجاهدو اهو آهي تہ الله جي مخلوق کي سڌي هدايت واري رستي تي هلائجي ۽ شرع محمديﷺ جي حڪمن جي سختيءَ سان پابندي ڪرائجي.

مولانا ابوالڪلام آزاد لکي ٿو تہ، مهدي جونپوريءَ جي مريدن ۽ پوئلڳن ۾ ”عشق حقيقي“ وارو طريقو هو. سندس قول ۽ فعل صحابہ ڪرام جن جي نقش قدم وارو هو. هيءُ هڪ عشق الاهي جي جان نثارن جي جماعت هئي. سندس معتقدن راھہ حق ۾ سڀ ڪجهہ ترڪ ڪيو هو ۽ سيني دنيوي لڳ لاڳاپا ٽوڙيا هئا.(2) مهدي جماعت جو اهو بہ عقيدو آهي تہ فرائض ۽ واجبات قرآني جا ٻہ قسم آهن: پهرين ۾ احڪام الاهي ۽ شريعت محمدي جو دخل آهي ۽ انهن ٻنهي جو تعلق ولايت محمدي سان آهي. مهدوين وٽ ولايت محمدي جي ڏاڪي لاءِ هي ڳالهيون ضروري آهن: ترڪ دنيا، نيڪ صحبت، اخلاق، توڪل، خدا جي ديدار جي خواهش، عشر، ذڪر ۽ هجرت اهي خاص مقصد، اصول ۽ متا آهن، جن تي هن جماعت جو بنياد رکيل آهي. انهن سيني ڳالهين کي پورو ڪرڻ لاءِ سختيءَ سان عمل ڪندا آهن. قيامت جو انتظار ڪن ٿا ۽ دنيا جي ناپائيداري ۽ بي ثباتيءَ تي عمل ڪن ٿا. متوڪل وري اهڙا هوندا آهن، جو جيڪي وٽن هوندو آهي سو غريبن ۽ محتاجن ۾

1- مولانا ابوالڪلام آزاد: ”تذڪرہ“ ص 41.
2- مولانا ابوالڪلام آزاد: ”تذڪرہ“ ص 41.

تقسيم ڪري ڇڏيندا آهن. قاضي قادن تي انهن سڀني ڳالهين جو ضرور اثر پيو هوندو. پاڻ مهدوي هو ۽ ضرور انهن اصولن ۽ متن تي قائم رهيو هوندو. انهيءَ ڪري ئي زماني جا عالم ڪيس برو ڀلو چوندا هئا.

سندس بيتن جي مطالعي ڪرڻ مان سندس ذهني ۽ روحاني ڪيفيت جو حال معلوم ٿئي ٿو ۽ ساڳئي وقت عاجزي، ترڪ دنيا، ظاهري علم جي سڪتائي سچائي، محبوبِ حقيقي ۽ مهويت ۽ وحدت الوجود جي دقيق مسئلن جي خبر پوي ٿي. قاضي قادن مهدوي جونپوري ڪان خرقئہ خلافت مليو هو. سندس شاعري سنڌ جي صوفيانہ شاعريءَ جو بنياد آهي، جنهن ۾ روحاني راز ۽ تمثيلن جو وڏو ذخيرو آهي، جو سنڌي شاعريءَ جي وڌڻ ۽ ويجهڻ ۾ نمايان حصو وٺي ٿي. قاضي قادن جي ڪلام ۾ طريقت ۽ معرفت جو پيغام سمايل آهي. قاضي قادن دينوي ظاهري علمن ۾ ماهر هو، ليڪن باطني علم، سلوڪ ۽ طريقت جي راهہ ڪان واقف ڪونہ هو؛ مگر جڏهن متس ڪامل مرشد جي ڪيميائي نظر پئي تہ هو دنيا جي ظاهري علمن جي پابندين ڪان واقف ٿيو. بيان العارفين ۾ سندس باري ۾ آهي تہ هڪ دفعي هڪ ملامتي فقير جي تنبيه ڪرڻ سان سندس اکين تان اونداهي جو پردو لهي ويو ۽ معرفت جو ماڳ هٿ آيس، تنهن لاءِ چوي ٿو:

جوڳي جاڳايوس، سنتو هئس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، سنڌي پربان پيچري.(1)

ڪيس روحاني رهبر غفلت مان بيدار ڪري، معرفت جي راهہ سان لڳايو ۽ اها راهہ ڪيس منزل جي طرف وٺي هلي. دراصل تصوف ۾ مرشد جو مقام اعليٰ ٿيندو آهي ۽ سالڪ فنا في الشيخ واري ڪان اڳتي وڌي معرفت جي منزل حاصل ڪندو آهي. جيئن پاڻ چوي ٿو:

سيئي سيل ٿيام، ٻڙهيام جي پاٿان
اکر اڳيان أيري واڳون ٿي وريامَ.(2)

صوفين جي نزديڪ ”همه اوست“ يعني سڀ ڪجهہ اهو الله تعاليٰ آهي، جو اصول رهيو آهي ۽ ساڳيو نظريو مهدوي جماعت جو بہ آهي. حقيقت ۾

1- شاهہ ڪريم جو ڪلام: "بيان العارفين" مترجم: علامہ ڊاڪٽر دائودپوٽہ، ص 113.
2- ايضاً: ص 28.

نفي آهي ٿي ڪانہ يعني دنيا ۾ ڪنهن ڪي بہ حقيقي هستي ڪانہ آهي. مگر هڪ ذات پاڪ اثبات آهي ۽ ان کي مطلق هستي آهي:

لا لاهيندي ڪن ڪي، لا مورهين ناهہ،
باالله ريءَ پريان، ڪٿ نہ ڏسجي ڪو پيو.

قاضي قادن توحيد جي باري ۾ چوي ٿو تہ وحدت جو درياهہ مختلف ڳالهيون گم ۽ غرق ڪريو ڇڏي، ڪنهن بہ طرف ڪا پروڙ ڪانہ ٿي پوي هر طرف لس ئي لس نظر اچي ٿي ۽ ڪثرت جا جملي رنگ، روپ ۽ صورتون ختم ٿي وڃن ٿيون:

سانئر ڏيئي لت، اوچي نيچي ٻوڙي،
هيڪائين هيڪ ٿيو، ويئي سڀ جهت.

پنهنجي روحاني مرشد جي باري ۾ چوي ٿو تہ اهڙا سالڪ آهن جي ايندڙ ويندڙ جون سڀ ئي ڳالهيون ٻڌائي سگهن ٿا، پر جيڪي ڪي تور ڪائنن حاصل ڪندين سو بہ ڏيئي ڇڏيندا. جيئن تہ:

هن سر سندا هنجهڙا اتيئي آهن،
ڳالهين رب پرتيان جو منگي سو ڏين.

چند بيت نموني طور پيش ڪيا آهن. سندس سمورو ڪلام الاهي معرفت جي عجيب اسرارن سان پريل آهي. قاضي قادن جي شاعري هر لحاظ کان اوليت جو درجو رکي ٿي.

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو

# • قاضي قادن

هندستان مان، تازو شايع ٿيل ڪتاب ’قاضي قادن جو ڪلام‘، ياءِ ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي ڏياري موڪليو. جَسُ هجي شري هيري ٺَڪر کي، جنهن ’قاضي قادن‘ جا 112 بيت، منظرِ عام تي آندا آهن. هيءَ هڪ وڏي ادبي خدمت آهي، جا اديبن ۽ عالمن جو ڌيان ڇڪائي ٿي.

سچ پچ ته شري هيري ٺڪر جي تحقيق، سنڌي ادب ۾ نه رڳو بنيادي اضافو آهي، پر ’سنڌي لغت‘ لاءِ پڻ قيمتي مواد آهي. تنهن ڪانسواءِ بيتن کي اعرابن سان سولو ڪري، معنيٰ ۽ شرح سان سينگاري، مبارڪن جو مستحق ٿيو آهي. انهيءَ چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نه ٿيندو ته هيري صاحب، ٻين محققن لاءِ، تحقيق جو ميدان گهڻي ڀاڱي هموار ڪري ڇڏيو آهي. ڪيترا اهڙا به الفاظ سندس ڪتاب مان ملن ٿا، جي اڳين شاعرن ۽ سگهڙن پڻ ڪم آندا آهن. جيڪڏهن ڪو اديب، هينئر ”سنڌي ادب جي تاريخ“ لکندو ته شري هيري ٺڪر کي ضرور ياد ڪندو، ورنه تحقيق جي هڪ ڪَڙي گم نظر ايندي.

ڪتاب جي مطالعي مان صاف ظاهر آهي ته شري هيري ٺڪر، ڪتاب کي پنهنجي مغز جي مِکَ سان لکيو آهي؛ ڇاڪاڻ ته ڪتاب هر طرح سان، ادبي سينگار جو مرڪز نظر اچي ٿو. ڇا لفظن جو تلفظ، ڇا لفظن جي معنيٰ ۽ ڇا سِٽِي سمجهاڻي ! مطلب ته ٺڪر صاحب، ڪتاب کي سوڊي، سنواري ۽ سينگاري پيش ڪيو آهي، جنهن لاءِ ان فن جا ڳولائو، سندس ٿورائتا ٿيندا.

ڪتاب شايع ٿيڻ ڪانپوءِ، هڪ ڳالهه جي وضاحت ٿي ته اصل قلمي نسخي تي ”ڪاجي ڪادن جي ڪِي ساکي“ لکيل آهي. اها ”ڪادن“ واري ڳجهارت. پَنجَن سَوَن ورهين کان، سنڌ تي بيٺل هئي. جيتوڻيڪ سنڌ جي عالمن، اديبن، پارکن ۽ ڳولينڌڙن ’ڳجهارت‘ کي پَجڻ لاءِ، ڏَکن پنيان ڏَڪ پئي هنيا، پر تڏهن به ٻيهجِي ويئي هئي. ڀڄاڙيءَ وارو هَنڌائتو ڏَڪ، سنڌ جي مشهور محقق محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هنيو، جنهن ڪري ”قادن“

* ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو (مرحوم) جن جو هي ليک قسطوار (ڪل 4 قسطون) ٽماهي مهراڻ ۾ ڇپيو ۽ قسط 1 مهراڻ 4-1978 ۾ ڇپي.

واري ڳجهارت پَڇي پيئي، جو قلمي نسخي تي بہ 'قادن' لکيل آهي. يقين آهي تہ 'قاضي قادن جو ڪلام' مان ڳوليندڙن کي تحقيق لاءِ، ڪيترين ئي نيون ڳالهيون نظر اينديون. دادا جٺرامداس دولترام لکي ٿو:

”هيري ٺڪر جي ھن ڪوچ - ڪشالي مان هڪ ڪان وڏيڪ ٿل ملئا آهن، جو سنڌ هند جا سنڌي عالم، نہ رڳو سنڌس پورهئي جو نتيجو ماڻيندا، پر منجهائن جن کي اِن قِسم جي ڪوچ جي سڪ چڪ آهي، سي سنڌس ڪتاب مان سنڌي ٻوليءَ جي اوسر ۽ وڪاس جي اتهاس تي چڱي روشني وجهي سگهندا.“

ڪيترن شاعرن جو ڪلام، اسان وٽ موجود آهي، پر سندن اصلوڪي آستاني جو ڪو پتو ڪونهي. البتہ ڪلام جي آڌار تي چئي سگهون ٿا تہ فلاڻي ڪ فلاڻي پاسي جو هوندو، پر تڏهن بہ ”يقين“ جو لفظ، انهن سان لاڳو ڪري نہ سگهنداسين. ”لَکُو“ شاعر، سنڌ ۾، مشهور ٿي گذريو آهي، پر سندس باري ۾، ڪا هَٿيڪِي خبر ڪانہ آهي؛ فقط سندس ڪلام جي لفظي مواد کي ڏِسي، چئي سگهبو تہ 'ٿر' پاسي جو آهي:

سي تَرانگيُون نہ تَنجن، ڪوٺين جَنِي ڪُونگرا،
سِرانگَ جَنِي جِي سومرا، رَتولي رَجَن،
ليِّنَ جو ”لَکُو“ چئي، پيٺا اَتي پَڇَن،
گنگوا گجَن، پَرلَئي ٿِينڊِي سومرا.

جوڳيسرَ بہ مشهور شاعر ٿي گذريو آهي:

گگَن گجِي آئيا، مَتي ٿَرَ تَمِي،
ڪي گجا، ڪي گجا، ڪي گگَر مَنجهہ گهِي،
گجاوَتيُون گجيرَ جون، آيون چڙهہ چڙهِي،
ياريُون تن پِٽن تي، ڪَن پيون سُونگَ سهِي،
آهِي ۽ پَهِي، سَيئي ساريان سومرا.

جوڳيسر جي ٻولي ٻڌائي ٿي تہ ٿَرَ جو شاعر آهي.
شري هيرو ٺڪر بہ قاضي قادن جي بيتن جي ڪسوٽي مقرر ڪندي چوي ٿو:

”قاضي قادن جي تازو مليل بيتن جي ٻولي سرائڪي/ ملتاني پنجابيءَ کان متاثر ٿيل سنڌي آهي. سرائڪي/ ملتاني اثر ٻوليءَ جي ويا ڪرڻ واري روپ يا جوڙجڪ تي چانيل آهي. ٻوليءَ جي شَبداوَلِي (Vocabulary) اُن کان گهڻو متاثر نہ ٿي آهي. قاضي قادن بکر جو رهندڙ هو، جو اُتر سِنڌَ ۾ آهي. اهو علائقو جاگرافيائي طرح ملتان کي ڪافي ويجهو آهي. سنڌ ۽ ملتان جا صدين کان پاڻ ۾ سياسي، روحاني ۽ سپيتَڪ لاڳاپا رهيا آهن ۽ ملتان صوفين جو ڳڙهہ بہ رهيو آهي. اِنڪري قاضي قادن جي سنڌي ٻوليءَ تي اهو اثر سپاويڪ آهي“.

شري هيري ٺڪر، قاضي قادن جي ڪلام کي پرکڻ لاءِ، مٿين ڪسوٽي قائم ڪئي آهي، پر تڏهن بہ، اجا کي ٻيون ڪسوٽيون بہ آهن، جن تي ڪنهن بہ شاعر جي ڪلام کي پرکي، جدا ڪري سگهجي ٿو:

## 1- قافيا

قاضي قادن جا جيڪي سَتَ بيت مليا آهن، تن مان ڪوبہ اهڙو بيت نہ آهي، جنهن جي قافيہ ۾ ڏَڏَ پيل هجي. جئن:

1. جوڳي جاڳايوسِ، سُتو هوس نِندَ ۾،
تِهان پوءِ ٿِيوسِ پِريان سَندي پيچري.

2. سَجڻ مَنجهہ هَنّامر، مون ويني واءُ ٿيا،
هيڏان هوڏان هَتڙا، هِيئين جاڙَ وڏامر.

### ”قاضي قادن جو ڪلام“ مان ڪن بيتن جا قافيا:

1. مَئن پانبي سونَ، هي جَرَ پوسُ جَرڪَنون،
وِيئن وَرائي ونَ، ڪہ لڳي ڪارو ٿيو.

قافيا آهن: ’سونَ ۽ ’ونَ“.

در حقيقت ’سون‘ سان قافيو ’هون‘، ’اون‘ وغيره ٿي سگهن ٿا. ’سون‘ سان ’ون‘ جو قافيو نٿو ٺهي. جيڪڏهن ”قاضي قادن جو ڪلام“ ۾، قلمي نسخي واري پڙهڻي – ديوناگري لپيءَ واري – بہ آندل هجي ها تہ صحيح تلفظ لاءِ، ويچار ڪري سگهجي ها. آءٌ سمجهان ٿو تہ اهو لفظ ’سون‘ نہ، پر ’سَوَن‘ آهي. جيتوڻيڪ معنيٰ ٻنهي جي ساڳي آهي، پر قافيہ کان ’سَوَن‘، ’سونَ‘ کان اصح ٿيندو.

’سونَ‘، پراڪرِت ’سُونڻ‘ سنسڪرت ’سُوَرڻ‘ = سُ= چڱو + وَرڻ = رنگ. سُهڻي رنگ وارو.

اڳين سگهڙ شاعرن بہ گهڻو ڪري ’سُونَ‘ ڪم آندو آهي. هڪ بيت پيش ڪجي ٿو:

سَوَن سَرسا سهڻي، سُت پاٽر نَيني نار،
سِهَہ ڳچي، ڪَٽ ڪيسري، اُرگ اَليهَرَ وار.

[ سُوَن = سون (Gold) . سرسا = سرس، وڌيڪ. سُت = پُٽ. پاٽَر = پَٽر. ست پاٽر = پٽر جو پُٽُ؛ سو ٿيو ”سرمون“. نيني = نينڻ = اکيون. نار = عورت. سِهہ = ڪُونجَ. ڪَٽ = ڪَمر، چيلهہ. ڪيسر = (ڪيهر) شينهن. ارگ = نانگ. اليهر = (تليهر) نانگ] .

شاعر چوي ٿو تہ، ”اها عورت، سون کان بہ سونهن ۾ سرس هئي. ڪيس اکين ۾ سرمون پيل هو. سندس ڳچي، ڪونج جيان ڊگهي ۽ ڪمر، شينهن جيان لڪدار هئي، ۽ وار، نانگ جيان ڪارا، ڊگها ۽ خوفناڪ“.

پهرين بيت جي ٻي مصرع ۾، ”ون“ لفظ آهي، جو پڻ ’رنگ‘ جي معنيٰ ۾ آهي. وَن، سنسڪرت ’وَرڻ‘ = رنگ.

2. توڙي هوءِ نہ وِسهَون، مَئِن سَهسين ماڙوهين،
اکين ڪَين متاع، جتي هوئِن مان پرين.

آءٌ سمجهان ٿو تہ بيت جا قافيا آهن: وِسهون ۽ متاع. اهي قافيا ڏڏَ وارا آهن. ’وِسهون‘ بدران ’وِسا‘ يا ’ويسا‘ يا ’وِساهہ‘ هوندو، تڏهن تہ ’متاع‘ سان ميل کائيندو.

وسا، ويسا يا ويساهہ = ويساهہ، اعتبار.

3. جيئن ڦقڙ ماهَہ ۾، ايئن روزا عيد نماز،
اجا آهي ڪا ٻي، الله دي حاج.

قافيا آهن: نماز ۽ حاج.

قلمي نسخي ۾ ’نماز‘ بدران ’نماج‘ هوندو، تڏهن تہ ’حاج‘ سان قافيو ملندو.

قاضي قادن جهڙو عالم، اهڙا قافيا ڪم آڻيندو؟ تنهنڪري گمان غالب آهي تہ اهي بيت قاضي قادن جا نہ آهن.

### 2. ساڳيءَ معنيٰ وارا لفظ، ٻن محاورن ۾.

توڙي هوءَ نہ وِسَهُون، مَٽِن سهسين ماڙوهين،
اکيون ڪِين متاع، جتي هوئن مان پرين.

ڪِين = ڪائِن.

سيچائو آتي سِينهن، ڏووئز وَسن جهنگ ۾،
سو ڪَڙ ڪاون ڪيئَن، ماس جنهين ڪو لِکيو.

ڪاون = ڪائِن.

ساڳيو شاعر، هڪڙي هنڌ 'ڪِينِ' ۽ ٻئي هنڌ 'ڪاون' ڪم آڻي، سو بعيد از قياس آهي. اهو انهيءَ ڪري ٿيو آهي، جو ٻئي شاعر مختلف خطن جا آهن، جن پنهنجي تَر جي محاوري پٽاندر جدا جدا لفظ استعمال ڪيا آهن.

### 3. لفظن جا ساڳيا حرف، مختلف صورت سان.

الف - سَهباز باز ٿيو، پَنکِي نہ ماري،
اڪِ ڪوڙي عرش ۾، لَڏي مُناري.

['شهباز' بدران 'سهباز' ۽ 'عرش' بدران 'عرس' ڪم آيل آهي.]

ب - حقيقي مون سيڻ، وَسَن سَهر حقيق ۾،
ڳالهہ چون حقيقان، چون حقيقي ويڻ.

['شهر بدران 'سهر' ڪم آيل آهي.]

ج - روز محشر ڏينهڙي، سَتر سج تپن،
سَيوئي جَرَ پانئيان، جي مون پرين ملن.

['محشر' ۾ 'ش' صحيح (ڪم) آندل آهي.]

د- جن محبت مَنَ ۾، تي مَٺِلي ئي سوپَن،
تَن ۾ ٻَليئِہ مشعلان، سَہ سدا سپرين.

['مشعلان' ۾ 'ش' صحيح (ڪم) آندل آهي.]

جيڪڏهن شاعر ساڳيو هجي ها تہ اهڙن لفظن ۾، يا تہ 'س' قائم رکي ها، يا 'ش' قائم رکي ها. هِت ڪن بيتن ۾ 'ش' بدران 'س' ڪم آيل آهي تہ ڪن بيتن ۾ صحيح 'ش' ڪم آندل آهي، جنهن مان ڪُليو اشارو ملي

ٿو تہ شاعر، مختلف خطن جا آهن. قاضي قادن هڪ جَيد عالم، سو ڪيئن 'شهباز' کي 'سهباز'، 'عرش' کي 'عرس' يا 'شهر' کي 'سهر' لکندو!

هينئر شري هيري ٺڪر جي ، ڪن لفظن جي معنائن تي، ويچار ڪجي ٿو:

1. نہ سو لاهُو، نہ سِرو، نہ اَر وار نہ پار،
مُوڙهو وَتِين، تن کي، سو من منجهہ نهار.

ٺڪر صاحب لکي ٿو:

اَر = ڇاتِي. وار = هيءَ پَرِ. پار = هُوءَ پَرِ.

(بيت جي) هن طرح معنيٰ لکي ٿو:

(برهمر جو) نہ آهي لهوارو (ڀڇاڙي)، نہ ان کي سرو (منڍ) آهي ۽ نہ ڇاتي آهي. نہ ان کي هيءَ پَر يا هُوءَ پَر آهي. (تون) مُنهجي ڪري، ان کي ڳوليندو ٿو ڦرين. هن کي مَن ۾ جهاتي پائي ڏِس.

مٿئين بيت جا فقط ٻہ لفظ – اَر ۽ وار – غور طلب آهن.

سنڌ جي سدا ملوڪ سگهڙ شاعرن، پنهنجي ڪلام ۾، 'اَر' ڇاتيءَ جي معنيٰ ۾ برابر ڪم آندو آهي:

اَليِهَر اَدِليا اَر تي، پَلَر ٿيو پيِنَن.

[اليهر = نانگ. هت معنيٰ : ڪارا . ڊگها ۽ خوفناڪ وار. اَدِليا = ليٽيا، ڪِريا. اَر = ڇاتي، اَرهہ. پلر = هجوم. پيِنَن = نانگن. پين = نانگ].

شاعر، عورت کي ڦَٽي ڏيندي ڏسي ٿو. جڏهن سمورا وار، اڳيان ڇَڙڪ ڇُڙي ۽ سنوارجي بيٺا، تڏهن ٿو شاعر چوي !

عورت جي ڇاتيءَ تي ڪارا، ڊگها ۽ خوفناڪ وار ڪِري پيا ۽ ائين پيو نظر اچي، جو ڄڻڪ ڪارن نانگن جو هجوم لَڙڪي رهيو آهي.

انهيءَ 'اَر' لفظ مان، سنڌيءَ ۾ 'اَرهہ' نهيو، جو اصل ۾ سنسڪرت اَرَس (ڇاتي) آهي؛ پر هت "اَر" ڇاتيءَ جي معنيٰ ۾ نہ آيو آهي. "اَر + وار" کي هڪ ئي لفظ 'اروار' سمجهڻ کپي.

سنڌ جو مشهور سَنت سامي چوي ٿو:

الف – ساري ڇڙهيو سِيرَ تي، اَروار پار پيئي.

ب– جنهن جو منهن محبوب ڏي، سي اروار نہ پار.

شاعرن جو سرتاج شاهه ٻڌائي چوي ٿو:

الف - "اورارا آهون ڪريان، ٻهچان شال ٻرار".

(سر سهڻي)

"اورارا" = اورينءَ ڀرِ ڪان. پرار = پرينءَ ڀر (درياهه جي).

"اروار"، "اورار" يا "اوروار" ٽيئي لفظ ساڳي معنيٰ - هيءَ ڀرِ - رکن ٿا.

"اروار" سنسڪرت "اَوار" آهي، جنهن جو ضد "پار" آهي. (1)

آوار پـار = اَوار هـيءَ ڀـر + پـار = هَوءَ ڀرِ (2). سنڌي لفظ 'آرپار' بـہ اتان ئي نڪتو آهي.

2. روز محشر ڏينهڙي، سَتر سج تپن،

سَيوئي جَرَ ڀانئيان، جي مون پرين مڙن.

ٺڪر لکي ٿو:

جَرَ = جَلَ، پاڻي.

"قيامت ڏينهن سَتر سج تپن ٿا (حد درجي جي تابش ٿئي ٿي)، پـر اُن ڏينهن جيڪڏهن منهنجو پرين مون کي ملي وڃي تہ مان جيڪر ائين محسوس ڪريان تہ چڻ چوڌاري پاڻي هئڻ جهڙي ٺنڊڪ لڳي پيئي آهي."

اها معنيٰ، شاعر جي حقيقي خيال جي ترجماني نٿي ڪري؛ ڇاڪاڻ تہ بيت ۾، 'سج' جو 'جَرَ' سان (ٺنڊڪ جي معنيٰ ۾) ڪو واسطو نظر نٿو اچي. آءٌ سمجهان ٿو تہ قلمي نسخي ۾ "جهڙُ" آهي، جنهن کي "جَرَ" سمجهيو ويو آهي. معنيٰ هيئن ٿيندي:

قيامت جي ڏينهن، جڏهن سخت گرمي ٿيندي، تڏهن جيڪڏهن منهنجو محبوب مون سان ملندو تہ منهنجي لاءِ (اها سج جي گرمي بہ) جهڙُ ٿي ويندو.

3. توڙي وڃن رُومَ، نانهہ نصيبان اڳرا،

ماني وَتَئِين ٿوم، جي لِکيا ڇِپَن ۾.

ٺڪر صاحب 'وتئين' جي معنيٰ لکي ٿو: پٽڪي، ڦري.

آءٌ سمجهان ٿو تہ 'وتئين' بدران 'وتي' آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: اُتي (متي، مٿان). سنڌي ۾ عام چوڻي آهي:

(1) سنڪشپت هندي شبد ساگر - صفحو 93 - ڪاشي ناگري پرچارني سڀا.

(2) پدم چندر ڪونش - صفحو 74 - پنڊت گنيش دت شاستري.

توڙي وڃي رُوم، تہ بہ ڍوڍي اُتي ٺوم.

بهرحال 112 بيتن جو دورو مقرر ڪرڻ سولو ڪم نہ آهي؛ ڇاڪاڻ تہ بيتن ۾، شاعرن سڳورن جا نالائي نہ آهن. البت ڪن اُهڃاڻن مان ٿاڻي واٽي چئي سگهبو تہ ڪهڙي دور سان تعلق رکن ٿا. 'قاضي قادن جو ڪلام' ۾ هڪ بيت آيل آهي، جنهن ۾ "ساگرو" واهہ جو ذڪر ڪيل آهي:

"جي مهراڻ مَيا ڪري، تہ ساگرو جهلي نہ سَٽَ".

اهو ساڳيو 'ساگريو'، "شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام" ۾ پڻ آندل آهي. تنهنڪري اسان کي گهرجي تہ "ساگرو" واهہ جو پَتو لهون تہ ڪهڙي دور جو آهي.

هڪ سگهڙ کان سنڌ جي واهن تي، هُنَرَ جو بيت مليو آهي، جنهن ۾ 'ساگرو' واهہ بہ آندل آهي:

مارک موهن ڏٺي، شاهو، ٻجر کي،
خيرو، محمد علي ڪندو، جام واهن تي،
اَوَت ڪرين ٿو سومرا،ڪلياڻ اُتي،
اي"امام بخش"اُتي،ساگروٿئي نہ سومرا.

* [بيت 19]

ڪي ويجها ئِي ڏُور ڪي ڏُورَ ئي وَلها،
هوئِي جَرَ سالورِ، لَڌِي نہ ڪَنولانهِ ڪَرَ.

شري ڻڪر معنيٰ لکي ٿو:

ڪي نزديڪ هوندي بہ، دور ٿين ٿا. ڪي دوري هوندي بہ پيارا ٿا لڳن. ڏيڏر پاڻيءَ (تلاء) ۾ رهندي بہ ڪڏهن ڪنولن جي سڌ نہ لڌي آهي.

ولها = پيارا (ولڀ).

ٺڪر صاحب "ولها" جي معنيٰ "پيارا" ڪئي آهي، ء ڏنگين ۾ "ولها" جو سنسڪرت لفظ "وَلڀ" بہ لکيو اٿس.

مطلب اهو نڪتو تہ: ولها = پيارا. ولهو = پيارو.

---

* بيت 19 کان سنڌيلي صاحب جي مضمون قسط 2 شروع ٿئي ٿي. قسط 2 پڻ تہ ماهي مهراڻ 1- 1979ع ۾ ڇپي.

شـ هـ ـنائي ۾ "ولها" ڪم آندو آهي:

1. وَتِ سوريندي وَلَها ويو تيل ٻَري،
موت مسافرسپرين! چانگي تي چڙهي،
راڻي لاءِ رڙي، ويئي وِهامِي راتڙي.
(مومل راڻو)

2. ڪِين تَران، ڪِين تار مون، ڪِين سگهان، ڪِين سگهه،
آڏو ڏيـج مَ لَـڳُ، مون هيـڪـليءَ، وَلَـها!
(سهڻي)

3. تان ڪا وائي وار، دلاسي جي داسڙا!
تون منهنجو وَلَهو، آءٌ تو ۾ طمعدار،
ڍَڪي ڍولَ گذار، لَڄَ منهنجي لوڪ ۾.
(ليلا- چنيسر)

4. مون تي وَهَرَ وَرِي، وارو ڏينـدم وَلَهـو،
توکي ساري سپرين! آءٌ پَنديَسِ ماڳ مري.
(ليلا- چنيسر)

5. نـ وارث، نـ وَلَهو، نـ سڱُ، نـ سِياڪو،
تو پُچـاڻـا سـپـريـن، آيم اولاڪـو،
پـانـڌيـا! پارايو، ڏجانءِ ڍاڻي ڍول کـي.
(مومل - راڻو)

پهرين ٻن بيتن ۾، "وَلَها" جي پويان عجب جي نشاني (!) آهي، ۽ انهن بيتن ۾، محبوب کي بس غائبانـه، مخاطب ٿي، چيل آهي يعني: اَي وَلَها (اي محبوبَ).

پوين ٽن بيتن ۾ "ولهو" جي پويان عجب جي نشاني ڏنل نـ آهي. اهو انهيءَ ڪري، جو "ولهو" کي، مخاطب تي نٿو چئجي. يعني "اي ولهو"، چوڻ مطلق غلط ٿيندو. تنهنڪري 'ولهو' جي معنيٰ ٿيندي: پيارو، پيتار، محبوب.

مٿين مختصر بحث مان معلوم ٿيو تـ:

ولـها = پيارا، محبوب، پيتارَ.
ولهو = پيارو، محبوبُ، پيتارُ.

شري نڪر به "ولها" جي معنيٰ "پيارا" (ولڀ) ڪئي آهي؛ چاڪاڻ ته شاهه ڀٽائي، توڙي ڪانئس پوءِ جيڪي به شاعر ٿي گذريا آهن، تن "ولها" کي محبوب جي معنيٰ ۾ پڻ استعمال ڪيو آهي.

هينئر سوال ٿيو ته قاضي قادن جي بيت وارو "ولها" به، ساڳيو ئي شاهه ڀٽائي جي بيتن وارو - ولها - آهي يا نه؟ جيڪڏهن ٿورو وڌيڪ ويچار ڪبو ته ٻنهي، قاضي قادن ۽ شاهه ڀٽائي جي "ولها" جي 'حالت ندا' نه ٿيندي.

ڪي ويجهائي ڏور، ڪي ڏور ئي ولَها.

اتي "ولها" جي معنيٰ، 'اي ولها'، نه نڪرندي، چاڪاڻ ته ڪنهن ڪي به مخاطب ٿي، چيل نه آهي.

ائين برابر آهي ته "ولها" جي معنيٰ، 'پيارا' وغيره آهي؛ چاڪاڻ ته ڪنهن به سنڌي يا هندي لغت "ولها" جي، ٻي ڪا معنيٰ نه لکي آهي. پر جيئن ته هِت اِها معنيٰ "پيارا" شاعر جي خيال سان ٺهڪي نٿي ٺهڪي، تنهنڪري غلط سمجهڻ کپي.

1. ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور به ولها.

- (قاضي قادن)

2. ڪي اوڏو اک کي، ڪي نظران ڏور.

- (خواجه محمد زمان)

3. ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور به اوڏا سپرين.

- (شاهه)

پوين ٻن ۾، 'اوڏو'، ۽ 'ڏور' به متضاد لفظ ڪم آندل آهن. آءٌ سمجهان ٿو پهرين (قاضي قادن واري) ۾ به 'ڏور' ۽ 'ولها'، به متضاد لفظ آهن.

اسان وٽ ڪي اهڙا به، سنڌي لفظ آهن، جن ۾ اصل لفظ ڪان، هڪ حرف (اکر) وڌيڪ ڪم اچي ٿو.

| اصل لفظ | سنڌي لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|
| مُلَ | مُلهه | قيمت، بها |
| مَلَ | مَلهه | پهلوان، بهادر |
| وِلَ | وِلهه | ماڪ |
| سِلَ | سِلهه | مرض جو قسم (T.B) |

ظاهر ٿيو تہ سنڌي لفظ ۾، اصل ڪان، هڪ حرف "ھ" پڇاڙيءَ ۾، وڌيڪ آيل آهي، تڏهن سنڌي لفظ جو صحيح تلفظ ٿيو.

| اصل لفظ | سنڌي لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|
| مالا | مالھا | ڪنڊي (گلن جي) |
| مَلار | مَلھار | راڳڻيءَ جو نالو |
| مالي | مالھي | باغبان |

مٿين سنڌي لفظن ۾، اصل لفظ ڪان، هڪ حرف "ھ" وڌيڪ آيل آهي. جيڪڏهن "ھ" کي ڪڍي ڇڏجي تہ باقي اصل لفظ وڃي بچندو.

انهيءَ اصول پٽاندر، هيري صاحب جي ڏنل لفظ "ولھا" کي ڪسوٽيءَ تي آڻي، معنيٰ ڪجي ٿي:

"ولھا" -- "ھ" ڪڍي ڇڏڻ بعد -"ولا" (1) ٿيو، جنهن جي معنيٰ ٿي. اوڏا ويجها نزديڪ.

[بيت 64]

عِلَت وَجِيئِيسِ نا، عادت ڪڏهن نہ جاءِ،
اٽ ڪَٽَڪَڻ ڇَڏِيَئِہ، ڇَڻ جواسا کاءِ.

ٺڪر صاحب لکي ٿو:

عادت ڪڏهن بہ وڃڻ جي نہ آهي. اٽ جي علت ويندي ئي ڪانہ. اٽ ڪٽڪ کي ڇڏي، ڳولي ڳولي جواسا (هڪ سادو اناج) ئي پيو کائيندو.

جواسا = هڪ سادو اناج.

آءٌ سمجهان ٿو تہ ٺڪر صاحب، جَواسا کي جَوَ (Barcly) جهڙو (سادو اناج) سمجهي معنيٰ ڪئي آهي.

"جواس" يا "جواسا" ڳالھہ ساڳي آهي، پر ڊاڪٽر فالن لکي ٿو:

هندي - "جَوانسا"، سنسڪرت "يَواس". هڪ سَرهي ڪنڊائين ٻوٽي جو قسم، جو اُٺن کي (چاري طور) ڏنو وڃي ٿو (2). اهو ٻوٽو، گرم موسم ۾ اُپري

(1) اردو ڪلاسيڪل هندي ڊڪشنري، صفحو 1199، جان ٽي پلٽس- آڪسفورڊ. ڇاپو ڇهون، سال 1960ع.

(2) هندستاني انگلش ڊڪشنري، صفحو 486، ڊاڪٽر فالن، سال 1879ع.

ٿو، ۽ مينهن جي مند ۾ سڙي وڃي ٿو. (1) ان ٻوٽي کي ڳاڙها گلڙا به ٿيندا آهن (2).

بهر حال هي واضح ٿيو تہ "جواسا"، هڪ ڪنڊائين ٻوٽي جو قسم آهي، ۽ نہ سادي اناج جو.

[بيت 89]

سُتو هُتو جاڳ، راتڙي سَبئہِ وهاڻيان،
مَٿئِن تِيوءِ ياڳ، پِرين وِسارڻ مَ ڪَرِ.

ٺڪر صاحب لکي ٿو:

سمهيو پيو آهين تہ جاڳ، رات سڄي پوري ٿي ويئي آهي. (جاڳڻ سان ئي) تنهنجو ڀاڳ مٿي ٿيڻ وارو آهي. تون ايشور کي وسارڻ جي نہ ڪر.

مولف "هُتو" جي معنيٰ نہ ڏني آهي.

بنده جي خيال ۾ "هِتو" ٿيڻ کپي. اسان وٽ "هہ" ۽ "ا" (الف) بہ، ڪن حالتن ۾، پاڻ ۾، مٽبا آهن.

| مٽيل لفظ | اصل لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|
| هئبار | اَنبار | ڍڳ |

'هِتو'، اصل "اِتو" آهي، جو هنديءَ ۾ "اِتا" ۽ سنسڪرت ۾ "اِتث" آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: هاڻي، هينئر.

معنيٰ ٿيندي: تون گهڻو سمهيو آهين. هينئر اٿ؛ ڇاڪاڻ تہ رات گذرڻ تي آهي.

[بيت 105]

ڪُوسي ڪُو پَلَ نيپَجيءَ، تاري بَن دا هي،
عَقل غيب اَلله دا، الله اَيَ آهي.

ٺڪر صاحب لکي ٿو:

پَلَ ۾ ڇا مان ڇا ٿيو وڃي. تاري سڄي جهنگل کي جلايو ڇڏي، خدا جو عقل (Rationale) هڪ اسرار آهي (جنهن کي ڪو سمجهي نہ ٿو سگهي). الله ائين ئي آهي.

(1) گجراتي انگلش ڊڪشنري، صفحو 490، بيلسار احمد آباد، سال 1904ع.

(2) پائنا - سدا - مهَنرو، جلد ٻيو صفحو 439، پنڊت هرگووندداس ڪلڪتو، سال 1924ع.

ڪُو = ڇا. نيپجيءَ = آسري، پيدا ٿئي. بن = جهنگل، ٻيلا. داهي = جلائي، آگ لگائي. غيب = پُر اسرار، راز ڀريو.

بيت هيئن ٻيهڻ ڪيي:

ڪوسي ڪو پَل نپجي، ٽاري بَندا هَي،
عقل غيب الله دا، الله اِي آهي.

"ڪوسي"، هندي "ڪوسا". پراڪرت، "ڪو سُو". سنسڪرت، "ڪوشَڪ".
ڪوسي = ڪوسين = ڦَريُون (ڇَتن، مٽرن وغيره جون). ڪوسا = ڦَري.
ڪو پل، هندي "ڪونپل". سنسڪرت، ڪُتمَل = گونج، اَنگور.
ٽاري = ٽالِي. هندي "ٽالَ". سنسڪرت اَٽال = اَنَ جو ڍير.
بندا هي = ٻڌاهي= ٻڌجي ٿو، ٺهي ٿو.

معنيٰ ٿيندي: گونچن مان ڦريُون پيدا ٿين ٿيون ۽ وري (جڏهن ڦريون پَچن ٿيون، تڏهن انهن مان) اَن جو ڍير ٿئي ٿو.

[بيت 110]

سِيچاڻان اَتي سِينَهن، ڏووَئِن وَسَنِ جهَنگَ ۾،
سو ڪَڙُ ڪاون ڪِيئَن، ماسَ جنِهِين ڪو لِکيو.

ٺڪر صاحب لکي ٿو:

باز (ترمتي، هڪ شڪاري پکي) ۽ شينهن - ٻئي جهنگ ۾ رهن ٿا. جن جي قسمت ۾ ماس لکيل آهي، (سي ماس ئي کي کائيندا) اُهي ڪَڙُ ڪيئن کائيندا.

سيچاڻئو = هڪڙو شڪاري پکي، مادي ترمچي، باز. ڪَڙُ = چانيي، سرهئن وغيره مان تيل ڪڍڻ بعد بچيل ڦوڳ، جو جانور کائيندا آهن.

ٺڪر صاحب جي، فقط هڪ لفظ "ڪڙ" تي اعتراض آهي.

اهو بلاشبہ تسليم شده آهي تہ سيچاڻي ۽ شينهن جو کاڌو ئي ماس (گوشت) آهي. شينهن لاءِ، عام چوڻي آهي:

مَرسان مَرسان ڍَڀ نہ چَرسان.

مقامي محاوري کي وڏي طاقت آهي، جنهنڪري شاعِر ۽ ليکڪ، ڪڏهن بہ اُن جي اُبتڙ نہ ويندا. جيڪڏهن ويندا، تہ اهو مقامي محاوري سان هَٿ چُراند آهي، جا ٻوليءَ جي فصاحت، توڙي زينت کي بگاڙيو ڇڏي.

"ڪَڙ" تہ برابر ڪن جانورن جو پسنديده ڪاج آهي، پر شينهن ڪي ساڳي (مال واري) "ڪَڙ" ڪارائڻ، مقامي محاوري جي بنهہ برعڪس آهي. آءٌ سمجهان ٿو تہ شاعر، ايڏو بي خبر ۽ ڪمزور خيال نہ آهي، جو گوشت خور جانور (شينهن) کي "ڪَڙ" ڪارائي!

1. مَرگ رِڄ ڪا لَنڪ هَي، اَمبا رِپَ ڪا وين.

مرگ = مِرگهہ، هرڻ. رپ = هرڻ جو دشمن، سو ٿيو "شينهن". لنڪ = ڪمر، چيلهہ. اَمبا = اَنب. رپ = دشمن. اَمبا رپ = انب جو دشمن، سو ٿيو "ڪوئل پکي". وين = آواز.

شاعر چوي ٿو تہ "محبوب جي ڪمر، شينهن جهڙي (لڪدار)، ۽ آواز، ڪوئل جهڙو آهي". شينهن، گوشت خور جانور آهي، تڏهن تہ ڪيس، شاعر، 'هرڻ جو دشمن' سڏيو آهي!

2. سيچاٿو اَتي سالدرو، پيڻ نہ چکي بو.

سالدرو = شينهن. پيڻ = گاهہ. بو = بوءِ.

شڪارپور جي مها ڪوي سامي، 'سالدرو' بدران 'ساردول' ڪم آندو آهي، جو دراصل سنسڪرت لفظ 'ساردول' آهي.

سيچاٿو ۽ شينهن، گاهہ جي بوءِ بہ نٿا چکن (ڇاڪاڻ تہ گوشت خور آهن). هت بہ شاعر، مقامي محاوري موجب، ساڳيو "دَڀ" (گاهہ) وارو خيال آندو آهي. تنهنڪري "ڪَڙ" معنيٰ گاهہ ٿيندي (1). هيمچندر بہ ائين ئي لکي ٿو (2).

آخوند پيارو، گاهن جا قَسم ٻڌائي ٿو:

ڪِهَہ، ڪَڙ، مانڌاٿو، مَڪٽي، اِڪَڙَ اَڪيچار،
پَـتَـر، پُـرت، ٻَـڪڙو، پَـنـگـڙو بـي شـمـار.

[بيت 10]

پهريون ئي پريانمِ جا، مون سان ئي سُوَڙان.
هنيڙو هيج پَنڌُ ڪري، لڳو ڪَهہ ڪيٽان.

---

(1) هندي شبد ساگر: جلد ٻيو: صفحو 685، ڪاشي ناگري پرچاڻي سڀا.
(2) ديسي نام مالا: صفحو 28، بامبي سنسڪرت سيريز نمبر 17، سال 1938ع.

نڪر صاحب لکي ٿو:

منهنجي پرينءَ شروع ڪان وٺي، مون سان ڀال پئي ڀلايا آهن. منهنجو هنيڙو، هُن لاءِ، تڪليف ڀريا پنڌ بہ خوشيءَ سان ٿو ڪري.

پهريون = پهرين ڪان، شروع ڪان. پريانم = منهنجي پرينءَ (جا). سوڙان = سَنا وڙ، مهربانيون. هيج = خوشي، چوچ. ڪهہ = تڪليف وارا پنڌ ڪيٺان = هُنَ لاءِ.

فقط "ڪَهَہ" ڏيان ڇڪائي ٿو. اهو ساڳيو لفظ "ڪَهَہ"، بيت نمبر 94 ۾ بہ آهي.

مٺن ڀانيي سونُ، هي جَرَ پوسُ جَرِڪٺون،
وِين وَرائي وَنَ، ڪَهَہ لڳي ڪارو ٿيو.

نڪر صاحب "ڪهہ" جي معنيٰ ڪانہ ڏني آهي، بيت جي تشريح مان ائين سمجهجي پيو تہ "ڪَهَہ" معنيٰ "مِٽي" آهي.

لفظ ساڳيو، ليڪن معنائون مختلف! شاهہ ڀٽائي "ڪَهَہ" ڪم آندو آهي.

1. ڪَرڙا ڏونگر "ڪَهَہ" گهڻي، جِت واٽن تي واري.
(شاهہ)

اِتي 'ڪَهَہ' مونث آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: ڪاهہ، پنڌ.

نڪر صاحب "ڪَهَہ" واري معنيٰ اختيار ڪئي آهي، ليڪن 'قاضي قادن جو ڪلام' ۾ "ڪَهَہ" مذڪر آهي. تنهن ڪانسواءِ "ڪَهَہ لڳڻ" محاورو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: "اثر پوڻ".

ڪَهَہ لڳو، ڪَهَو ٿيو، سَنَڙ ٿيو سولو،
پڳس پؤ پولو، راز ڏنائين راز ۾.
(آخوند پيارو)

معنيٰ: (هُن تي) اثر ٿيو (۽) سِڌو (راهہِ راست) ٿيو (۽) سولائيءَ سان منزلِ مقصود (سنڙ ٿيو) تي پهتو.

قاضي قادن جي بيت جي پوئين سٽ جي معنيٰ:

پرين جي صحبت جو ايڏو تہ اثر ٿيو، جو سندم دل، خوشيءَ سان، ان طرف پنڌ پيئي ڪري.

[بيت 28]

ڪُنجي ڏيئِي جهَليو، جِنهِين رُوحَ رساوَ.
تِنهِين سندي تُلهڙِي، سَونهاري سَياوَ.

ٺڪر صاحب لکي ٿو:

جن (ستگرن) منهنجي آتما جي رساوَ (پهچ) کي ڪُنجي ڏيئي، ضابطي هيٺ رکيو، تن جي رهبريءَ هيٺ هلندي، منهنجو سڀاءُ سونهارو بڻيو.

ڪُنجي = چاٻي. روح = آتما. رساو = پهچ. تلهڙي = نقش قدمي ڪندي، رهبري هيٺ هلندي. سونهاري = وڻندڙ، سٺي. سياو = فطرت.

ٺڪر صاحب نهايت ٺيڪ ڪري لکيو آهي، پر هڪ لفظ "تُلهڙو" جوڳو ڌيان ڇڪائي ٿو. شري ٺڪر، "تُلهڙي" (ت کي پيشِ) جي معنيٰ "نقش قدمي ڪندي، رهبريءَ هيٺ هلندي" ڪئي آهي. اها معنيٰ تڏهن قبول ڪجي، جڏهن اهو لفظ "تَلِهَڙو" (1) هجي.

بيت ۾ آيل "تُلهڙو" (ت کي پيش) درست آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: "ٽُرهو".

هَرِ ڏَنُ تُلها، هَرِ ڏَنُ ٻيڙي، هَرِ تارِ پراٿا.
(گورواڻي)

اِتي "تُلها" معنيٰ "ترهو" آهي.

معنيٰ: (هن ڀَو ساگر مان) ترڻ لاءِ، ترهو ۽ ٻيڙي، سو بہ هَري نام ئي آهي.

هُونءَ بہ اسان وٽ "ل" ۽ "ر" پاڻ ۾ مٽبا آهن:

| ڪالو | ڪارو |
|---|---|
| پال | پار |
| وال | وار |
| جل | جر ----- پاڻي |

انهيءَ اصول پٽاندڙ "تُلهو" ٿيندو "ترهو".

هيئنر باقي سوال رهيو تہ "تلها" سان "تلهڙو" ڪيئن ٿيو.

(1) اردو ڪلاسيڪل هندي ڊڪشنري، صفحو 325، جان . ٽي . پلٽس، آڪسفورڊ، ڇاپو پهون، سال 1960ع.

ٻوهٽڙا هرِ چَرَڻ، مَنَ چڙَ لنگهيئي.
(گوروانِي)

معنيٰ: اي مَنَ! هريءَ جي چرنن روپي جهاز - ٻيڙي تي چڙهه تہ سنسار ساگر مان لنگهي پار پوين.

'ٻوهٽ' مان "ٻوهٽڙا" ٿيو آهي. اهڙي نموني "تلها" مان "تلهڙا" ٿيو آهي، جا شاعرانہ سهڻي گهڙت آهي.

لنڪر صاحب "سونهاري سياوَ" جي معنيٰ "سياءِ سونهارو" ڪئي آهي. بلڪل درست، پر جيڪڏهن معنيٰ هيئن بيهارجي تہ بہ مقصد ڪان پري نہ ٿيندي.

سونهارو = سُونهين وارو، سُونهون، واقفڪار.

معنيٰ بيهندي: انهن (مرشدن) جي ٽُرهي (مدد) سان منهنجو سياءُ (ان رستي جو) سُونهون (واقفڪار) ٿي ويو.

مطلب تہ جڏهن مرشدن مَهر ڪئي، تڏهن رستي جو سُونهون ٻڌائي ڇڏيائون. ڏسو (بيت (86).

[بيت 40]

تون تون تَدِ ڪَريهہ، لَکَنداءِ ڪَرَ ڦندَ جِيئَن،
سائين سنڀاريهہ، جِنِ يَهہَ روحَ سِرجِيا.

لنڪر صاحب لکي ٿو:

جڏهن توکي اِها خبر پئي تہ ڦندي ۾ ڦاٿو آهين، تڏهن ڇَپُئہِ تہ (خدا) "تون" آهين "تون" آهين. (پوءِ) اُن سائينءَ جي ياد آيَئہِ، جنهن هي روح اُپايا آهن.

تد = تڏهن. ڪر = سُڌ، خبر. ڦند = ڦندو، ڦاسي.

يهہ = هيءُ. روح = اَتمائون. سرجيا = پيدا ڪيا.

مٿين بيت ۾ "ڪَرَ" توجهہ طلب آهي.

1- ڪَرَ ڪنيو، ڪَرَ لهي، ڪَرَ سان ڏئي سَجَ.
(آخوند پيارو)

ڪر = ڳاٽ، ڳچي. ڪر = خبر. ڪر = هَٿ. سج = اشارو.

(سسئي) اوچو ڳاٽ ڪيو، هٿ سان اشارا (ماٺهن کي) ڏيئي، (پنهل جي پنڌ پيچري جي) خبر پئي پڇي.

2- ڪُنگو ڪَر ڪُونجَرَ جو، هِن قمر ڪون قرارا.

(ڪنيار)

ڪنگو = لَئي وڻَ جو ڳاڙهو ٻُورُ. ڪر = ڳاٽ، ڳچي.

ڪونجر = ڪونج. پکي جنهن جي ڳچي ڊگهي ٿيندي آهي.

معنيٰ : ڳاڙهي (رنگ ورني) ڳچي، هن لاڏلي ڪونج (محبوب) جي، سا تہ چنڊ جي روشنائيءَ کان بہ وڌيڪ نروار (رونقدار) ڏسجي ٿي.

3- جڏهن ڪُونجن ڪنيو ڪَرُ، تڏهن جِيجَل موتِي جاءِ تي.

(جلال پٽو)

ڪَرُ = ڳچي.

بهر حال ”ڪَرَ“ جون ڪيتريون ئي معنائون ٿين ٿيون، پر بيت ۾ ”ڪَرَ“ جي معنيٰ ”ڳچي“ ٿيندي.

ڪَرَ ڦَند = ڳچيءَ ۾ ڦندو.

معنيٰ ٿيندي: تون ڏٺيءَ کي تڏهن ياد ڪندين، جڏهن ڳچيءَ ۾ ڦندو پوندءِ. پوءِ اُن سائين (الله تعاليٰ) کي ياد ڪندين، جنهن هي روح خلقيا آهن.

[بيت 41]

سُورَ جِنهُون کي هوءِ، ليهان تنهين اَيرَنِ،
ڪاٺي ڪوءِ ڏنوءِ، دانهان ڪندو سُورَ بنِ.

شري نکر لکي ٿو:

جن کي سُور هوندو، تن کي ئي ايذاءُ ايندو. ڪٺي کو بنا سور جي دانهون ڪندو ڏٺو اٿئي.

ليهان = تڪليف، ايذاءُ

بيت 44 ۾ بہ ”ليهان“ آيل آهي اتي بہ ليهان جي معنيٰ ”تڪليفون، ايذاءُ“ ڪيل آهي.

ليهان لَکَ ڪيام، پَسَڻَ کي پاٽان پرين،
سوجهي سيڻ لذام، مَن مَنجهين ئي سپرين.

نکر صاحب معنيٰ بلڪل ٺيڪ ڪري بيهاري آهي، پر هڪ لفظ ”ليهان“ جي معنيٰ تي اختلاف آهي.

اسان کي خبر آهي تہ "ل" ۽ "ر" پاڻ ۾ مٽبا آهن. ڏسو هن مضمون جو بيت نمبر 28. 'ليهان' آهي "ريهان".

ريهان = دانهان، دانهون، ڪُوڪُون، رڙيون.

پَنڌُ نہ پَنڌَنِ جيترو، ڪيئن سُجندي ڪيهَ،
جيڪر ڪريان رِيهَہ، پَرَ چُندا مُنڌَ چَري ٿي.
(شاهہ)

ريهہ = رڙ، دانهن.

"ريهہ" سنسڪرت "ريشا"، جنهن جو ڌاتو يا بنياد آهي؛ ريش = رڙ ڪرڻ (1).

تنهنڪري "ليهان" معنيٰ "ايذاءُ"، "تڪليفون" نہ، پر "دانهون"، "رڙيون" ٺيڪ ڪِبي.

[بيت 42]

ڪاگد ڪالي اکرين، مون سان مون سيٽين،
گهوري ڪٽي وڃائيان، وي مندي نيٽين.

ٺڪر صاحب لکي ٿو:

• جهڙو ڪاغذ ۽ ڪارن اکرن جو پاڻ ۾ لاڳاپو آهي (جو هڪ ٻئي سان جُڙيا پيا آهن) اهو ئي لاڳاپو منهنجو پرينءَ سان آهي. هي منهنجا بُرا نيڻ (جي پرينءَ کيٌ نٿا ڏسن) پرينءَ تان گهوري ڪري ڦٽا ڪريان.

ڪاگد = ڪاغذ، پنو. ڪالي = ڪارا. سيٽين = سڄڻن. مندي = بُرا، خراب، ڄڏا.

ٺڪر صاحب جي تشريح ۾ هڪ لفظ "مندي" جي معنيٰ تي اعتراض آهي. اسان جي شاعرن "مَندو"، "بُرو" جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو آهي.

بُرو هو ڀنيور، جو آرياڻيءَ اُجاريو.
(شاهہ)

قاضي قادن جي بيت ۾ "مَندو" لفظ، "بُري" جي معنيٰ ۾ ڪم آندل

(1) سنسڪرت ڌاتو رٽ ميجوشا - صفحو 284 - رامجي گهوند جي ڪانولڪر- ڪوئٽا- سال 1933ع.

نہ آهي. شاعر، محبوب جي پسَڻ لاءِ، ”مندا نيڻ“ (خراب اکيون) ڪيئن استعمال ڪندو: ياد رکڻ گهرجي تہ ”مندن نيڻن“ وارو، ڪڏهن بہ محبوب جو ديدار ڪري نہ سگهندو. ”بُري“ (مندي) ۾ تہ هميشہ ”بُرائي“ (مندائي) واري معنيٰ سمايل هوندي آهي. سچاڻ شاعر، تَرَ جي محاوري ڪان، پوريءَ پَرِ واقف هوندا آهن؛ تنهنڪري جيڪي بہ الفاظ يا محاورا ڪم آڻيندا آهن، تن ۾، معنيٰ جي خيال ڪان، تِرَ جو تفاوت بہ نظر نہ ايندو آهي. جيڪڏهن ايندو تہ اها اسان جي سمجهہ جي غلطي آهي.

1. چڱو لکيو جن، مَندِي سي نہ پَسَن،
توڙي رِڻَ رَهَن، تہ بہ ڪندون ڪائنِ ڪيرَ سان.

2. مندي ڏيرن مَن ۾، ڪليو ڪيڪاريان.
(شاهہ)

3. چڱي ڪان چڱائي، مندي ڪان مندائي.

مٿين مثالن ۾ ”مندو“ معنيٰ ”بُرو“ آهي.

قاضي قادن جي بيت ۾ بہ ”مندو“ لفظ آيل آهي، پر اهو ”برو“ جي معنيٰ ۾ نہ آيل آهي. مندا = نياڳا، اَشبُ. (1)

معنيٰ ٿيندي: جيئن ڪاغذ تي ڪارا اکر چٽا (ظاهر) ڏسڻ ۾ اچن ٿا، تيئن محبوب بہ منهنجي اکيان (چٽو) آهي، پر اهي نياڳا نيڻ گهوريا، جي محبوب کي ڏسي نٿا سگهن.

[بيت 43]

ڪاڳدَ ڪاليِ اکرين، مئُن واچيندا، اِڻِ وَڏو،
سجڻ اَچي اکرين، مئُن لوڙيندو لڏو.

لکر صاحب لکي ٿو:

جيئن ڪاغذ تي لکيل ڪارا اکر مان پڙهي سگهان ٿو، ان طرح سجڻ اچن اکرن وانگر آهي، جنهن کي مون ڳولهيندي حاصل ڪيو آهي.

واچيندا = پڙهندي. اِڻ = اِن. وڏو = طرح، طريقي سان.

لوڙيندو = ڳوليندي، طلبيندي، تلاهيندي.

(1) گرنٿاولي، صفحو 170، ملڪ محمد جائسي، ڪاشي ناگري پرچاڻي سڀا.

ڪجهہ معنيٰ تي ۽ خاص طرح "اڻ" ۽ "وَڏو" تي اعتراض آهي.

نڪر صاحب "وَڏو" معنيٰ "طرح"، "طريقي سان" ڪئي آهي، پر اهو لفظ "وِڌ" (و کي زير) آهي (1).

نڪر صاحب "اڻ" ۽ "وَڏو" ٻہ لفظ، جدا جدا ڏيکاريا آهن. درحقيقت اهو هڪ ئي لفظ "اَڻوَڏو" آهي، جو سنسڪرت لفظ "اَڻوڌِ" آهي (2).

"اَڻوَڏو" جو اشتقاق هن طرح ٿيندو:

اڻ + وَڏو.

اڻ = اَنَ = نہ.

مثلاً: انيڪ = اَنَ = نہ + ايڪ = هڪ. هڪ نہ (پر گهڻا).

"وَڏو" سنسڪرت لفظ "وَڌ" آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "حد".

تنهنڪري "اڻوڏو" جي معنيٰ ٿيندي: بي انت، بي حد.

معنيٰ ٿيندي: ڪارن اکرن وارو ڪاغذ، جڏهن مون پڙهيو، تڏهن ڳالهہ بي انت نظر آئي يعني ڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي. مطلب تہ محبوب مون نہ ڏنو (لڌو). اهو انهيءَ ڪري، جو اکرن جي مطالعي تائين پاڻ کي محدود رکيم.

اکران دي وِچ جوئِي آڙيا،
عشق دي چاڙهي مُول نہ چڙهيا.
(بيدل)

سڄڻ اَڇي اکرين، مٿن لوڙيندو لڌو.

نڪر صاحب "سڄڻ اڇي اکرين" جي معنيٰ ڪري ٿو: سڄڻ اڇن اکرن وانگر آهي. آءُ سمجهان ٿو تہ ڪمزور تشبيهہ آهي.

جيها اَڇا چَنڊَ، تيها اَڇا مان پرين.
(شاهہ)

منهنجي خيال ۾ ائين ٿو اچي تہ محبوب، صاف اکرن وانگر (چٽو ئي چٽو) آهي.

معنيٰ ٿيندي: (جڏهن ظاهري اکرن کي ڇڏي) اندر ۾ ڳولها ڦولها ڪيم، تڏهن چٽو ئي چٽو (صاف - اڇن اکرن وانگر) اندر ۾ ڳولي لڌم.

---

(1) رام ڳلا شبد ڪوش، صفحو 296، رام ڳلا، ڪلياڻ، سنبت 1967ع.

(2) سنسڪرت - انگلش ڊڪشنري، صفحو 26، مونيو وليمس، آڪسفورڊ 1974ع.

[بيت 82]

جي تَل ٽنو ٽلهڙي، سايَرَ منجهه ٽِيانهه،
ڪَرِ ٻانهان پاٽيچيان، مَ ڪَرِ سڌَ ٻيانهه.

شري ٺڪر لکي ٿو:

جيڪڏهن ٻيڙيءَ جا پال ٽٽي پيا آهن ۽ سمنڊ ۾ وڃي پيو آهين ته پنهنجي ٻانهن کي پاٽيءَ ۾ هلاءِ؛ ٻين کي (مدد لاءِ) سڏ نه ڪر.

تل = مستول. ٽنو = ٽٽو. ٽلهڙي = سُکان.

ساير = سمنڊ، ساگر. ٻيانهه = ٻين کي.

"تَلَ" نه، پر "تَرَ" آهي. اهڙي نموني "ٽنو" نه، پر "ٽُنُون" آهي.

بيت هن ريت ٻيهڻ کپي.

جي تَلَ تَنُون ٽلهڙي، سايَرَ منجهه ٽِيانهه،
ڪَرِ ٻانهان پاٽيچيان، مَ ڪَرِ سڏَ ٻيانهه.

تَلَ = تَرَ، ترو (ٻيڙيءَ جو).

تنون = ٽُنَ، تنگ، سوراخ.

ٽلهڙي = ٻيڙي ۾.

معنيٰ ٿيندي: جيڪڏهن ٻيڙيءَ ۾ سوراخ پئجي ويا اٿيئي، ۽ وڃي سمنڊ ۾ پيو آهين. ته پنهنجي ٻاهن کي پاٽيءَ ۾ هلاءِ ٻين کي مدد لاءِ سڏ نه ڪر.

تَري ٽُنَ پِياس، پاسَئُون پاٽي وَهي،
ڪُوهو جهَرجهَنو ٿيو، لاچو سڀ لَڙياسِ،
جيلاه سَڌَرَ سُڪاٽياسِ، وَهي تي وَهَ سامهون.
(شاهه)

[بيت 86]

جُنَگيئُون جوڪِيئُون جَتِ، ٻوهِتَ ٻاتاڙا ٿِيَنِ،
مِهَر ٿُهنجي تَتِ، مُڪَريان ٻيي پار پَوَنِ.

ٺڪر صاحب لکي ٿو:

جتي وڏيون ٻيڙيون خطرو محسوس ڪن ٿيون، ۽ جتي ٻوهتن (ٻيڙين) جي حالت خراب ٿيو وڃي. (اي ڌڻيءَ!) اهڙي هنڌ تي تنهنجي ديا ٿيڻ سان

نديون ٻيڙيون پار پئجيو وڃن.

جنگيون = وڏيون. شاهي. جوکيئون = جوکي ۾ پون. خطري هيٺ اچن.

ٻوهٿ = ٻيڙيون. ٻاتاڙا = پريشان حال خراب حالت ۾.

نڪر صاحب معنيٰ نهايت سهڻي ڪري لکي آهي. اسان کي فقط هڪ لفظ ”ٻوهٿ“ جي معنيٰ تي اعتراض آهي.

’ٻوهٿ‘ جي عام طرح ”ٻيڙي“ معنيٰ ڪئي ويندي آهي، پر لغوي خيال کان غلط آهي.

ٻوهٿ - هندي ”ٻوهِت“. سنسڪرت - ٻوهِتٿ = جهاز، غُراب.

انگلش - سنسڪرت ڊڪشنريون ۾ ائين لکن ٿيون.

غوراب، جهاز - ٻوهتٿ = Ship (1).

معنيٰ ٿيندي: جتي جُنگ ٻيڙيون ۽ جهاز (غوراب) خطري ۾ اچي، پريشان حال ٿين ٿا.

[بيت 92]

سَجَڻَ دَرِ جَڻَ دَءِ کَهي، چِتِ نہ ڪيجيءَ ٻَنگُ،

لوئي ٿِيئيءَ پارچي، لاڪَ نہ ڇڏي رَنگُ.

نڪر صاحب لکي ٿو:

دوست دشمن (چڱي مَني ماڻهوءَ) جي چوڻ تي پنهنجي چت کي خراب نہ ڪرڻ گهرجي. لوئي ڀلي ليڙون تي وڃي، پر لاک (جنهن سان اها رڱيل ٿئي ٿي) پنهنجو رنگ ڪونہ ڇڏيندي.

درجڻ = خراب ماڻهو، دشمن ڇيڙا ڀور. کهي = چوي. چت= اندر، من، دل. ٻنگ = ڀڄڻ، ٽوڙڻ (ڊانواندول ڪرڻ). لوئي = چَني. پارچي = ليڙون ليڙون، ڇيٽڙا.

شري نڪر، معنيٰ نهايت وضاحت سان ڪئي آهي، پر هڪ لفظ ”دَءِ“ جي معنيٰ نہ آندي اٿس.

آءٌ سمجهان ٿو تہ اهو لفظ ”دَءِ“ (د کي زبر) نہ، پر ”دُءِ“ (د کي پيش) آهي. دُءِ، اصل لفظ سنسڪرت ”دوِ“ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: ”ٻہ“ تنهنڪري ”دُءِ“ جي معنيٰ ٿيندي: ”ٻئي“.

ڪبير شيوا ڪون دُءِ ڀَلي، ايڪ سَنت، اِڪ رام.

(ڪبير ڀڳت)

(1) انگلش -سنسڪرت ڊڪشنري، صفحو 737، مونير وليمس - لنڊن 1851ع

ڪبير ڀڳت چوي ٿو تہ: شيوا (خدمت) ڪرڻ جا ٻئي لائق آهن: هڪ سنت (بزرگ - مهاپرش) ۽ ٻيو رام.

هَلت چَلت دُءِ ليهہ سوار.

(گورواٹي)

معنيٰ : هلت ۽ چلت ٻئي سڌاري وٺ.

قاضي قادن جي بيت جي معنيٰ ٿيندي: دوست توڙي دشمن، ٻئي جيڪي چون (تن جي چوڻ تي لڳي) مَنَ کي خراب ڪرڻ نہ کپي.

[بيت 94]

مَئِن پانيي سونُ، هي جَرَ پوسُ جَرِڪَٿون،
وِينِ وَرائي وَنُ، ڪَهہَ لڳي ڪارو ٿئي.

ٺڪر صاحب لکي ٿو:

مون هن چمڪندڙ پاڻيءَ کي، سونُ ڪري سمجهو. (هٿ لائڻ سان) اُهو مون کي ورائي ويو ۽ مٿي لڳي، ڪارو ڪري ڇڏيائين.

مئن = مون. پانيي = سمجهو. جر = پاڻي. جرڪٿون = چمڪندڙ.

ٺڪر صاحب جي معنيٰ واقعي ٺيڪ آهي، پر هڪ لفظ "پوس" جي معني ڪانہ لکي اٿس. اهو "پُوس" لفظ آهي.

اهو لفظ 'پوس' اصل ۾ "پُسا" آهي، ۽ سنسڪرت "پُوشن"، جنهن جي معنيٰ آهي: "سج" (1).

جر پوس جرڪٿون = سج تي چمڪڻ وارو پاڻي.

معنيٰ ٿيندي: هي پاڻي، جيڪو سج (جي ڪرڻن) سببان چمڪي پيو، تنهن کي (غفلت کان) سونُ ڪري سمجهيم.

"ڪهہ" لاءِ ڏسو هن مضمون جو بيت نمبر 10

[بيت 15]

وَڃِي آيو ڪيرُ، ڪَنهِن ڏِنو مَهہَ لاهُوتيَن،
اَچِي ڪندو ڪيرُ، ڳالهيُون رَب پرتيان.

ٺڪر صاحب لکي ٿو:

(1) هندي شبد ساگر، جلد چوٿون، صفحو 2378، ناگيري پرچارڻي سيا ڪاشي.

رب جي پار ڏي وڃي، ڪير واپس آيو آهي؟ لاهوتين (ڪامل درويشن) جو مَنهن ڪنهن ڏٺو آهي؟ رَبَ جي پار وڃي، ڪو اُتان جون ڳالهيون ٻڌائيندو اچي ڇا؟

لاهوتي = پهتل شخص، ڪامل درويش. رب = خدا، ڀڳوان. پرتيان = طرف جون، پار جون.

شري نڪر، بيت جي معنيٰ بلڪل ٺيڪ بيهاري آهي، پر هڪ لفظ "پرتيان"، لغوي خيال کان جوڳو ڌيان ڇڪائي ٿو. اهو ساڳيو لفظ "پرتيان"، هڪ ٻئي بيت

[15] ۾ بہ آيل آهي، جنهن جي معنيٰ ساڳي لکيل آهي:

هَنَ سَرَ سَندا هَنجهڙا، اِتي ئي آهِنِ،
ڳالهِينِ رَبَ پرتيان، جو مَنگي سو ڏِينِ.

لکي ٿو: هَنَ تلاوَ جا هنس (سچا مرشد) هتي ئي آهن، اهي رب جي پار جون ڳالهيون ٿا ڪن ۽ انهن کان جو گهُر سو ڏين ٿا.

"پرتيان" در حقيقت، سنسڪرت لفظ "پرتِ" (1) آهي.

پرَتِ = باري ۾، بنسبت، بابت. (Regarding, Concerning)

تنهنڪري ڳالهيون "رب پرتيان" جي معنيٰ ٿيندي: رب بنسبت ڳالهيون، رب سنديون ڳالهيون.

[بيت 39]

لڳي وڃان پيرِ، دانهان ڪندي ڏونگرِ،
سو ئِي سَجَڻَ ميڙ، جِنهين هَٿوَن ڏکٽي.

نڪر صاحب لکي ٿو:

جبلن تي پيرين پنڌ هلندي، اِهي دانهون ڪندي پئي وڃان تہ مون کي اَن سجڻ سان ملاءِ، جنهن جي ڏک ۾ ڏکويل آهيان.

ڏنگر = جبل، پهاڙ. ميڙ = ملاءِ، گڏجاڻي ڪراءِ.

نڪر صاحب "هَٿوَن" لفظ جي معنيٰ نہ ڏني آهي. ٻئي بيت ۾ بہ ساڳيو لفظ "هَنءُ" نظر اچي ٿو، جنهن جي معنيٰ ٻڻ ڪانہ ڪيل آهي.

هَنءُ آءٌ وَندا وَڃَ تون، سيٺان ويڻَ مَ ڪَٿِ،
پيهِي مَنجهہِ ڪَٿون ڪري، تو ڪُوٺي مُون هٿَ. (بيت 75)

(1) سنسڪرت - انگلش ڊڪشنري، صفحو 588، ٽيٺو دور بينفي 1866ع لنڊن.

ٻين شاعرن به اهو لفظ ڪم آندو آهي (1):

هُون ٻَلهاري سَڄڻان، سَڄڻَ مو ٻَلِهارَ،
هُون سڄڻ پڳَ پانَهي، سڄڻ مو گَـلهَارَ.

مطلب تہ "هئُون"، "هَنءُ" ۽ "هُون" راجستاني محاوري جي ساڳيءَ معنيٰ واري لفظ جون مختلف صورتون آهن (2).

ڍولا مارو دوهي جي معنيٰ:

مان سڄڻ تان ٻلهار (قربان)، سڄڻ مون تان ٻَلهار،
مان سڄڻ جي پيرن جي جُتي، سڄڻ منهنجي ڳلي جو هار.

پڳ = پير. پانهي = جُتي.

قاضي قادن جي بيت ۾ آيل "هئُون" لفظ جي معنيٰ ٿيندي: مان، آءٌ.

معنيٰ ٿيندي: اهو سڄڻ ملاءِ، جنهن ڪان مان ڌڪويل آهيان.

[بيت 45]

روئي مَ ڪَرِ پَڌرو، هَٺ مَنجهيئي جالِ،
جان جان پريان نہ مِڙَءِ، تَنَ ڪانيءَ جيئن بالِ.

ٽڪر صاحب لکي ٿو:

(پرينءَ لاءِ سِڪَ) روئي، ظاهر نہ ڪر. هٺ تي قائم رهي، پاڻ کي اِستر رک. جيستائين توکي پنهنجو پرين نہ مليو آهي، پنهنجي سرير کي ڪانيءَ وانگر ٻار (ڪشٽ ڪشالا سهہ).

هٺ = ڪا ڳالهہ حاصل ڪرڻ جو پڪو ارادو. جال = استر رهہ. جاري رک.

ٽڪر صاحب جي خيال موجب: 'جال' مصدر 'جالڻ' = گذارڻ. انهيءَ مان معنيٰ ورتي اٿس: اِستر رهہ. جاري رک.

اها معنيٰ بہ پنهنجيءَ جاءِ تي درست آهي؛ پر جيئن تہ قاضي قادن جي ڪلام تي راجستاني ٻوليءَ جو ڪافي اثر آهي؛ تنهنڪري دوهن ۾، جيڪي

(1) ڍولا مارو را دوها، صفحو 139، گوري شنڪر، ناگري پرچاڻي سڀا ڪاشي، سنبت 2016.

(2) ايضاً: صفحو 146.

لفظ ظاهري سنڌي معلوم ٿين ٿا، تن مان گھڻا راجستاني آهن. "جال" بہ راجستاني محاوري جو لفظ آهي:

جال = جلاءِ، جَلائي ڇڏ (1).

معنيٰ ٿيندي: اندر ۾ جيڪو هَٽُ اٿيئي (تنهن کي) جلائي ڇڏ (جنهن توکي انهيءَ ڳالهہ تي آندو آهي تہ ظاهري روئڻ سان رب ملندو. توکي ڪپي تہ محبوب لاءِ) روئي سڪ جو اظهار نہ ڪر. مطلب تہ ظاهري روئڻ سان رب نہ ملندو.

[بيت 75]

هَنءَ آءٌ وَندا وڃُ تون، سيٹان ويڻ مَ ڪَٽ،
پِيهي مَنجهہ ڪَٺون ڪري، تو ڪوٺي، مُون هَٽُ.

شري نِڪر لکي ٿو:

"آءٌ آهيان"، "آءٌ آهيان"، اِنَ وِندَ ڪان پاسو ڪر. پنهنجي پرينءَ کي حرف نہ پَٽِ. پنهنجي آپي کي (جَندَ منجهہ) ڪٺون ڪٺون ڪري پينهہ. جنڊ جو ڏنڊو يا هٿيو تنهنجي هٿ ۾ هجي ٿي هجي.

هَنءَ آءٌ = مان آهيان (خودي). وندا = تات (ونڊ) = هر هر ساڳي ڳالهہ چوڻ. سيٹان = سجڻ، سنٻنڌي. پيهي = پيهڻ، پيسڻ. ڪوٺو = ڏنڊو، هٿيو (چنڊ جو).

"هنءَ" لاءِ بيت 39 ڏسڻ گهرجي هتي هڪ لفظ "وَندا" ڏيان ڇڪائي ٿو.

نِڪر صاحب "وَندا" جي معنيٰ ڪئي آهي: تات، هر هر ساڳي ڳالهہ چوڻ.

آءٌ سمجهان ٿو تہ نِڪر صاحب، "وَندَ" کي "وِندَ" ۾ ڏٺو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: وري وري ساڳي ڳالهہ چوڻ.

سنسڪرت ۾ وَند = تعريف ڪرڻ (2).

"وندا" بہ اتان ئي نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: تعريف ڪندڙ، ساراهيندڙ.

مصرع جي معنيٰ ٿيندي: اي پاڻ کي سارهيندڙ، (تون) آءٌ آءٌ (مان مان) نہ ڪر. (انهيءَ ڳالهہ ڪان) پري پيچ يعني پاسو ڪر (۽) سڄڻن لاءِ، ٻاڙو نہ ٻول.

[بيت 81]

جان جان ڪَنڌِي ڪاءِ، تان تُون تُرهي تاتِ ڪَرِ،
ڪَپِرَ سِنڌِي داهَہ، مَتِ اَوچِنتي اَلهَءِ.

(1) ڍولا مارو را دُوها، صفحو 67، گوري شنڪر، ناگري، پرجياٽي سيا، سنبت 2016.

(2) دي پريڪٽيڪل سنسڪرت انگلش ڊڪشنري، صفحو 829، وي. ايس. آپٽي. بمبئي، گوپال نارائڻ ائنڊ ڪمپني، سال 1984ع.

ٺڪر صاحب لکي ٿو:

جيستائين تون ڪناري تي آهين، تيستائين پيو ٻيڙيءَ جي سنڀال لهه (اُن جي ٽُٽَ ڦُٽَ کي درست ڪري، سفر لاءِ تيار رکينس). ڪناري تي، ڪُنن ۾، جيڪا ٻاهه ٻري ٿي، اها اوچتو تنهنجي سمجهه کي جلائي رکندي (متيون منجهائي ڇڏيندي).

ڪنڌي = ڪنارو. ترهو = ٻيڙي. ڪپر = ڪنارو (ڪناري وارو ڪُن). ڏاهه = ٻاهه. مت = سمجهه، عقل. اوچنتي = اوچتي، بي خيالي ۾. الهڻ = جلائي ڇڏي، ساڙي ڇڏي.

اهو ساڳيو بيت، ٿوريءَ ڦير گهير سان، شاهه عبداللطيف به چيو آهي:

جان ڪين ڪَنڌِي ڪانهَه، تان تاٺي ٻَڌُ تُرهو،
هَٽَ پريان جي هٽَ ۾، ٻي ڪي ڏِج مَ ٻانهَه،
سَنڌي ڪَپَرَ ڏانهَہ، ڪِ تون ڪَنين نہ سُئِي.

ڪانهه = ڪانهَن، ٻوڙا. ڏانهه = ڏانهن، وڏو آواز.

شري ٺڪر جو بيت، هيٺن بيهڻ ڪيي:

جان جان ڪنڌي ڪانهَہ، تان تون تُرهي تاتِ ڪر،
ڪَپَرَ سَنڌِي ڏانهَہ، مَتِ اوچنتي اَلَهِڻ.

فقط هڪ لفظ ”الهڻ“ جي معنيٰ تي اعتراض آهي ۽ سمجهائي ٿي.

الهڻ = اونڌي، اُٿي.

معنيٰ: جيستائين تون درياهہ جي ڪناري تي آهين (تہ توکي گهرجي تہ) جيڪي ڪانهَن ۽ ٻوڙا، ڪنڌيءَ تي بيٺا آهن، تن مان (پنهنجي ترڻ لاءِ) ترهو ٺاهہ (ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن توکي ترهو هوندو، تہ بہ ڪناري وارو تانگهو پاڻي، توکي ٻوڙيءَ نہ سگهندو، پر جيڪڏهن اونهي ۾ وئين تہ توکي ترهي جي ضرورت پوندي).

(متان ڪنهن وقت) ڪپر جي گوڙ ۽ شور ڪان، تنهنجي مت (سمجهه) اوچتو ئي اوچتو الهي (اونڌي) ٿي پوي، يعني مَتيون منجهي وڃنئي، ۽ ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ اچيئي.

مطلب تہ، بقول ٻئائي:

تانگهي ۾ تاٺي، ٻَڌُ پنهنجو ترهو،
اونهي ۾ آئي، ڪونہ ڏيندءِ ڪو ٻيو.
(سريراڳ)

[بيت 96]

ڀورِي ڀَڳي جَتَ (جاتِ)، ماڻڪُ اَساري ڀيو،
ڪوهہ نہ ڍُنڍيءِ تَت، بيَ اونگهيو هَٿِ ڪر.

معنيٰ: اي نادان عورت! تون ڀڄندي ڀئي وڃين، املهہ ماڻڪ تہ تنهنجي (قدمن) هيٺ پيو آهي. تون اُتي ئي ان کي ڳولهي، بنا غفلت جي هٿ ڇو نٿي ڪرين.

ڀوري = نادان، ڀولي ڀالي، سادي. اساري = هيٺ، نينوَ ۾، بنياد، پيڙهہ.
ڪوہ = ڇو ڍونڍيءِ = ڳولهيئہ، تلاشيءِ. بي اونگهيو = بنا غفلت.

ٻيو بہ بيت [بيت 97]، اهڙو ئي آهي:

ڀورِي ڀَڳِي جاوَ، ماڻِڪُ اَساري پيو،
سُرِي صَرافِين آوَ، بي- اينگهيو هَٿِ ڪر.

پوئين مصرع جي معنيٰ ڻڪر صاحب لکي ٿو:

تون بہ پير پيري، صرافن (هيرن جواهرن جي ڄاڻن) وٽ اچ، ۽ بنا دير جي اهو هٿ ڪر.

سري = چري، وڏي، بہ پير پري. صرافن = هيرن جواهرن جا واپاري (ڄاڻو). بي اينگهيو = بنا ڪيسر، بنا ڳُهَرِ.

"اساري" ۽ "بي اونگهيو" - "بي اينگهيو" وضاحت طلب آهن.

اهي بيت شاهہ جي رسالي ۾ بہ نظر اچن ٿا:

1- اَمُلُ اَساري پَئي، ڀوري! ڀَڳَءِ جِتِ،
ڪَهہ نہ رُنءِ تِتِ، ڀَئي آڏ هٿ ڪري.
(سريراڳ)

'سار = (آ = نہ + سارو مصدرع سارڻ. پراڪرت "سارَڻ" .سنسڪرت سمَرَڻ = ياد ڪرڻ)، غافل.
تنهنڪري "اساري پئي" معنيٰ ٿيندي: غفلت ۾ پئي، غافل ٿي.

هڪ بيت ۾ "بي اونگهيو" ۽ ٻئي ۾ "بي اينگهيو"، ڪم آيل آهن، پر ٻَئي لفظ، ساڳيءَ معنيٰ وارا آهن.

ڻڪر صاحب "بي اونگهيو" کي هن طرح ڏنو آهي:

بي اونگهيو = (بي = سواءِ، بنا + اونگهہ = گهري ننڊ يعني غفلت) بنا غفلت.
بي اينگهيو= (بي = سواءِ، بنا + اينگهہ = ڍيگهہ، سُستي، دِرَ، دير)، بنا دير، بنا ڪيسر.
'بي اونگهيو' يا "بي اينگهيو"، دراصل ساڳيو لفظ، بينگهيو = ٻينگيو آهي،

جنهن جي معنيٰ آهي: ٻه اڌ (ٻڪل).

پينگي = پَنگي - ڌاتو يا بنياد: پَچج = ٻن ٽڪرن ۾ ورهائڻ (1).

پينگيا ڪَيَءِ جتِ، اَمَلَ اَتَمَلي جا،
چو نه ديکيءَ تِتِ، اساريٰ رهجي وَئين ءَ.
(جوڳيسر ٽري)

پينگيا = ٻه اڌ. امل = ماڻڪ. اتملي = اَتملو، اَتِ = گهٽو + مَل (مله) = قيمت يعني امله Priceless. ديکيه = ڏٺءِ. اساري = بيوقوف.

شاعر چوي ٿو: (اي بيوقوف) جتي تو پنهنجي غفلت سببان، ماڻڪ ڀڳو آهي، اُتي چو نه ڏِٺءِ؟ بيوقوف، (هينئر ته) رهجي وَئين!

[بيت 109]

تون آڌارُ سَڌارُ تون، تون آڌائون اَڌَ،
تون ئي اڪڙين مون، تون ئي اندر هَڌَ،
ڳَلِ لَڳي ڳالهه چوان، ڪيهي حاجَتَ سَڌَ.

ٽڪر صاحب لکي ٿو:

اي ڌڻي، تون ئي منهنجي اوٽ ۽ آسرو آهين. تون رڪاوٽن کي هٽائيندڙ آهين. تون منهنجي اکڙين ۾ سمايو پيو آهين. (تو ايترو ته ويجهو آهين جو) مان توسان ڳلو ڳلي ۾ ملائي، توکي ڳالهه ٻڌائي ٿو سگهان. توکي ته سڏ ڪرڻ جي به ضرورت نه آهي.

اڌائون = رڪاوٽن کي، رڪاوٽن لاءِ. اڌ = رڪاوٽ. حاجت = کَپَ، گهُرج، ضرورت.

شري ٽڪر ٺيڪ ڪري لکيو آهي، پر "سڌار"، "آڌائو" ۽ "اڌ" توجهه طلب آهن.

ٽڪر صاحب "سڌار" جي معنيٰ ڪانه ڏني آهي. پر سندس بيتي تشريح مان اٿين ڀانئجي ٿو ته "سڌار" معنيٰ "آسرو" آهي.

اسان وٽ ڪيترا اهڙا به لفظ آهن، جن مان جيڪڏهن 'الف' ڪڍي ڇڏجي ته به معنيٰ تي ڪو اثر نه پوندو.

1- ڏوري لَهه ڌَتار، جِمَ وِهين ويسرو.
(شاهه)

(1) ٻڌ م چندر ڪوش: صفحو 354، پنڊت گڻيش دَت شاستري، مهر چند لڪش مڻداس، سنسڪرت پستڪ آليه، لاهور، ٽيون ڇاپو، 1923ع.

جيڪڏهن ڏاتار" لفظ مان، "الف" ڪڍي ڇڏجي تہ باقي "ڏاتر" بچندو.

ريءَ حسب، اَن ريءَ نَسب، ڏوري لَڌِي، ڏاتر ڪان ڏات.

(گل)

2- ميهار مَلاحن ڪي، اِيو آچي اَچ.

(شاهہ)

"ميهار" مان "الف" ڪڍي ڇڏڻ بعد، "ميهر" بچندو.

هِن منهنجي حال جو، "ميهر" تو معلم.

(شاهہ)

مٿين مثالن مان ثابت ٿيو تہ "ڏاتار" "ڏاتر"، ۽ "ميهار" "ميهر" ساڳيءَ معنيٰ وارا الفاظ آهن.

انهيءَ اصول پٽاندر، "آڌار" ۽ "سڌار" کي ڏسون ٿا.

| لفظ ۾ 'الف' آيل | لفظ ۾ 'الف' نہ آيل | معنيٰ |
|---|---|---|
| آڌار | آڌر | ٽيڪ، پروسو |
| سڌار | سڌر | مضبوط، پختو |

ساڳيو لفظ "سڌر"، بيت 88 ۾ بہ آهي:

'وڄ' بادل ۽ واءُ، ڊِڄَ نہ لهرين لَڳيو،

سَڌَرَ سُونهان جانءَ، ٻيڙيءَ ٻَڌڻ ناهہ پِوَ.

نڪر صاحب "سڌر" جي معنيٰ "هوشيار"، "سجاڻ" ڪئي آهي. جڏهن لفظ ساڳيو سڌر، سڌار تہ ٻوءِ معنائون مختلف ڇو؟

ائين بہ ڪڏهن ٿيندو آهي، پر بنيادي معنيٰ هڪ ئي ٿيندي آهي، ٻوءِ پَلِ تہ اصطلاح يا رواج ۾ ڪيتريون بہ معنائون ٿين.

1. پُڙَندا ڪِينَ پَرِ پَٽِ تي، هِنَ جا سَڌَرَ تا سُجن. (شاهہ)

2. سَڌَرَ سين سڱُ ڪري، پَرڪندن پيياس. (شاهہ)

سڌر = مضبوط، سگهارا (سڄڻ).

تنهنڪري "سڌار" "سڌر" ساڳيءَ معنيٰ وارو لفظ سمجهڻ کپي، جنهن جي معنيٰ آهي: مضبوط؛ پر اصطلاح يا رواج ۾ ٿيندو: سگهارو، پختو پايدار وغيره.

"اڏائون" ۽ "اڏ" ساڳي مصدر "اڏڻ" مان نڪتل آهن. "اڏڻ" جي لغوي معنيٰ آهي: اُوچو ڪرڻ. اهو اشارو جاءِ يا اڏاوت ڏانهن آهي، ڇاڪاڻ تہ زمين ڪان مٿي ٿيندي آهي.

هِتِ بہ دلبر تو اَجهي آءُ هيٺ، هُت پڻ تنهنجي اَڏَ.
(ڳل)

اڏ = اڏاوت، اجهو، پناھ.
اڏائون = اڏاوت، اڏيل مڪان، جاءِ، اجهو، اوٽ.
معنيٰ ٿيندي: تون (اي ڏٺي) منهنجو آڌار ۽ پڪو (ڀروسو) آهين. تون ئي منهنجو اجهو ۽ اوٽ آهين.

هينئر سوال ٿو اُٿي تہ "قاضي قادن جو ڪلام" ۾، جيڪي 112 بيت آيل آهن، سي واقعي (جئن نڪر صاحب چوي ٿو) قاضي قادن جا آهن يا نہ؟ هن ڪان اڳ جيڪي 7 بيت (قاضي قادن جا) شاھ ڪريم جي رسالي مان مِلن ٿا، تن ۾ بہ قاضي قادن جو نالو ڪونهي، پر تصديق شده آهن. هنن 112 بيتن جي تصديق نڪر صاحب ڪئي آهي، جو قلمي نسخي جي مٿان لکيل آهي: "**قاضي قادن جي ڪي ساکي.**" پر تڏهن بہ بيتن ۾ ڪيترا اهڙا الفاظ آهن، جي قاضي قادن جا ٿي نٿا سگهن. اسان کي، ياءُ ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، 'سَنت پراڻنات' (1618-1694ع) جي دوهن جو ڪتاب (ديوناگري لپي ۾) موڪليو آهي، جو 'ڪَڇي سنڌيءَ' ۾ آهي. هن ڪتاب ۾ بہ، قاضي قادن جي بيتن ۾ آيل لفظن جهڙا ڪيترا لفظ، جي دراصل 'ش' سان لکڻ کپن، سي "س" سان لکيل آهن. جئن: عَرس (عرش)، خوسبوءِ (خوشبوءِ).

1. عرس باغ جي محل ۾، جَهروکي جهانڪن،
تو ڏٺي اسان جي دل ۾، هي سُکَ ياد اچن.
(ص 13)

2. منڙو واءُ نُورَ جو، اَچي نُورَ خوسبوءِ،
هي سُک عرس باغ ۾، ڪين چوان ڪناري جوءِ.
(ص 15)

تنهنڪري يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ اهڙي قسم جا بيت، قاضي قادن جا ٿي نٿا سگهن، پر ڪَڇ ۽ ان جي آسپاس جي شاعرن جا ٿي سگهن ٿا. هيئين ڪسوٽي قائم ڪري، ڪنهن حد تائين، قاضي قادن جا بيت معلوم ڪري سگهجن ٿا.

1. اسان کي خبر آهي تہ قاضي قادن، بکر جو وينل هو.هن لٽي توڙي سيوهڻ ۾ بہ ڪافي وقت گذاريو؛ تنهنڪري انهن ٽنهي هنڌن - بکر، لٽو ۽ سيوهڻ جي لفظن، محاورن ۽ تشبيهن کي اوليت ڏيڻ کپي.

الف - سَرَ هيڪڙي وَسَن، جَرَ ۾ نِينهَن نہ گڏيو،
سارَ نہ سالُورَن، مٿي ڪنول ڦلاريو.
(قاضي قادن - بيت 17)

ب - جي سالورو سَڌ لَهي، ڪَنولان سَندي ڪاءِ،
تو پيو پاتال ۾، هُوندَ نہ مِٿي ڪاءِ.
(قاضي قادن - بيت 18)

ج - ڪي ويجهائي ڏُور، ڪي ڏُور ئي وَلها،
هوئي جَرَ سالُور، لڌي نہ ڪَنولانهہ ڪَرَ.
(قاضي قادن - بيت 19)

بيت تہ لک لهن، پر قاضي قادن جا قبول ڪري ٿا سگهجن؛ چاڪاڻ تہ "سالورو"، بکر، لٽو ۽ سيوهڻ جي تَرَ جو لفظ ٿي نٿو سگهي.

"سالورو"، "پائنہ - لَڇِڇي نام مالا" ۾ بہ نظر اچي ٿو. (1). تنهن ڪانسواءِ راجستاني دوهن جي ڪتاب ۾ بہ نظر اچي ٿو (2).

جيوَن سالُوران سَروَران، جِيون ڏرتي سُون ميهہَ،
چَمڪَ وَرَن بالَهئہ، چَند مُکِي سُون نيهہَ.

[جنهن نموني ڏيڏر جو (پريم) تلاءَ سان، مينهَن جو (پريم) ڌرتيءَ سان (هوندو آهي)؛ (اهڙي نموني) چَنبيلي جي رنگ واري پريتم (ڍولا ڪمار) جو چند جهڙي (ماروئي) سان پريم آهي.]

"سالورو"، راجستاني لفظ آهي. پراڪرت ۾ "سالُورو" ۽ سنسڪرت ۾ "شالُور" (3).

---

(1) پائنہ لڇِڇي نام مالا: صفحو 16، مها ڪَوي ڌنپال، شادي لال جين 239، عبدالرحمان اسٽريٽ، بمبئي 3، سال 1969ع.
(2) ڍولا مارو دوها: صفحو 136، گوري شنڪر اوجها، ناگري پرچارڻي سڀا، ڪاشي.
(3) ايضاً، صفحو 173.

2- ٺيٺ سنسڪرت يا پنجابي لفظ، قاضي قادن جي بيتن ۾ نہ هوندا.

الف - سوني سَرپَ نہ لوڙيان، جي لوڙيان تان لک،
مُون تِنها سَندي بک، جنهن مَستَڪَ مٿي بَلئہ.
(قاضي قادن - بيت 30)

"سَرپ" (سَپَ، نانگ) ۽ "مَستڪِ" (نرڙ)، ٻئي ٺيٺ سنسڪرت لفظ آهن، ۽ يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ قاضي قادن (عربي فارسي دان) ڪڏهن بہ استعمال نہ ڪندو.

ب - هَٽِ ويا جَهٽَن لوڻ، ڪَستُورِي جُهنڪَٽن گهري،
سَچان دي صابُوڻ، اَندر اَڇا نہ ڪري.
(قاضي قادن - بيت 98)

ج - مُبان مَحَلان مَندِيان، اَڇَليان چِلنِ،
هَـنئُون ڳِنِ ٻَڪري، جِهنڪئِن اٽَ مَگن.
(قاضي قادن - بيت 99)

پنجابي ٻوليءَ جو لفظ "جهُونگا" آهي، جنهن مان "جهنگئن" ٺهيو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: رَنگَ، رُونگَ (1) تنهنڪري اهي بيت بہ قاضي قادن جا نہ چئبا.

3- اسلامي روايات يا عقيدي سان نہ ٺهڪندڙ ڳالهہ، سندس بيتن ۾ نہ هوندي.

الف - اڪيون آڪاسانهہ، فوجون ڪري اَلٿون،
سوڙهي گَلي منجهانهہ، سوجهي پرين لَهَنديون.
(قاضي قادن - بيت 21)

ٺڪر صاحب لکي ٿو: اکين آڪاس (برهم رنڌر) تي فوجن وانگر لهي، ڏاڪو چڙهيو آهي. سوڙهي گليءَ (سنشمنا ناڙيءَ) مان سوجهي، پنهنجي پريتم کي حاصل ڪنديون.

ٺڪر صاحب، نهايت سهڻي تشريح ڪئي آهي، ۽ بلڪل حقيقت سان همدوش آهي، پر قاضي قادن جو خيال، ان طرف وڃي نٿو سگهي؛ ڇاڪاڻ تہ اسلامي روايات ۾ ائين نہ آهي. "آڪاس" معنيٰ آسمان (Sky) نہ آهي، پر هت معنيٰ آهي: هندن جو پنجون عنصر، جو پرڪتيءَ کان وٺي، چوٿين تائين آهي.

(1) جامع اللغات اردو، جلد 11 صفحو 414، عبدالمجيد.

4- سرائڪي آميز بيت ۽ قاضي قادن جا ٽي ٽڪا سگهن.

الف – سُتو، وينو، اٿيو، ڳالهائيندو ڳيندو،

اسان <u>تُسان</u> جي تاتڙي، واتڙيئن ويندو.

(قاضي قادن – بيت 6)

ب – الان جيهي اَلَ، <u>تُسان نه اسان</u> جيتڙي،

پريان جامع اَلَ، <u>تُسان</u> ٻيائي الهَنِ.

(قاضِ قادن – بيت 38)

بيتن ۾ "سرائيڪي" ۽ "سنڌي" لفظ آيل آهن، پر پاڻ ۾ ميلُ ٽڪا ڪائين، چاڪاڻ ته "ڏڏُ ريڊيو ۽ سسي ٻاڪري" جي مصداق نظر اچن ٿا.

انهيءَ ڪسوٽيءَ تي يا ان ڪسوٽيءَ جا ٻيا پهلو پيش نظر رکي، قاضي قادن جي ڪلام کي، ٻئي ڪلام کان، جدا ڪرڻ کپي.

گذارش: اسان اڳ ئي (پهرين قسط ۾) چئي چُڪا آهيون ته شري هيري ٺڪر جي هيءَ ادبي کوجنا، سنڌي ادب ۾، نه رڳو بنياديٰ اضافو آهي، پر سنڌي لغت جو املهه سرمايو پڻ آهي. سچ پچ ته آفرين صد آفرين آهي ٺڪر صاحب کي؛ جنهن ادبي بحر عميق ۾ ٽٻي هڻي، ساهي مُجهائي، هڪ ئي سَچي سپ ڪڍي آهي، جنهن جو موتي، ايترو ته مُلهه مهانگو آهي، جو ان فن جا ڳولائو، قيمت ئي ڪٿي ٽڪا سگهن. تنهنڪري اسان کي گهرجي ته ههڙي ملهائتي مواد کي، هيئن نه ڇڏجي، پر اهڙي نموني سوڌي سنواري ۽ سينگاري پيش ڪجي، جو اَڻ لَکا عيب خود بخوس دور ٿي وڃن. هن باري ۾ ٺڪر صاحب کي عرض ڪندس ته "قاضي قادن جو ڪلام" جو ٻيو ڇاپو، سنڌي ادبي بورڊ کي ڇپائڻ لاءِ ڏي؛ پر تنهن کان اڳ، ٺڪر صاحب کي اهو به عرض ڪندس ته "قاضي قادن جو ڪلام" تي جيڪي ادبي تنقيدون ٿيون آهن، تن جو پوريءَ ريت جائزو وٺي، ادبي کوجنا جي روشنيءَ ۾، پنهنجا ويچار ظاهر ڪري. مطلب ته جيڪڏهن ڪيس ڪن لفظن، لفظن جي اُچارن يا سِٽي سمجهاڻيءَ تي اعتراض آهي ته "تماهي مهراڻ" ۾ پنهنجا خيال ظاهر ڪري ته حقيقت ڪهڙي طرف آهي. جيئن ته هي ڪلام، پنج صديون پراڻو آهي، اِڪوٽي ۽ هاٺوڪي لفظن، توڙي تلفظ ۾، نمايان فرق آهي؛ تنهنڪري هن نازڪ ۽ نفيس ڪم کي نباهڻ لاءِ ڪو نَرَنيهي گهرجي جو سيلن تي سمهڻ جي پرواهه نه ڪري، بلڪ وڪ وڌائيندو رهي. جيتوڻيڪ هند سنڌ، اهڙن اديبن کان خالي نه آهي، پر هر ڪنهن جي فيلڊ پنهنجي پنهنجي آهي. جيڪڏهن ڪو اديب،

ان ڪم ۾ هٿ وجهڻ جي هام ٻه هڻندو، پر تڏهن ٻه اڳتي هلي، ڪيس فولادي ڪوٽ پيڇڻو پوندو، جنهن جي قوت اسان مان ڪن ٿورن کي آهي. ٻنده جي راءِ آهي تہ هي اٿ ڪانيو ڪم، سنڌ جي سدا ملوڪ سَپُورَنج ۽ مجيل محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن ڪي ٿي سونپڻ ڪپي؛ ڇاڪاڻ تہ اِن ڏس ۾، محترم سائينءَ جا ڪَلها ڳَنَلَ آهن، ۽ ڪيڏي ٻه اٿانگي ادبي ميدان ڪي، ٻنا ڏڙڪ سَر ڪري ويندو. سورنهن آنا پَڪ آهي تہ "قاضي قادن جو ڪلام"، جوان همت محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي قلم مان چمڪي نڪرندو. ●

# قاضي قاضن ۽ ان جي شاعري

## قاضي قاضن جي سوانح:

قاضي قاضن بن قاضي ابو سعيد بن زين العابدين بکريءَ جا وڏا ٺٽي سيوهڻ ۾ رهندا هئا. سندس ڏاڏو قاضي ابوالخير بکر ۾ رهندو هو. جو وڏو عالم، فاضل، ۽ زهد ۽ تقويٰ جو صاحب هو. قاضي قاضن پاڻ وڏو عالم فاضل ۽ اهلِ دل بزرگ هو. قرآن حکيم جو حافظ هو ۽ قرائت ۽ تجويد به ڄاڻندو هو. حديث، فقه، تفسير، اصول، تصوف ۽ ٻين علمن ۾ به چڱو عبور حاصل هوس. انشاء ۾ پنهنجي وقت جو يگانو هو. علم رياضي ۽ ابجد به ڀليءَ پت ڄاڻندو هو. وحدت الوجود جو گهرو مطالعو ڪيو هئائين ۽ سلوڪ جي راهه ۾ ڏاڍيون رياضتون ڪيون هئائين. حرمين شريفين جي زيارت کان به مشرب ٿيو هيو. ڀوهه جوانيءَ ۾ سيد ميران محمد جونپوريءَ جو مريد ٿيو، جيڪو سنڌ جي حاڪم ڄام نظام الدين عرف ڄام نندو جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ آيو.

قاضي قاضن جي ملڪي معاملن ۾ به وابستگي رهي. اهو هيئن جو سنه 927هه (1520ع) ۾ جڏهن شاهه بيگ ارغون سنڌ تي حملو ڪري ٺٽي ۾ قتل عام ڪيو، تڏهن قاضي قاضن جو اهل عيال به ٺٽي ۾ هو. پريشانيءَ جي عالم ۾ قاضي قاضن هڪ خط لکي، شاهه بيگ جي پيش امام حافظ محمد شريف جي معرفت شاهه بيگ ڏانهن موڪليو. جنهن ۾ ماڻهن جي تباهيءَ جو درد انگيز داستان درج ڪيائين. محمد شريف، قاضي قاضن جو پير - ڀائي هو ۽ خود شاهه بيگ به ميران محمد جونپوري جو معتقد هو. قاضي قاضن جو خط پڙهڻ کانپوءِ شاهه بيگ تي ڏاڍو اثر ٿيو ۽ هڪدم پڙهو گهمارايائين، ته ڪوبه ماڻهو ٺٽي جي ماڻهن جي مال ۽ اولاد کي هٿ نه لائي. پنهنجي ٻڌيءَ مان هڪ تير ڪڍي قاضي قاضن کي ڏنائين، ۽ حڪم ڪيائين، ته قاضي قاضن جنهن به ماڻهوءَ ڏانهن اشارو ڪري، اهو ڪيس سپرد ڪيو وڃي. اهڙيءَ طرح اهو خوني طوفان قاضي قاضن جي طفيل اجهاڻو.

ان کانپوءِ شاهه بيگ جو قاضي صاحب سان گهاٽو رستو ٿي ويو؛ ۽ مکاني ڳالهين بابت کانئس صلاح مصلحت وٺڻ لڳو. ٺٽي جي فتح ۽ ڄام فيروز جي پيش پوڻ کان پوءِ، سيوهڻ جي پرسان ٺلٽيءَ وٽ، شاهه بيگ جي

خلاف ڪيترائي محبِ وطن سنڌي پنهنجا پنهنجا لشڪر وٺي اچي ڪٺا ٿيا ۽ عهد ڪيائون، تہ "مئي مارائي سنڌ نہ ڏينداسون" انهن سنڌ جي سورمن ۾ ڄام فيروز جي وزير دريا خان جا پٽ: محمود خان ۽ مٺڻ خان، سوڍا سورهيہ: سارنگ خان ۽ رٺمل ۽ ٻيا سنڌ جا سورما شامل هئا. مشهور بزرگ مخدوم بلال تلٽي وارو انهن جي سرپرستي ۽ اڳواٽي ڪري رهيو هو. شاهہ بيگ، آڻ مڃڻ جي نصيحت لاءِ قاضي قاضن کي ڏانهن موڪليو، پر هنن قاضي صاحب کي پاڻ وٽ اچڻ ئي نہ ڏنو. آخر لڙائي لڳي، جنهن ۾ سنڌ جا ڪيترائي ڪونڌر ڪسجي ويا ۽ سنڌ شاهہ بيگ جي قبضي ۾ اچي وئي.

شاهہ بيگ جڏهن سيوهڻ جي قلعي جي مرمت ٿي ڪرائي، تڏهن بہ قاضي قاضن وٽس موجود هو ۽ انعام اڪرام لڌائين. ان ڪانپوءِ ساڻس گڏ بکر ويو. بکر ۾ ڪيس قاضي مقرر ڪيو ويو. هو ويهہ سال بکر جو قاضي القضاة ٿي رهيو. پڇاڙيءَ ۾ (شايد 947هہ ڌاري) استعفيٰ ڏنائين ۽ قضا جي جاءِ سندس ڀاءُ قاضي نصرالله کي ملي. پڇاڙيءَ جا ڏينهن مدينې منوره ۾ گذاريائين، جتي سنڌ جا بہ مشهور عالم قاضي عبدالله بن قاضي ابراهيم رائوتي ۽ شيخ عبدالله متقي ابن مولانا سعد درپيلوي سندس صحبتي هئا. سنہ 958هہ (1551ع) ۾ وفات ڪيائين. (1)

## مـاخـذ

1. **تاريخ معصومي:** قاضي قاضن بابت هي احوال مير معصوم جي ڪتاب تاريخ معصومي ۾ مليو ٿو، جيڪو سنہ 1009 هہ (1601ع) جي لڳ ڀڳ لکيو ويو. (2) يعني قاضي قاضن جي وفات کان قريباً اڌ صدي پوءِ لکيو ويو.

2. **گلزار ابرار:** قاضي قاضن جو احوال هڪ ٻي ڪتاب "گلزار ابرار" ۾ بہ مليو ٿو، جيڪو هندستان جي هڪ عالم ۽ بزرگ محمد غوثي شطاري مانڊوي جو لکيل آهي. محمد غوثي "مانڊو" جو رهاڪو هو ۽ برهانپور جي سنڌي عالم حڪيم عثمان بن عيسيٰ سنڌي جو شاگرد ۽ معتقد

(1) مير معصوم بکري: تاريخ معصومي، سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1953ع، ص 240.

(2) ايضاً مهاڳ، ص 25.

هو. اهو ئي سبب آهي، جو سنڌس تذڪره "گلزار ابرار" ۾ هندستان جي عالمن سان گڏ سنڌ جي عالمن، فاضلن ۽ بزرگن جو احوال به ملي ٿو. اهو تذڪرو هن 998 هه (1590ع) ۾ تيار ڪيو، ۽ پوءِ سنه 1010 هه (1602ع) تائين ان ۾ سڌارا ۽ واڌارا ڪري، ان کي نئين صورت ڏنائين. ان جو گهڻو حصو 1020 هه (1611ع) ۽ 1022 هه (1613ع) جي وچ ۾ لکيائين. يعني 998هه کان 1022هه تائين ان ۾ سڌارا ۽ واڌارا ڪندو رهيو. (1) يعني هي ڪتاب تاريخ معصومي کان به ٿورو اڳ ۾ لکجڻ شروع ٿيو. هي اصل ڪتاب فارسيءَ ۾ آهي ۽ ان جو فارسي متن اڃا تائين نه ڇپيو آهي. ان جو اردو ترجمو 1908ع ۾ ڇپيو، ۽ ان جو ٻيو ڇاپو 1975ع ۾ ڇپيو.

هندستان ۾ لکيل هي پهريون تذڪرو آهي، جنهن ۾ نائين ۽ ڏهين صدي هجري جي سنڌ جي ٽيهارو کن عالمن، فاضلن، بزرگن ۽ صوفين جو احوال ملي ٿو. هن ڪتاب ۾ قاضي قاضن جو تعارف به ڏنو ويو آهي ته سندس چئن سنڌي بيتن جو ترجمو به ڏنو ويو آهي، جن جو ذڪر بعد ۾ ايندو.

**3. بيان العارفين:** شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جو ملفوظات "بيان العارفين"، سندس مريد محمد رضا بن عبدالواسع عرف مير دريائي بن داروغه گهر وينل ٺٽي جي سنه 1038 هه (1628ع) ۾ مرتب ڪئي. ان جو منظوم سنڌي ترجمو عبدالرحمان بن محمد ملوڪ ڪاٿياڻي 1213 هه (1798ع) ۾ ڪيو. هن ۾ شاهه ڪريم جي سنڌي بيتن سان گڏ قاضي قاضن جا بيت به ملن ٿا. ان ڪانسواءِ قاضي قاضن جي هڪ بيت جي سلسلي ۾ هيءَ حڪايت به بيان ٿيل آهي:

"شاهه ڪريم فرمايو، ته هڪڙي ڏينهن هڪ ملامتي بزرگ، قاضي قاضن جي مسجد جي محراب ۾ اگهاڙو ٿي، محراب جي طرف پير ڪري سمهيو پيو هو. جڏهن قاضي قاضن ڪيس مسجد ۾ انهيءَ حالت ۾ ڏٺو، تڏهن درو ڪڍي جيئن ئي پيرن کان هٽڻ لڳس، تيئن ڇا ڏسي، ته پيرن جي جاءِ تي مٿو رکيو آهي. پيهر پيرن جي جاءِ تي ويو، ته اُتي پڻ مٿو نظر آيس.

(1) محمد غوثي شطاري: گلزار ابرار، اردو ترجمو: فضل جيوري، ٻيو ڇاپو، اسلامڪ بوڪ فائونڊيشن لاهور، سال 1395 هه (1975ع) - پيش لفظ.

اهڙيءَ طرح جڏهن به پيرن ڏانهن ٿي ويو، ته مٿو ٿي نظر آيس. آخر ڏاڍو حيران ۽ پريشان ٿيو. ان ڪانپوءِ ان بزرگ قاضي قاضن ڏانهن نهاري چيو، ته پير جيڏانهن وٺي تيڏانهن ڪر، پر دل پنهنجي خاوند ڏانهن قائم رک. ان ڪانپوءِ درو ڦٽي ڪري، خدا جي طالبن ۾ ٿيو، ۽ هي بيت پڙهيائين:

جوڳيءَ جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، سندي پريان پيچري. (1)

غوثيءَ سندس بابت پنهنجي تذڪره ۾ لکيو آهي:

"آخر رسمي علمن کان سندس دل ڪٽي ٿي ويئي؛ ۽ اندر اجارڻ جي ڳولها ۾ نڪتو. نفس سان جنگ جوٽي، انهيءَ منجهه ڪي معلوم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ شين جون اصل حقيقتون ڪيس چشم سهود ۾ نظر اچڻ لڳيون." (2)

ائين ٿو معلوم ٿئي، ته قاضي قاضن ۾ ذڪر ڪيل واقعي تبديلي آندي، ۽ هو دنيا تان دل ڪٽي، معرفت حاصل ڪرڻ لاءِ رياضتون ۽ مجاهدا ڪرڻ لڳو. غوثيءَ شطاريءَ جو سندس انهيءَ تبديلي ڏانهن اشارو آهي. اهو به چئي سگهجي ٿو، ته سندس سنڌي شعر به ان ڪانپوءِ جو چيل آهي، ڇاڪاڻ جو سندس بيت وحدت الوجود جي فڪر جي ترجماني ڪن ٿا ۽ ظاهري علمن جي مذمت ڪن ٿا.

معلوم ٿئي ٿو، ته مجذوب جي واقعي جڏهن منجهس تبديلي آندي، تڏهن هن ڪنهن بزرگ جي ڳولها ڪئي. انهيءَ ئي بزرگ کيس ابن العربي جي فڪر "وحت الوجود" کان روشناس ڪرايو، ڇاڪاڻ جو ميران محمد جونپوري جي مسلڪ ۾ وحدت الوجود جو اثر نظر نه ٿو اچي. اهو ڏيکاري ٿو، ته سنڌ ۾ وحدت الوجود جا قائل بزرگ قديم زماني کان موجود هئا، پر انهن جو احوال اسان کي نه ٿو ملي. ان جو وڏو ثبوت قاضي قاضن جو شعر آهي. قاضي قاضن عالم، فاضل ۽ قاضي القضاة هو. يعني دنيوي معاملن ۾ مشغول ظاهر بين عالم هو. جيڪڏهن ڪنهن جو مريد ٿيو، ته اهو به ميران محمد جونپوريءَ جو، جيڪو وحدت الوجود جي فڪر جو قائل ڪونه هو.

(1) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي؛ شاهه ڪريم جو ڪلام، ڇاپو ٽيون، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 1995ع ص 126.
(2) گلزار ابرار، ص 27..

ان هوندي بہ سندس شعر ۾ وحدت الوجود جو مضمون ۽ ظاهري علمن جي مذمت وارو مضمون ڪيئن آيو؟ ظاهر آهي، تہ اها پوءِ جي تبديلي آهي، جيڪا ڪنهن ٻي بزرگ سندس طبيعت ۾ آندي.

قاضي قاضن جو هڪ معتقد: شيخ ابراهيم بن عمر سنڌي هو. "گلزار ابرار" مان معلوم ٿئي ٿو، تہ هي بزرگ قاضي قاضن جو صحبتي ۽ معتقد هو. اهو بہ ڏيکاريو ويو آهي، تہ هڪ روايت موجب ميران محمد جونپوريءَ جو معتقد هو. اهو بہ ڄاڻايو ويو آهي، تہ برهانپور ۾ رهندو هو. (1) اها خبر نٿي پوي، تہ هو سنڌ ۾ ڪهڙي شهر ۾ رهندو هو ۽ ڪڏهن لڏي وڃي برهانپور ۾ رهيو. گلزار ابرار کانسواءِ ٻي ڪنهن بہ ڪتاب ۾ هن بزرگ جو احوال ڪونہ ٿو ملي. البت موجوده دور جي ڪتاب "برهانپور ڪي سنڌي اولياء" ۾ هن بزرگ جو احوال آندو ويو آهي، پر ان جو ماخذ بہ "گلزار ابرار" ئي آهي. برهانپور ۾ اچڻ بابت هن ڪتاب ۾ اندازي طور لکيو ويو آهي، تہ هو همايون جي سنڌ ۾ اچڻ وقت جڏهن سنڌ ۾ افراتفري ڦهلي، تڏهن سنڌ ڇڏي برهانپور آيو. اهو بہ ڄاڻايو ويو آهي، تہ ڪن واقعن مان ثابت ٿئي ٿو، تہ هو 974 هہ (1566ع) کان اڳ ۾ مبارڪ شاهہ فاروقي جي زماني ۾ برهانپور اچي چڪو هو. (2)

تاريخي واقعن کي سامهون رکڻ سان معلوم ٿيندو، تہ قاضي قاضن قريباً 927 هہ ۾ بکر جو قاضي ٿيو، ۽ ويهہ سال قاضي ٿي رهيو. يعني اندازاً 947-948هہ تائين قاضي ٿي رهيو. انهيءَ ئي زماني ۾ همايون جي اچڻ ڪري سنڌ ۾ افراتفري پيدا ٿي. ائين ٿو معلوم ٿئي، تہ انهن واقعن ۽ مجذوب جي اشاري قاضي قاضن کي دنيا تان دل ڪٽائي ڇڏي. ان کانپوءِ هو قضا جو عهدو ڇڏي، معرفت الاهي حاصل ڪرڻ لاءِ رياضتون ۽ مجاهدا ڪرڻ لڳو. انهن ئي ڏينهن ۾ شيخ ابراهيم سان سندس صحبتون رهيون ۽ انهن ئي ڏينهن ۾ سنڌي بيت بہ چيائين، جيڪي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مشهور ۽ مقبول ٿي ويا. ايتري قدر جو شاهہ ڪريم تائين بہ سينہ بہ سينہ پهتا. ڪجهہ وقت کانپوءِ ٻنهي بزرگن سنڌ کي الوداع چئي. قاضي قاضن حرمين شريفين ويو ۽ شيخ

(1) ايضاً ص 275 ۽ 236.

(2) سيد محمد مطيع الله راشد برهانپوري: برهانپوري سنڌي اولياء، سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع، ص 199.

ابراهيم هندستان جي شهر برهانپور ۾ اچي رهيو. چاڪاڻ جو اتي اڳ ۾ ئي سنڌي بزرگ قيام پذير ٿي چڪا هئا.

قاضي قاضن جا سنڌي بيت شيخ ابراهيم جي معرفت هندستان ۾ پهتا. اُتي بہ ايترا مشهور ۽ مقبول ٿيا. جو 998 هہ ۾ يا ان ڪانپوءِ محمد غوثيءَ بہ برهانپور ۾ پڌا، ۽ چئن بيتن جو بلڪل صحيح ترجمو پنهنجي ڪتاب ۾ درج ڪيو. اهي بيت بيان العارفين ۾ بہ ملن ٿا. ان مان هند ۽ سنڌ ۾ قاضي قاضن جي بيتن جي مقبوليت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. ائين معلوم ٿئي ٿو، تہ بزرگ، وحدت الوجود جو فڪر سمجهائڻ لاءِ قاضي قاضن جا بيت مثال طور ڏيندا هئا ۽ ائين پيڙهي بہ پيڙهي سينن ۾ محفوظ رهندا آيا.

## هرياڻا وارو نسخو:

هرياڻا صوبي ۾ روهتڪ شهر جي ويجهو راٽيلا نالي هڪ ڳوٺ آهي. ان ڳوٺ جي مٺ (مندر) مان هيري نڪر ڪي قديم ديوناگري لپي ۾ لکيل قاضي قاضن جا بيت مليا آهن، جن تي هي عنوان لکيل هو: ”ڪاجي قادن جي ڪي سنڌي ساکي“ هيري نڪر اهي بيت سنواري سڌاري، انهن جون پڙهڻيون مقرر ڪري 1978ع ۾ پوچا پبليڪيشن ”دهلي“ طرفان ڪتابي صورت ۾ شايع ڪيا. بيان العارفين ۾ جيڪي بيت قاضي قاضن جا ملن ٿا، انهن مان بہ بيت هن نسخي ۾ بہ ملن ٿا.

ائين ٿو معلوم ٿئي، تہ هندو فقيرن سنڌ ۾ اهي بيت ٻڌا، پنهنجي لپي ۾ قلمبند ڪيا. اهو ڏيکاي ٿو، تہ قاضي قاضن جا بيت ڪيتري قدر سنڌ ۽ هند ۾ هندو توڙي مسلمان صوفين ۽ فقيرن وٽ مشهور ۽ مقبول رهيا.

## قاضي قاضن جا بيت:

ائين ٿو معلوم ٿئي، تہ قاضي قاضن جي بيتن جو تعداد گهڻو هو، جن مان ڏاڍا ڪٿا محفوظ رهيا آهن. بيتن جو سڀ کان قديم ماخذ ”گلزار ابرار“ آهي، جنهن ۾ چئن بيتن جو ترجمو مليو ٿو. اهي بيت بيان العارفين ۾ بہ موجود آهن. انهن مان هينيان بہ بيت قاضي قاضن جي نالي لکيا ويا آهن.

### 1- گلزار ابرار ۾ آيل ترجمو:

”ڪنز ۽ قدوري پڙهڻ سان معرفت جي مهڪ جو ذرو بہ منهنجي دماغ ۾ نہ آيو. ان علم ڪان پري ٻي هنڌان مقصد حاصل ٿيو.“

**بيان العارفين ۾ آيل بيت:**

اهو ترجمو هن بيت جو مفهوم معلوم ٿئي ٿو:

ڪنز قدوري ڪافيا، ڪِ ڪين پڙهيوم،
سو پارئي پئو ڪو، جنان پري لڌوم.

2- **گلزار ابرار:** "لا" ڪنهن جي نفي ڪري ٿو؟ جڏهن تہ ماسواءِ حق، ڪنهن بہ هستيءَ کي حقيقي وجود ڪونهي."

**بيان العارفين:**

"لا" لاهيندي ڪن کي، "لا" موراهين ناهہ،
بلا ري پريان، ڪٿ نہ ڏسي ڪي پئو.

"گلزار ابرار" ۾ ٻين اهڙن ٻن بيتن جو ترجمو آيل آهي، جيڪي بيان العارفين ۾ تہ آيل آهن، پر انهن بيتن ۾ ذاتڻ وقت شاهہ ڪريم، قاضي قاضن جو نالو نہ ڪنيو آهي، جنهن ڪري اسان انهن ٻن بيتن کي شاهہ ڪريم جي بيتن ۾ ليکيندا آيا آهيون. هيٺ اهي بہ بيت پيش ڪجن ٿا:

3- **گلزار جو ترجمو:** "اسان جنهن جا مشتاق آهيون، اگر غور سان ڏٺو وڃي، تہ اهو اسان پاڻ آهيون."

**بيان العارفين:** انهيءَ مفهوم وارو بيت هي آهي، جيڪو شاهہ ڪريم ڏانهن منسوب آهي:

اسين سڪون جن کي، سي تان اسين پاڻ،
هاٿي وڃ گمان، صحيح سڄاتو سپرين.

4- **گلزار ابرار جو ترجمو:** "سڀني زبانن ۾ "لا" جي ڪلمہ سان تنهنجي نفي ڪئي ويئي آهي ۽ تون اجا تائين پنهنجي اثبات جي ڪوشش ۾ آهين."

**بيان العارفين:** انهيءَ مفهوم وارو بيت آهي، جيڪو شاهہ ڪريم ڏانهن منسوب آهي:

تو ڪي توڙائين، "لا" سين لاٿائون،
اجا پڻ آئون، واريو وجهين وچ ۾.

جيئن تہ گلزار ابرار قديم ۽ مستند ماخذ آهي، انهيءَ ڪري پويان بہ بيت بہ شاهہ ڪريم جي بدران اسان کي قاضي قاضن جا سمجهڻ گهرجن. هينئر گلزار ابرار ۽ بيان العارفين جي بنياد تي قاضي قاضن جا ڏهہ بيت ٻيهن

ٿا، جن مان چار (4) مٿي آيل آهن؛ باقي ڇهه هي آهن:

5- سڄڻ منجهه هئام، مون اٿي ويا اوٺيا،
هيڏان هوڏان هٺڙا، هيٺئين جاڙ وڏام.

6- لوڪان نحو صرف، مون مطالع سپرين،
سوئي پڙهئو، سوئي پڙهان، سوئي سو صرف.

7- ڪنز قدوري ڪافيا، جي پڙهي پروڙئين سڀ،
تہ ڪر منڌي ماڪوڙي ڪوهہ ۾، پيئي ڪڇي اپ.

8- سيئي سيل ٿئام، پڙهئام جي پاٺان،
اکر اڳيان ايري، واڳون ٿي ورئامِ.

9- سائر ڏيئي لت، اُڇي نيڇي پوڙئي،
هيڪائي هيڪ ٿئو، ويئي سڀ جهت.

10- جوڳيءَ جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تِهان پوءِ ٿيوسِ، سندي پريان پيچري.

## هيري نڪر وارا بيت

انهن مان بيت نمبر 1 ۽ 10 هيري نڪر واري مرتب ڪيل ڪتاب ۾ بہ ملن ٿا، پر انهن جي پڙهڻي هن طرح آهي:

ڪنز قدوري ڪافيا، ڪِ ڪين پڙهئام،
سو ڏيهہ ئي ٻئو ڪو، جان پرين لڏام. (1)

يعني هن بيت ۾ پڙهيوم" بدران "پڙهيام"، "پار" بدران "ڏيهہ" ۽ "لڏوم" جي بدران "لڏام" آيو آهي. ڪتاب ۾ اهڙي مضونن وارا ٻيا بيت بہ آيا آهن. هيري نڪر واري ڪتاب ۾ اهڙي مضمون وارا:

"جوڳي جاڳايوس"، هيري نڪر واري ڪتاب ۾ هن طرح آهي،

ستا هتوس ننڊ ۾، جوڳيءَ جاڳايوس،
مَرُ وڃايائين مون مَنان، تَتُ ويڪايوس. (2)

(1) ڏسو، هن ڪتاب ۾ شامل: قاضي قادن جو ڪلام، بيت 13.

(2) ايضاً، بيت 35.

يعني پهرين سٽ ساڳي آهي، پر ان جو پويون اڌ پهريون ٿي آيو آهي. البت ٻي سٽ بلڪل جدا آهي. بهرحال ائين چئي سگهجي ٿو، تہ هي ٻئي بيت بيان العارفين ۾ راٿيلا (هرياڻا) جي ديوناگري لپي ۾ لکيل قلمي نسخي ۾ ساڳيا آهن. جيڪڏهن هي ٻہ بيت هيري ٺڪر واري ڪتاب مان ڪڍيا، تہ باقي 110 بيت رهندا. ڏهہ بيت اڳ ۾ بيان العارفين ۾ گلزار ابرار جي حوالن سان قاضي قاضن جا ثابت ڪيا ويا آهن. انهيءَ لحاظ سان قاضي قاضن جا ڪل بيت 120 ٿين ٿا.

## "حڪايات الصالحين" جي قلمي نسخي جي حاشيءَ تي لکيل قاضي قاضن جا بيت:

محترم ڊاڪٽر نواز علي شوق وٽ حڪايات الصالحين" جو قلمي نسخو آهي، جيڪو 1168 هہ جو لکيل آهي. يعني شاهہ لطيف جي وفات کان 3 سال پوءِ جو لکيل آهي. ان جي حاشيءَ تي قاضي قاضن ۽ ٻين سنڌي شاعرن جا بيت لکيل آهن. ان ۾ قاضي قاضن جا 80 بيت لکيل آهن. صورتخطي عربي - سنڌي آهي، پر پڙهڻ ۾ ڪجهہ ڏکيري آهي. بهرحال وڏي سوچ ويچار سان ڪجهہ بيت پڙهيا اٿم. انهن مان هڪ بيت هي آهي:

سنهو سوئيريان، جان تن پار جو نہ ڪرين،
سچڻ اکڙين ۾، تو پائيندا ڪيئن.

هيري ٺڪر جي ڪتاب ۾ اهو بيت ٿوريءَ تبديليءَ سان هن طرح آيو آهي:

سوئيڙيان سنهڙو، جنن ڪيوءِ نہ تينوَ،
توڪي اکڙين ۾، پرين پيندو ڪينوَ. (1)

هڪ ٻيو بيت بہ هيري ٺڪر واري ڪتاب ۽ هن قلمي نسخي ۾ ساڳيو آهي. اهو بيت هيري ٺڪر واري ڪتاب ۾ هن طرح آيو آهي:

روز محشر ڏينهڙي، ستر سچ تپن،
سيوئي جر پائنيان، جي مون پرين مڙن. (2)

مذڪور قلمي نسخي جي حاشيءَ ۾ لکيل بيتن ۾ هي بيت هن طرح آيو آهي:

(1) ڏسو، هن ڪتاب ۾ شامل : قاضي قادن جو ڪلام، بيت 51.
(2) ايضاً، ص 52.

روز محشر جتهين، سهسين سج تپن،
سپيئي جُهڙَ پائيان، جي مون پرين مڙن.

لفظ "جر" جي معنيٰ هيري ڻکر حاشيءَ ۾ پاڻي لکي آهي. حقيقت ۾ "جهڙ" لفظ پڙهڻ سان بيت جي معنيٰ صحيح ٻيهي ٿي.

معنيٰ هن طرح ٿيندي:

"قيامت جي ڏينهن جتي سهسين سج تپي، وڏي تابش ڪندا، اُتي جڏهن محبوب (نبي ڪريم ﷺ) مون سان ملي منهنجي واهر ڪندو، تہ اها وڏي تابش بہ "جَهڙ" جهڙي معلوم ٿيندي."

هندو اچار ۾ (ڙ) کي (ر) ۾ بدلايو ويندو آهي. اهوئي سبب آهي، جو هيري ڻکر "جهڙ" کي "جهر" ڪري پڙهيو آهي.

ان ڪانسواءِ هن قلمي نسخي جي حاشيءَ ۾ ڪي بيت اهڙا آهن، جيڪي بيان العارفين ۾ شاهہ ڪريم جي نالي ۾ آيا آهن. انهن بيتن جي پيٽ هيٺ ڏجي ٿي. هي بيت ٻنهي ۾ ساڳي صورت ۾ آهن:

جي لياڪا لوڪ تون، جان جان سي نہ لتاءِ،
تان تان ٿئي نہ ماءِ، پورو پسڻ پري سين.

البت مذڪوره قلمي نسخي ۾ "پري سين" جي بدران "پِرَ جو" آيو آهي. بيان العارفين ۾ هڪ بيت هن طرح آيو آهي:

پاڻيون جا نہ ڪجن، روئي ڌوئي اکڙيون،
جَرَ ڪجر جن اکين ۾، سي ڪِيءَ پريَ پسن.

قلمي نسخي ۾ ٿورو فرق آهي. ان ۾ پهرين سٽ جو پويون اڌ، پهريون اڌ ٿي آيو آهي.

بيان العارفين ۾ هڪ بيت هن طرح آيو آهي:

چرن جيئن چت ڪري، سگ سپيئي چن،
جي پائيين پري مڙان، تہ مت موجي ڳن.

قلمي نسخي ۾ اهو بيت هن طرح آيو آهي:

جي پائين، پرين مڙان، تہ مت مون جي ڳن،
اتي چل چرئن جيان، سگ سپيئي چن.

قلمي نسخي ۾ ڪي بيت اهڙا بہ آهن، جن جهڙا لفظ ۽ فقرا شاهہ ڪريم جي بيتن ۾ بہ ملن ٿا. مثال طور: شاهہ ڪريم جي هن بيت ۾ سنداڻ جي تشبيهہ آهي:

ڏکين ڏات پئو، هنيئڙو لهَ سنداڻ جِنءَ،
سنياري کي سڄڻين، ورچي تان نَہ وئو.

قلمي نسخي جي قاضي قاضن واري بيت ۾ سنداڻ واري تشبيهہ هن طرح آئي آهي:

ٻِوءِ پڌر سيراڻ، لِڪي لڪندين ۽ ڪيترو،
ٻُڌاءِ جھُہ سنداڻ، ڪوڏئون سَهَہ مِيهرا (مُهرا).

دشمن لاءِ "ڏجڻ" لفظ بيان العارفين جي بيت ۾ هن طرح آيو آهي.

چندن چور ڪريندين، رتو مُہُ ڪهاڙ،
سڄڻ ڏجڻ نہ ٿيي، جي رسي سَوٗ وَار،
پروڙئو پراڙ، تہ ڪرهيندي قرب ٿيي.

هن بيت ۾ جيئن تہ "پراڙ" نالو آيل آهي. انهيءَ ڪري موجوده تحقيق موجب اهو بيت شاهہ ڪريم جي بدران، "پراڙ" نالي واري ڪنهن قديم شاعر جو سمجهڻ گهرجي. ڪيئن بہ هجي، پر "ڏجڻ" لفظ ساڳي معنيٰ لاءِ مذڪور قلمي نسخي ۾ هن طرح آيو آهي:

جيڪو مون کي چوءِ، تہ ويهہ وساري سپرين،
اهڙو ڏجڻ ڏيهہ ۾، ٻيو نہ ٻانڀڻ ڪوءِ.

هن بحث مان ثابت ٿيندو، تہ مذڪور قلمي نسخي ۾ ۽ بيان العارفين ۾ ڪجهہ بيت ساڳيا آهن ۽ بيان العارفين وارن ڪن بيتن تي قلمي نسخي وارن بيتن جو لفظي ۽ معنوي اثر نظر اچي ٿو. ان ئيت جي بيان تي هيٺيون حقيقتون ثابت ٿين ٿيون:

1- قلمي نسخي واريون پڙهئيون، بيان العارفين وارين پڙهئين سان وڌيڪ مطابقت رکن ٿيون، ۽ انهن بيتن جي فني ستا ۽ ٻَڌَ بہ پختي آهي. انهن جي بيت ۾ هيري نڪر وارين پڙهئين ۾ اڻ - لڪيون اوٺايون آهن، ۽ انهن جي فني ستا ۾ بہ ڪس - پڪائي آهي. ان جو سبب اهو آهي، جو قلمي نسخي وارا بيت عربي - سنڌي صورتخطي ۾ آهن ۽ هيري نڪر، ديوناگري لپي تان بيت پڙهيا آهن. ضرورت آهي، تہ هيري نڪر وارين پڙهئين تي وڌيڪ غور ڪري، انهن جون صحيح صورتون مقرر ڪيون وڃن.

2- جيئن تہ بيان العارفين ۽ قلمي نسخي جي بيتن ۾ مطابقت آهي، انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو، تہ قلمي نسخي وارا بيت قاضي قاضن جا ئي آهن. ان جو ٻيو ثبوت اهو بہ آهي، تہ قاضي قاضن جا بہ بيت قلمي نسخي ۽ هيري ٺڪر جي ڪتاب ۾ ساڳيا آهن.

3- متي قلمي نسخي جا ڪجهہ بيت اهڙا آهن، جيڪي قلمي نسخي ۾ قاضي قاضن جا ۽ بيان العارفين ۾ شاهہ ڪريم جا ڪري ڄاڻايا ويا آهن. اهي قاضي قاضن جا ئي سمجهڻ گهرجن.

4- قلمي نسخي جي بيتن مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو، تہ شاهہ ڪريم جي بيتن تي قاضي قاضن جي بيتن جو اثر نمايان آهي.

قلمي نسخي جي 80 بيتن مان ٻہ بيت هيري ٺڪر جي ڪتاب ۽ قلمي نسخي ۾ ساڳيا آهن. اهي جيڪڏهن ڪٽبا، تہ باقي 78 بيت بچندا. 200 بيتن ۾ هي 78 بيت شامل ڪبا، تہ قاضي قاضن جا ڪل 278 بيت ٿيندا. ٿي سگهي ٿو، تہ اڳتي هلي ڪٿان ڪي ٻيا بيت بہ قاضي قاضن جا لڀي پون.

6- ان مان ظاهر ٿئي ٿو، تہ قاضي قاضن سنڌي زبان جو باڪمال شاعر هو ۽ سندس بيتن جو جهجهو تعداد هو، جيڪو حالتن جي لاهن چاڙهن سبب هيٺ مٿي ٿي ويو هو ۽ هينئر ملندو رهي ٿو.

7- قاضي قاضن جي بيتن جي پوين شاعرن جهڙوڪ: شاهہ ڪريم، ميون لطف الله قادري، شاهہ عنايت رضوي ۽ شاهہ لطيف جي بيتن سان ڀيٽ ڪجي ٿي، تہ انهن شاعرن جي بيتن تي قاضي قاضن جي بيتن جو اثر نظر اچي ٿو.

## قاضي قاضن ۽ شاهہ لطيف

روايت آهي، تہ شاهہ لطيف ٻہ ڪتاب پاڻ سان ڪٽندو هو: "مثنوي مولانا روم" ۽ "بيان العارفين". شاهہ لطيف جو شعر غور سان پڙهجي ٿو تہ معلوم ٿئي ٿو، تہ شاهہ صاحب ٻنهي ڪتابن جو فڪري ۽ فني اثر قبول ڪيو آهي. شاهہ ڪريم جي شعر ۽ اقوال جو جيڪو اثر آهي، ان تي جدا لکيو اٿم. باقي قاضي قاضن جي شعر جو جيڪو اثر نظر اچي ٿو، ان جي هيٺ اپٽار ڪجي ٿي:

**(الف) بيان العارفين وارا بيت:**

(1) متين بيتن مان هينيون بيت شاهہ جي بيتن ۾ گڏجي ويو آهي، ۽ ڪن رسالن جي سر آسا ۾ شاهہ جو بيت ڪري ڏنو ويو آهي: (1)

(1) (i) شاهہ جو رسالو: مرتب ڊاڪٽر ارنسٽ ٽرمپ، نئون ڇاپو، ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، 1985ع، ص 729. (ii) شاهہ جو رسالو: مرتب تارا چند شوقيرام، بمبئي علائقي جو ←

اسين سڪون جن ڪي، سي تان اسين پاڻ،
هاٿي وڃ گمان، صحيح سڃاتو سپرين.

ان جي هيٺان انهيءَ نوعيت جو ٻيو بيت آهي. اهو هي آهي:

اسين سڪون جن ڪي، اسين ٻڻ سيئي،
لَمر يَلد وَلَمر يُولَد، ونءُ اوڏانهين پيهي،
تـهـا منـجـهيئي، پارک پرکج حق کي. (1)

ائين ٿو ڀائنجي، تہ شاھہ صاحب قاضي قاضن جو بيت پيش ڪري، ان جي جواب ۾ هي بيت چيو آهي. ڇاڪاڻ جو ٻنهي جو مطلب ڪجهہ مختلف آهي. قاضي قاضن، ابن عربي جي فڪر موجب وحدت الوجود جو نظريو بيان ڪيو آهي. ابن عربي چيو آهي: وجود مطلق هڪ آهي. فقط اهو ئي موجود آهي. هر ٻي شيءِ فقط ان جو مظهر آهي. انهيءَ ڪري عالم ۽ الله هڪ ٻي جو عين آهن. هو عالم ۽ الله کي، ذات ۽ صفات جي عينيت جي بنا تي تصور ڪري ٿو. هن جو چوڻ آهي، تہ ڪائنات ۾ ان ذات مطلق جي هستيءَ کانسواءِ ٻي ڪنهن شيءِ کي حقيقي وجود آهي ئي ڪونہ. يعني عالم، ان جي صفات جي محض تجلي آهي. عالم جي حيثيت نالي ماتر آهي. اهو غير حقيقي، وهمي ۽ اهڙو وجود آهي، جيڪو خارج ۾ معدوم آهي. سڀ ۾ اهائي ذات ڪارفرما آهي. ڪثرت ۾ وحدت ئي وحدت آهي، غير آهي ئي ڪونہ. (2)

انهيءَ فڪر مطابق قاضي قاضن چوي ٿو، تہ جنهن جي ملڻ جا اسين مشتاق آهيون، اهو حقيقت ۾ مون ۾ ئي موجود آهي، ۽ منهنجو وجود فاني ۽ غير حقيقي آهي. انهيءَ ڪري فقط اهو ئي آهي، آءٌ آهيان ئي ڪونہ: شاھہ لطيف چيو آهي:

← سرڪاري تعليم کاتو. ڇاپو ڀهريون. سال 1900. ص 563. (iii) شاھہ جو رسالو (سن 1269 ھہ کان 1270 ھہ ۾ لکيل ٽن آڳاٽن قلمي نسخن کي ڀيٽي تيار ڪيل)، تحقيق: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڀٽ شاھہ ثقافتي مرڪز، 1954ع، ص 525. (iv) شاھہ جو رسالو (سر سسئي سان شروع ٿيندڙ ڀهرين دور (1165- 1207 ھہ) جي ڏهن قلمي نسخن سان ڀيٽي تيار ڪيل) تحقيق: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڀٽ شاھہ ثقافتي مرڪز، 1977ع، ص 451.(v) شاھہ جو رسالو: غلام محمد شاهواڻي، 1961ع، ص 1020. (vi) شاھہ جو رسالو. مرتب: مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڪراچي، 1951ع، ص 649.

(1) ٻوئين سٽ بمبئي واري ڇاپي، ٽن آڳاٽن قلمي نسخن واري ڇاپي، سسئي جي سر کان شروع ٿيندڙ ڀهرين دور جي ڏهن قلمي نسخن واري ڇاپي ۽ مولانا قاسمي واري رسالي ۾ ڪونهي. باقي ٽرمپ واري رسالي ۽ شاهواڻيءَ واري رسالي ۾ ملي ٿي.

(2) S.A.Q. Husaini: The Pantheistic Monoism of Ibn Al Arabi, Lahore, 1970, p177 to 183.

پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ،
تہ نڪو ڏنگر ڏيهہ ۾، نڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهو ٿيس پاڻ، سسئي تان سور ھئا.

(سسئي آبري، 5)



پنهو ٿيس پاٿهين، وئو سسئي جو سينگار،
مَن عَرَفَ نَفسَه، فَقَد عَرَفَ رَبه، اهوئي آچار،
جو وندر ۾ واپار، سو سودو سرئس هتهين.

(سسئي آبري، 5)



پنهو ٿيس پاٿهين، ويئي سسئيءَ جي سونه،
خَلَقَ آدَمَ عَليٰ صورته، اي وٺن منجهہ ورونهہ،
چريءَ منجها چونه، ڪٿي هوت هنج ڪئو.

(سسئي آبري، 5)

مٿين بيتن مان هڪ ۾ شاهہ صاحب عربي زبان جو قول "من عرف نفسه فقد عرف ربه" (جنهن پاڻ سڃاتو، تنهن ڄڻ پنهنجي رب کي سڃاتو) دليل طور آندو آهي. پوئين بيت ۾ حديث شريف "خلق آدم عليٰ صورته" مثال طور آندي اٿس، جنهن جو مطلب آهي، تہ 'الله تعاليٰ، آدم کي (يعني انسان کي) پنهنجي صورت موافق خلقيو آهي'.

اهو ساڳيو خيال سچل سرمست هن طرح بيان ڪيو آهي:

پنهون پنهون ٿي ڪريان، آءُ پڻ پنهون پاڻ،
اديون ٿيس آڄاڻ، جو ڪين پروڙيم پاڻ کي.

البت قاضي قاضن جي مذڪور بيت جي جواب ۾ شاهہ صاحب جيڪو بيت چيو آهي، اهو هڪ ٻي صوفيانہ نڪتي جي اپٽار ڪري ٿو. شاهہ صاحب چوي ٿو، تہ اسان جنهن ذات جا مشتاق آهيون، اها اسان ۾ ئي آهي، ۽ اسان جي ساهہ جي رڳ کان ويجهي آهي. پر حقيقت اها آهي تہ اها هستي بي مثل آهي، لا شريڪ آهي، نہ ڪنهن مان هو ڄائو آهي، ۽ نہ ڪنهن کي ڄڻيو

اٿس، اهوئي سڀ شيءِ تي قادر آهي، ۽ اهوئي سموري طاقت جو سرچشمو آهي. اها حقيقت ابن عربي پنهنجي ڪتاب "فتوحات المڪيہ" ۾ هن طرح بيان ڪئي آهي:

> "الله تبارڪ و تعاليٰ واحد معبود آهي. الوهيت ۾ ان جو ڪوبہ ثاني نہ آهي. هو زال ۽ اولاد کان پاڪ آهي. هو سواءِ ڪنهن شرڪت جي مالڪ آهي. ان جي ئي بادشاهي آهي. ۽ ان جو ڪوبہ وزير ڪونهي. هو صانع آهي، ۽ ان سان ڪوبہ مدبر شامل ڪونهي. هو پنهنجو پاڻ موجود آهي ۽ ان جو وجود، موجود جي احتياج کانسواءِ آهي. ان کي دل سان ۽ اکين سان ڏسي سگهجي ٿو." (1)

2- قاضي قاضن جي مٿي ڏنل ڏهن بيتن مان ٻہ بيت نفي ۽ اثبات جي مسئلي متعلق آهن، جن ۾ "لا" جو لفظ آندل آهي. ابن عربي، "فتوحات المڪيہ" ۾ "لا" جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ان مان خلقت جي فنائيت جو مطلب ورتو اٿس. (2) حضرت جنيد بغدادي، فنا جا ٽي قسم ۽ درجا بيان ڪيا آهن: پهريون قسم هي آهي تہ طالب پنهنجي صفات، اخلاق ۽ مزاج جي قيد کان آزاد ٿي وڃي. فنا جو ٻيون قسم هي آهي: طالب پنهنجي نفس جي لذت کان بلڪ دستبردار ٿي وڃي. فنا جو ٽيون قسم هي آهي، تہ طالب تي رباني تجليات جو ايڏو غلبو ٿي وڃي جو سندس موجود وجود جي حقيقت سندس اکين کان اوجهل ٿي وڃي. (3) قاضي قاضن اهو خيال هن طرح بيان ڪيو آهي:

تو کي توڙائين، "لا" سين لاٿائون،
اجا پڻ آئون، واريو وجهين وچ ۾.



"لا" لاهيندي ڪن ڪي، "لا" موراهين ناهہ،
بلا ري پريان، ڪٿ نہ ڏسي ڪو ٻيو.

پهرين بيت جو مطلب آهي، تہ تو کي "لا" مان پيدا ڪيو ويو آهي. يعني الله تعاليٰ سڄي ڪائنات کي عدم مان وجود ۾ آندو. هيءَ ڪائنات

---

(1) شيخ اڪبر محي الدين ابن عربي: فتوحات المڪيہ، اردو ترجمہ: صائمہ چشتي، فيصل آباد، 1986ع، ص 115.

(2) ايضاً. ص 299.

(3) ڊاڪٽر علي حسن عبدالقادر: جنيد بغدادي، اردو ترجمو: محمد ڪاظم، مڪتبہ جديد لاهور، 1967ع، ص 184 کان 187.

جيئن تہ 'ڪين' مان وجود ۾ آئي آهي. انهيءَ ڪري هن کي حقيقي وجود آهي ئي ڪونہ. اها حقيقت بيان ڪرڻ ڪانپوءِ چوي ٿو. تہ ان هوندي جو تنهنجي ڪابہ حقيقت ڪانهي، تڏهن 'مان، مان' ڪري، پنهنجي وجود جو بہ اقرار پيو ڪرين؟

قاضي قاضن جي ٻي بيت ۾ حضرت جنيد بغدادي جي بيان ڪيل فنا جي ٽين قسم جو فڪر بيان ڪيو ويو آهي. بيت جو مطلب هي آهي تہ طالب تي جڏهن رباني تجليات جو غلبو ٿي وڃي ٿو، تڏهن ڪيس پنهنجو پاڻ بہ وسري وڃي ٿو ۽ ڪيس هر هنڌ انهيءَ ذات مطلق جو جلوو ئي ڪارفرما نظر اچي ٿو. شاهہ ڪريم، قاضي قاضن جي هن بيت جي جواب ۾ هي بيت چيو:

"لا" ۾ لوڏي ڪڍ، "الا" ۾ لاهہ لڪ سين،
جو مظهر سندو ماڙوئين، تي ڪي ڪرينْ وڍ.

يعني: "لا" کي لوڏي نہ ڪڍ، ۽ نہ وري "الا" کي ئي لحظي جيترو دِل تان لاهِہ. اهو جيڪو ماڻهن جو مظهر آهي، ان کي ڪيئن ٿو وڍين؟ ان جو مطلب آهي، تہ غير جي نفي ضرور ڪر. ان ڪانپوءِ اثبات جي واديءَ ۾ پير پاءِ، جنهن جو مطلب آهي: فقط هڪ ذات مطلق جي وجود جو اقرار ڪرڻ.

شاهہ لطيف اهو نفي ۽ اثبات جو مسئلو ڪيترن ئي بيتن ۾ بيان ڪيو آهي. شاهہ صاحب ان سلسلي ۾ ڪلمي جو مقصد سامهون رکيو آهي. ڪلمي جا ٽي جز آهن: لااله (ناهي ڪو الاه)، الآ الله (سواءِ الله جي)، محمد رسول الله (محمد ﷺ الله جو رسول آهي.) صوفي بزرگ پهرين جز کي نفي ۽ ٻي کي اثبات چوندا آهن. نفيءَ جو مطلب آهي: غير الله جي نفي، ۽ اثبان جو مقصد، فقط هڪ ذات مطلق جي وجود جو اقرار ڪرڻ. شاهہ صاحب جي رسالي جي سڀ ڪلياڻ ۾ انهيءَ سلسلي جا ڪيترائي بيت ملن ٿا. نموني طور هڪ بيت هت ڏجي ٿو:

وحده جي وڍئا، اِلاالله اڏ ڪئا،
محمد رسول الله چئي، مسلمان ٿئا،
عاشق عبداللطيف چي، انهيءَ پہ پئا،
تيلاہ ڏٺي ڏٺا، جيلاہ وٺا وحدت گڏجي.
(ڪلياڻ، 1)

قاضي قاضن هن سٽ ۾ ذهن نشين ڪرايو آهي، تہ حقيقت اها آهي تہ تنهنجي ڪا حقيقت ڪانهي. ان هوندي، بہ تون پنهنجو پاڻ کي پيو پڏائين:

"اجا پڻ آئون، واريو وجهين وچ ۾."

شاهہ صاحب چيو آهي، تہ پاڻپڻو ڇڏ ۽ هستيءَ کي فنا ڪر، تہ توکي واحد جو وصال ٿئي. شاهہ صاحب قاضي قاضن وانگر ان مقصد لاءِ "آئون" ۽ "مون" لفظ ڪتب آندا آهن:

ٻن ٻيائي سپرين، پاڻا "مون" کي پل،
"آئون" اوريان جهل، توکي رسي تو ڏٺي.

(آسا، 1)

شاهہ صاحب جي رسالي جي سر آسا ۾ انهيءَ نوعيت جا ٻيا بيت بہ ملن ٿا. هڪ بيت ۾ شاهہ صاحب چوي ٿو تہ اهو بہ شرڪ آهي، جو چئجي، تہ "مان بہ آهيان". فرمائي ٿو:

عين شرڪ اِيُ، جنءَ ٻي شرڪ ڀايين پاڻ کي،
وڃائي وجود کي، پاڻ پاسي ٿيءُ،
هڏهہ ڪونهي هيءُ، هو پڻ ڪونهي هن کي.

(آسا، 1)

هن بيت ۾ شاهہ صاحب چيو آهي، تہ واحد جي وصال لاءِ "پاڻ" پڙدو آهي:

پاڻ پڙدو پاڻ کي، سٽي ڪر سنيال،
وڇان جو وصال، سو تان هئڻ هن جو.

(آسا، 4)

قاضي قاضن هن سٽ ۾ ٻڌايو آهي، تہ ڪثرت ۾ وحدت ڪارفرما آهي:

"ٻلاريَ پريان، ڪٿ نہ ڏسي ڪو ٻئو."

شاهہ صاحب اهو خيال هن ظاهر ڪيو آهي:

ايڪ قصر در لک، ڪوڙين ڪٽس ڳڙکيون،
جيڏاهہ ڪريان پرک، تيڏاهہ صاحب سامهون.

(ڪليان، 1)

3- قاضي قاضن جي هيٺئين بيت ۾ بہ وجودي فڪر جو اظهار ٿيل آهي. هو مثال ڏئي ٿو، تہ جڏهن درياءُ ٻوڏ ڪري، ڪڏون ڪوپا، دڙا ۽ ڍڪيون ٻوڙي ڇڏيندو آهي، تڏهن جيڏانهن تيڏانهن هِڪَ - ڪَرَو نظر ايندو آهي. ان مان سندس مطلب هي آهي، تہ جڏهن طالب غير الله جي نفي ڪري، پاڻ وساري، پنهنجو پاڻ کي وحدت جي درياءَ ۾ گم ڪري ٿو، تہ ڪيس هر هنڌ فقط انهيءَ هڪ ذات جو جلوو ڪارفرما نظر اچي ٿو:

سائر ڏيئي لت، اُچي نيچي ٻوڙئي،
هيڪائي هيڪ ٿئو، ويئي سڀ جهت.

شاهہ صاحب معرفت جي منزل ماڻيندڙن جو ذڪر ڪندي، انهن لاءِ ساڳيو قاضي قاضن وارو فقرو "هيڪائي هيڪ ٿئا" بہ ڪم آندو آهي:

اَوتڙِ ڪه نہ اولئا، سنڌ وئا سالمر،
هيڪائي هيڪ ٿئا، احد سين عالمر،
بي بها بالمر، آڳي ڪئا اڳهين.

(ڪلياڻ، 1)

وحدت ۽ ڪثرت بابت شاهہ صاحب جي رسالي ۾ ڪيترائي بيت ملن ٿا، جن ۾ ٻڌايو اٿس، تہ وحدت مان ڪثرت وجود ورتو آهي، ۽ ڪثرت ۾ انهيءَ وحدت جو جلوو ئي جاري ۽ ساري آهي. نموني طور هڪ بيت هت ڏجي ٿو:

وحدتا ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل،
حق حقيقي هيڪڙو، ٻولي ٻي مَ ڀل،
هو هلاچو هَلَّ، بالله سندو سچڻين.

(ڪلياڻ، 1)

4- قاضي قاضن جا چار بيت ظاهري علم جي مذمت ۾ آهن، جهڙوڪ: "ڪنز قدوري ڪافيا، ڪِ ڪين پڙهئو مر"، "ڪنز قدوري ڪافيا، جي پڙهي پروڙئين سڀ"، "سي ئي سيل ٿئام، پڙهيام جي پاٺان" ۽ "لوڪان نحو صرف، مون مطالع سپرين" قاضي قاضن انهن بيتن ۾ چيو آهي، تہ ظاهري

(1) ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ (مرتب): شاهہ جو رسالو؛ ٻيو ڇاپو، ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ڪراچي 1985ع، ص 46 کان 48.

علمن جي ذريعي معرفت جي منزل حاصل ٿي نہ ٿي سگهي، پر پاڻ سلوڪ جي راهہ ۾ رڪاوٽ آهن.

شاهہ صاحب بہ ڪيترن ئي بيتن ۾ اهڙو خيال ظاهر ڪيو آهي. شاهہ صاحب ذات واحد لاءِ "الف" علامت طور آندو آهي. ابن عربي بہ چيو آهي، تہ "الف" مان توحيد ڏانهن اشارو آهي. شاهہ صاحب چيو آهي:

اکر پڙهہ الف جو، ورق سڀ وسار،
اندر تون اجار، پنان پڙهندين ڪيترا.

(يمن ڪلياڻ، 5)

شاهہ صاحب جي رسالي جي ڪن قلمي نسخن ۽ ڇاپي رسالن ۾ قاضي قاضن جا مذڪور بيت سر يمن ڪلياڻ، داستان پنجين ۾ شامل آهن. ڊاڪٽر ٽرمپ واري رسالي ۾ اهي بيت هن طرح آهن: (1)

ڪنز قدوري ڪافيا، جي پڙهين پروڙين سڀ،
ڇڻ منڊي ماڪوڙي کوهہ ۾، پيئي ڪَتي آپ،

(جمن ڪلياڻ، فصل - 5، بيت - 41)

جي مون پڙهيا پاڻ لئي، سي مون سيلهہ ٿئام،
واڳو ٿي وڙهيام، اکر اهيئي اڳيان.

(جمن ڪلياڻ، فصل - 5، بيت - 28)

لوڪين نحو صرف، مون مَنِ مطالع سپرين.
سوئي سو حرف، پڙهئو ٿو پڙهان.

(جمن ڪلياڻ، فصل - 5، بيت - 33)

ڪنز قدوري ڪافيا، هڏهين ڪونہ پڙهئوم،
اهو پاڙو ئي پئو، جئان پرين لڌوم.

(جمن ڪلياڻ، فصل - 5، بيت - 40)

---

(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (مرتب: شاهہ جو رسالو (سنہ 1269هہ ۽ 1270هہ ۾ لکيل ٽن آڳاٽن قلمي نسخن کي پيڙهي تيار ڪيل)، پٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، حيدرآباد، 1974ع، ص 35 کان 37.

(2) تارا چند شوقيرام (مرتب): شاهہ جو رسالو، سرڪاري ڇاپو، ڪراچي، 1900ع 37 کان 39.

(3) مولانا علامہ مصطفيٰ قاسمي (مرتب) شاهہ جو رسالو، پاڳو پهريون، ڪراچي 1951ع، ص 42 کان 44.

اهي ساڳيا بيت ٻين رسالن ۾ به ملن ٿا، جهڙوڪ: ٽن آڳاٽن قلمي نسخن ۾ جيڪي سنه 1269 ھ ۽ 1270 ھ ۾ لکيا ويا. (1) تارا چند شوقيرام جي سرڪاري ڇاپي ۾، جيڪو 1900ع ۾ ڇپيو (2)، ۽ محترم مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جي مرتب ڪيل رسالي ۾. پر مولانا قاسمي صاحب حاشيءَ ۾ ڏيکاريو آهي، ته اهي ڏاريا بيت آهن. (3) اهي بيت ڊاڪٽر گربخشاڻي پنهنجي مرتب ڪيل شاهه جي رسالي مان خارج ڪري ڇڏيا آهن. مذڪور ڇئني رسالن ۾ پڙهڻيءَ جو ٿورو فرق آهي.

اهو هيٺ (چارٽ ۾) واضح ڪجي ٿو:

| بيان العارفين جي پڙهڻي | ٽرمپ جو رسالو | 1269ھ ۽ 1270ھ ۾ لکيل آڳاٽا نسخا | سرڪاري ڇاپو | مولانا قاسمي جو مرتب ڪيل |
|---|---|---|---|---|
| (1) ڪَرَ | (1) جڻ | (1) ڪَرَ يا جڻ- ٻئي ڪونهن | (1) ته | (1) ته |
| (2) ڪيجي | (2) ڪٿي | (2) ڪَجي | (2) ڪَجي | (2) ڪَجي |
| (3) سيني سيل ٽنام، پڙهيام جي پاڙان | (3) جي مون پڙهيا پاڻ لاءِ، سي مون سيلهه ٽنام. | (3) ۽ | (3) ۽ | (3) ۽ |
| (4) اکر اڳيان ايري، واڳو ٿي ورنامِ. | (4) واڳون ٿي وڙهيام، | (4) ٽرمپ واري ساڳي پڙهڻي - البت "پڙهيام" بدران "وڙهيام" | (4) ٽن آڳاٽن نسخن واري ساڳي پڙهڻي | (4) سرڪاري ڇاپي واري ساڳي پڙهڻي |
| (5) لوڪان | (5) لوڪين | (5) لوڪين | (5) لوڪان | (5) لوڪان |
| (6) مون | (6) مون مَنِ | (6) مون | (6) مون | (6) مون |
| (7) سوني پڙهنو، سوني سو حرف | (7) سوني سو حرف، پڙهنو ٿو پڙهان | (7) پڙهنو سو پڙهان، سوني سو حرف | (7) پڙهنو سو پڙهان، سوني سو حرف | (7) سرڪاري ڇاپي واري ساڳي پڙهڻي |
| (8) ڪِ | (8) هڏهين | (8) ڪي | (8) ڪي | (8) ڪي |
| (9) ڪَين | (9) ڪونه | (9) ڪونه | (9) ڪونه | (9) ڪونه |
| (10) سو | (10) اهو | (10) او | (10) او | (10) او |
| (11) پارني | (11) پاڙو ني | (11) پاڙو ني | (11) پاڙو ني | (11) پاڙوني |
| (12) ٻنو ڪم | (12) ٻنو | (12) ٻنو | (12) ٻيو | (12) ٻيو |
| (13) لڏوم | (13) لڏوم | (13) ڏنوم | (13) لڏوم | (13) لڏوم |

شاهه جي رسالي جي سر يمن جي ساڳي داستان ۾ قاضي قاضن جي مذڪوره بيتن سان گڏ شاهه صاحب جا پنهنجا بيت به انهيءَ مضمون ۽ انهيءَ سٽاء وارا ملن ٿا. هيٺيون بيت "ڪنز قدوري ڪافيا" جي سٽاءَ وارو آهي. چئي نٿو سگهجي، ته اهو به قاضي قاضن جو آهي، يا شاهه صاحب قاضي قاضن جي مذڪور بيت جي پيران چيو آهي:

ڪنز قدوري ڇڏ، سٽون پڙهه ساڄاهه جيون،
وَنءُ تَني جي سڌ، جن آهَه نه آهه جي.

"پڙهڻ" جي سلسلي جا ٻيا بيت هن طرح آهن:

1- پڙهئو ٿا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاٽا ڏوهه چڙهن، جنءِ ورق وارين وترا.

2- جنءَ جنءَ ورق واريين، تنءَ تنءَ ڏنو ڏوهَه،
رهٽيءَ رهيو نه سپرين، تهه کهٽي ڪبو ڪوهه.

3- ڪُهَه ٿو ڪاغذ ڪوريين، وينو وڃائيس مس،
ڏوري تِٺان ڏِسَ، اڪر جٺان آئيو.

4- اڪر پڙهي اياڳيا، قاضي ٺئين ڪٺاءِ،
پيريين ۽ پائيين، ايڏان اي نه آهه،
ان سرڪيءَ ساءِ، پڇج عزرائيل ڪان.

5- سا سٽ نه سارين، الف جهِ جي اڳ ۾،
ناحق نهارين، پنا ٻٺا پري لئي.

6- سٽ سائي سار، الف جهِ جي اڳ ۾،
ميم سان معلوم ٿئو، ورق اهو ئي وار،
ناحق ڪيم نهار، پنا ٻٺا پريءَ لئي.

7- اڪر چِٽي هيڪڙي، ٻهون جي نه ٻجهن،
ڪونه ڪبو ڪي تن، سڄي سٽائي ڳالڙي.

8- جهڙا چاليها نه چاليه، تهڙو پَسڻ پرين جو،
کهڙي ڪاتب ڪريين، مٿي پنن پيهه،
جي ورق وارين ويهه، تان اڪر اهوئي هيڪڙو.

انهن ڪانسواءِ اڳ ۾ آيل بيت "اکر پڙهه الف جو، ورق سڀ وسار" ۽ ٻيا انهيءَ نوعيت جا بيت به هن سر جي داستان پنجين ۾ آيل آهن. مٿي ڄڻل بيت شاهه جي رسالي جي مذڪوره نسخن ۾ ملن ٿا. البت ڊاڪٽر گربخشاڻي جي مرتب ڪيل رسالي ۾ هي بيت آيل ڪونهن. ٻيا سمورا بيت آيل آهن. پڙهڻيءَ ۾ ٿورو فرق آهي.

مطلب ته لفظ ۽ فقرا قاضي قاضن وارا نه آهن پر مقصد ساڳيو آهي.

قاضي قاضن هڪ بيت ۾ "جوڳي" لفظ ڪتب آندو آهي، ۽ ان مان مطلب روحاني رهبر ورتو اٿس. ڏيکاريو اٿس، ته آءُ غفلت جي ننڊ ۾ هوس، جوڳيءَ جاڳائي سجاڳ ڪيو. ان ڪانپوءِ ٿي معرفت الاهي جي راهه تي گامزن ٿيس:

جوڳيءَ جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، سندي پريان پيچري.

لفظ "جوڳ" يا "يوگ"، "يوج" مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: جوڙ، ميلاپ، ملائڻ، گڏڻ، روح جو ذات مطلق ۾ وصال. (1) قديم زماني ۾ جيڪو روحاني طريقو، سنڌ، هند ۽ پنجاب ۾ رائج هو، ان کي "يوگ" يا "جوڳ" چيو ويندو هو. يوگ، نه فقط هندو فقيرن ۾ هو، پر ٻڌ ڌرم جا ڀڪشو به ان طريقي سان حق جي ڳولها ڪندا هئا. نه فقط ايترو، پر ويدڪ زماني کان به اڳ ۾ "يوگ" موجود هو. هي هڪ طريقو هو، جنهن تي هَلي، حق جو ڳولهائو، سلوڪ جي راهه طئي ڪري، واحد جو وصال ماڻي ٿو. (2) ان کي "يوڳي" يا "جوڳي" چيو ويندو آهي. سنڌ ۾ اهي هندو فقير موجود هوندا هئا، ۽ هندستان ۽ پنجاب کان به هنگلاج ۽ ٻين ياترائن لاءِ سنڌ ۾ ايندا رهندا هئا. انهيءَ ڪري سنڌ ۾ لفظ "جوڳي" مذڪور معنيٰ ۾ مروج هو.

ائين ٿو معلوم ٿئي، ته قاضي قاضن نه فقط انهن مان ڀليءَ ڀت واقف هو، پر انهن جي صحبت ۾ به رهيو هو. ورنه هڪ عالم جي حيثيت ۾ لفظ "جوڳي" مرشد يا روحاني رهبر جي حيثيت ۾ قطعاً ڪتب نه آڻي ها. هرياڻا جي مندر مان "قاضي قاضن" جي ڪلام جو ديوناگري لپي ۾ لکيل قلمي نسخي جو ملڻ ڏيکاري ٿو ته قاضي قاضن جو ڪلام هندو فقيرن وٽ پڻ مقبول هو.

(1) John T. platts: A Dictionary of urdu, classical Hindi & English, new print, Lahore, 1983, p.1253.
(2) (i) Berry T. Religions of the World: Hinduism, Yoga, Budhism, Londn, 1971, P.77 (ii) A.L Basham; The Wonder that was India, London, 1985, P. 35 (iii) Dr. Dure Shahwar Sayed: The Poetry of Shah Abdul Latif, P. 12, 1988

حضرت شاهہ صاحب بہ هندو فقيرن سان اٿيو ويٺو هو، انهن سان گڏ سير و سفر ڪيو هئائين، ۽ انهن جي طريقن، رهت ۽ ٻين ڳالهين مان پوريءَ طرح باخبر هو. شاهہ صاحب جي رسالي ۾ سرڪاهوڙي ۽ سر رامڪلي جوڳي فقيرن بابت آهن. سر رامڪلي جي داستان ٻهرين جا سمورا بيت، ”وراڻ“ وارا آهن، جن مان هر بيت جي پوئين سٽ جو آخري فقرو ”آئون نہ جيئندي ان ري“ جي وراڻ سان آيل آهي. هن بيت ۾ جوڳيءَ لاءِ ”جاڳاياس“ لفظِ آندو اٿس، جيئن قاضي قاضن ”جاڳايوس“ آندو آهي:

سُتي سِيج هُياس، مُنکي آهہ اٿاريو،
جنين جاڳاياس، آئون نہ جيئندي ان ري.

هن بيت ۾ لفظ ”جوڳي“ ڪونهي، پر هن سلسلي جي گهڻن ئي بيتن ۾ ”جوڳي“ لفظ آيل آهي. هيٺين بيت ۾ جوڳيءَ جون خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪندي چيو اٿس، تہ جوڳي پاٽپٽو ختم ڪندڙ آهن، ۽ اڻ - تارن کي پار پهچائيندڙ آهن. يعني سلوڪ جي راهہ جي پانڌيئڙي جي رهبري ۽ رهنمائي ڪري منزل مقصود تائين پهچائيندڙ آهن:

ميڙئو ياڻ يريون ڪئو، جاڳي جلائين،
سامي سگِڙين سين، خودي کي کائين،
هوجي تارَ تِڳائين، آئون نہ جيئندي ان ري.

شاهہ صاحب هيٺين بيتن ۾ ”جوڳ“ جي اها ئي معنيٰ ٻڌائي آهي، جيڪا مٿي بيان ڪئي ويئي. يعني دنيا ترڪ ڪرڻ ۽ واحد سان وصال:

جسي سندي جوڳ ريَ، مون نہ گهرجي ماهہ،
سامي منهنجو ساهہ، آئون نہ جيئندي ان ري.



جزو وڃايو جوڳين، ڪل سين آهين ڪم،
آسڻ جن عَدَم، آئون بہ جيئندي ان ري.

هن سر جي هڪ داستان ۾ شاهہ صاحب طالب کي ٻڌايو آهي، تہ جيڪڏهن تون جوڳي ٿيڻ چاهين ٿو، تہ توکي ڪهڙو طريقو اختيار ڪرڻ گهرجي؟ شاهہ صاحب ٻڌائي ٿو، تہ جوڳي ٿيڻ لاءِ توکي جڳائي، تہ دنيا کي

ترڪ ڪر، در در وڃي دانھَ نہ وٺ، سلوڪ جي راهہ وارن ٻسان پنهنجو رستو جوڙ، طمع کي ترڪ ڪر، صبر جي شمشير سان ڪيني کي قتلام ڪر، نهنائي اختيار ڪر، پنهنجو پاڻ وارءِ سلوڪ جي راهہ تي هلي، واحد سان وصال ماڻ. هڪ ٻہ بيت هت هيٺ ڏجن ٿا:

جي پايين جوڳي ٿيان، تہ سڳَ سيبئي توڙ،
جي ڇاوا نہ ڇاپندا، جيءُ تنين سين جوڙ،
تہ تون پهچين توڙ، محبت جي ميدان ۾.



جي پايين جوڳي ٿيان، طمع ڇڏ تمام،
گولا جي گولن جا، تن جو ٿيءُ غلام،
صبر جي شمشير سان، ڪر ڪيني کي قتلام،
تہ نانگا تنهنجو نام، لکجي لاهوتين ۾.

پهرين بيت ۾ "ڇاوا نہ ڇمندا": مطلب آهي: الله تعاليٰ جي ذات، جيڪو نہ ڪنهن مان ڄائو آهي، نہ ڪنهن کي ڄڻيو اٿس. يعني الله تعاليٰ جي ذات سان پنهنجو تعلق پيدا ڪر. ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو، تہ جوڳيءَ مان شاهہ صاحب جو مطلب آهي: صوفي ۽ روحاني راهہ ڏيکاريندڙ مرشد.

هيٺين بيت ۾ تہ صاف ڏيکاريو اٿس، تہ جوڳي اهو آهي، جيڪو شريعت تي عمل ڪري، فڪر وارو طريقو اختيار ڪري، حقيقت تي هلي ۽ معرفت حاصل ڪري. ناسوت (سلوڪ جي پهرين منزل شريعت)، ملڪوت (ٻي منزل طريقت)، جبروت ۽ لاهوت (ٽين منزل حقيقت) واريون منزلون طئي ڪري، چوٿين منزل هاهوت (معرفت) کان بہ اڳتي وڃي وڃي:

راهہ شريعت هلئا، تفَڪر طريقو،
حال حقيقت رسئا، معرفت ماڳون،
ناسوت، ملڪوت، جبروت ايءُ نام لڌون،
پس لاهوت لنگهئون، هاهوتا مٿي هلئا.

هيٺين بيت ۾ تہ کولي ٻڌايو اٿس تہ، جوڳيءَ جي علامت مان شاهہ صاحب جي ڇا مراد آهي؟ شاهہ صاحب ٻڌائي ٿو، تہ سندس مراد آهي: نبي ڪريم ﷺ

جي ذات اقدس، ۽ سندن پيروي ڪندڙ اهل الله ۽ روحانيت جا صاحب:

موٽا طور سينا، سندا سناسين،
سجدي ۾ سيد چئي، گوڏا گودڙين،
فَکَانَ قابَ قَوسَينِ او ادنيٰ، تا نانگا اينءَ نمن،
کُلُ مَن عَلَيهَا فان، باقي ڪين بچن،
الله وَلِي الذينَ آمَنو يَخرِ جهم منَ الظلمَاتِ اِلَي النورِ تا انهيءَ پر پُرن،
خَرَ مُوسيٰ صَعقاً، جوڳي جنگ جلَن،
مَازَاغَ البَصَرُ وَمَا طَغيٰ، اهڙي روش رون،
مشاهدو محبوب جو، اُتي آدسين،
ري پسڻ ري سڻڻ، ري وصال وِهن،
ري پُرَڻ، ري پولڻ، تا اهڙي چال چلن،
سيد چئي سندن، تون ڪَل پچين تو ڪهڙي.

هن بيت ۾ آيل قرآن شريف جي آيتن جي وضاحت ڪجي ٿي:

(1) فڪان قابَ قَوسينِ اَو اَدني (النجم -9)

(ترجمو: پوءِ ٻن ڪمانن جي وٿي هئي، يا ان کان به ويجهو هو.)

عربي محاوري موجب ”ٻن ڪمانن جي وٿي“ مان مطلب آهي: حد درجي اتحاد ۽ اتفاق. او ادنيٰ (اجا به ويجهو) مان مراد آهي: روحاني ۽ قلبي اتفاق، اشارو آهي: نبي ڪريم ﷺ جي ذات اقدس ڏانهن. شاهه صاحب اها آيت ٻي هڪ بيت ۾ هن طرح آندي آهي. هن ۾ وري پاڻ سڳورن جي ذات لاءِ ”جڪرو“ علامت طور آندو اٿس:

جڪري جهو جوان، ڏسان ڪونه ڏيهه ۾،
مهڙ مڙني مرسلين، سرس سندس شان،
فڪان قاب قوسين اوادنيٰ، ايءُ ميسر تيس مڪان،
آڳي جو احسان، جنهن هاديءَ ميڙيم مهڙو.

(2) کُلَ مَن عَلَيهَا فَان (الرحمان - 26)

(ترجمو: جيڪو به زمين تي آهي، اهو فنا ٿيندو.)

” کُلَ من عليها فان، باقي ڪين بچن“ مان شاهه صاحب جو مطلب

آهي، تہ معرفت الاهي جا صاحب پنهنجي ذات کي فاني ۽ عارضي سمجهن ٿا. انهيءَ ڪري پنهنجو وجود وساري، پاڻ کي مارڻ کان اڳي ماري، واحد سان وصال ڪن ٿا. شاهہ صاحب ٻي هڪ بيت ۾ چيو آهي:

مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نہ مات،
هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جيا.

(3) اَلله وَلِيَّ الذينَ آمَنُو يُخرجهُم مِنَ الظلمات اِلَي النَورِ (آلبقرة - 257)

(ترجمو: الله مومن جو مددگار آهي، ۽ انهن کي (ڪفر جي) انڌيرن مان ڪڍي (ايمان جي) روشنيءَ ۾ آڻي ٿو.)

مطلب آهي، تہ جيڪي ٻانها سچيءَ دل سان ايمان آڻين ٿا، الله تعاليٰ انهن کي هدايت ڪري ٿو ۽ سنئين راهہ تي هلائي، پنهنجي قرب ۾ آڻي ٿو. ان جو صاف مطلب ہہ اهو آهي تہ شريعت تي هلي سلوڪ جي راهہ اختيار ڪن ٿا.

(4) خَرَ موسيٰ صعقاً (الاعراف - 143)

(ترجمو: موسيٰ بيهوش ٿي ڪري پيو.)

مطلب آهي، تہ جيئن حضرت موسيٰ الله تعاليٰ جي ذات جي جلوي جو تاب جهلي نہ سگهيو ۽ بي هوش ٿي ڪري پيو، تيئن حق جا طالب ہہ پنهنجو پاڻ فنا ڪريو ڇڏين.

(5) مَازَاغَ البَصَرُ وَ مَا طَغيٰ (النجم - 17)

(رسول الله ﷺ جي) اک نہ ڪي لڙي ۽ نڪي حد کان لنگهي.

هن ۾ معراج جي واقعي ڏانهن اشارو آهي، جتي پاڻ سڳورن کي الله تعاليٰ جي ذات جو ديدار نصيب ٿيو. هيٺين مصرعن ۾ ان جي وضاحت ڪئي اٿس، تہ جيڪي آنحضرت ﷺ جي پيروي ڪري، معرفت الاهي حاصل ڪن ٿا، انهن کي ہہ محبوب جو مشاهدو حاصل ٿئي ٿو. انهن جي ان ڪيفيت جو ذڪر ڪندي چيو اٿس، تہ اها حالت بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي، ڇاڪاڻ جو اُتي نہ ظاهر جي ڏسڻ، ٻڌڻ، ۽ وصال کي دخل آهي ۽ نہ هلڻ ۽ ڳالهائڻ جي حالت آهي.

## (ب) هرياڻا وارو نسخو:

1. هرياڻا واري دستخط ۾ ظاهري علم جي نندا جي سلسلي واري مضمون جا ڪجهه ٻيا بيت به آهن، جهڙوڪ:

زيران زبران آيتان، اکر انت نه پار،
هيڪڙو ايمان ۾، لهن سيني سار. (1)



جِنءَ جنءَ ٻارنهن لک، ڪوڙين ڪتابان جي پڙهئيءَ،
اي هي سيپئي سک، جان جان پريان نه مڙين.

هن پوئين بيت جي پڙهڻي مون معنيٰ جي نسبت سان درست ڪئي آهي. هيري ٺڪر جي پڙهڻي هن ريت آهي:

جُو جُو ٻارهه لک، ڪوڙين ڪتيبان جي پڙهئه،
ايهه سبائي سک، جان جان پريان نه مڙءِ. (2)

2. شاهه جي رسالي جي سر ڪلياڻ جي داستان - 1 ۾ هڪ بيت هن طرح آهي:

ايڪ قصر، در لک، ڪوڙين ڪٿس ڳڙکيون،
جيڏاهه ڪريان پرک، تيڏاهه صاحب سامهون. (3)

هرياڻا واري دستخط ۾ اهو بيت ٿوري لفظي بدل سان هن طرح آهي:

عين قصر در لک، ڪوڙين سهسين ڳڙکيان،
جان ئي ڪرين پرک، تان ئي سڄڻ سامهان. (4)

3. شاهه جي رسالي جي سريراڳ ۾ به بيت هن طرح آهن:

اَمَلَ اساري پئي، پوري ! پڳ‍ءِ جت،
ڪه نه رَنءَ تتِ، ٻئي اڏ هٿِ ڪري.



اَمَل اساري پئي، پوري پڳ‍ءَ جينءَ،
وَنءُ صرافن سينءَ، ٻئي اڏ هٿ ڪري. (5)

---

(1) ڏسو، هن ئي ڪتاب ۾ شامل، قاضي قادن جو ڪلام: بيت 1.
(2) ايضاً. بيت.2.
(3) گربخشاڻي: شاهه جو رسالو - جلد 1، ص 180.
(4) ڏسو، هن ئي ڪتاب ۾ شامل، قاضي قادن جو ڪلام: بيت 31.
(5) گربخشاڻي: شاهه جو رسالو: جلد - 1، ص 288.

هرياڻا واري نسخي ۾ اهڙي نوعيت جا بيت هن ريت آهن:

پوري پڳي جت، ماڻڪ آساري پيو،
ڪوه نه ڍونڍيءِ تت، تون ٻي اونگهيو هٿ ڪَر.

•

پوري پڳي جاوَ، ماڻڪ اساري پيو،
سُري صرافين آوَ، (تون) ٻي - اونگهيو هٿ ڪَرِ. (1)

شاهه جي رسالي جي سر سريراڳ ۾ ٻه ڪجهه بيت اهڙا آهن، جن ۾ "پڳي" ۽ "ماڻڪ" لفظ آيا آهن. هڪ بيت هت ڏجي ٿو:

ماڻڪ منڌ هٿان، پيتي ۾ پُرزا ٿيو،
سچو تان سيد چي، لهي لک سوا،
پڳي پڄاڻان، پدمان پري ٿيو. (2)

4. شاهه جي رسالي جي سر ڪاموڏي ۾ هڪ بيت هن طرح آهي:

ڪُپيريءَ ۾ پيرُ، ڪنهين پاتو پيرئين،
جيان مُنجهڻ ماڙهئين، سچڻ تيان ٿي سيرُ،
اُن پون سندو پير، ڪوڙن منجهان ڪو لهي. (3)

هرياڻا واري نسخي ۾ ٻه اهڙو بيت آيل آهي، پر ٿورو لفظي فرق آهي، ۽ شاهه جي بيت ۾ هڪ سٽ وڌيڪ آهي. بيت هن ريت آهي:

اَپيري ۾ پير، ڪنهين لڌو پيرئين،
تِهه پوَ سندو پيرُ، ڪوڙين منجهين ڪولهي. (4)

ائين ٿو معلوم ٿئي، ته شاهه صاحب قاضي قاضن جي هن بيت جي پران بيت چيو آهي. هيري لکر، هن بيت ۾ "اپري" ڏنو آهي. پر صحيح لفظ "اپيري" (اَ= نه + پيري = پيرن واري - يعني جنهن کي پير نه هجن) معلوم ٿئي ٿو، ته هي لفظ شاهه جي بيت ۾ آيل لفظ ڪپيري (ڪَ = خراب + پيري = پيرن واري) سان معنيٰ ۾ مطابقت رکي ٿو.

---

(1) ڏسو هن ڪتاب ۾ شامل، "قاضي قادن جو ڪلام": بيت 97.
(2) گربخشاڻي: شاهه جو رسالو: جلد 1، ص 288.
(3) شاهه جو رسالو: سرڪاري ڇاپو، ص 418.
(4) ڏسو هن ڪتاب ۾ شامل، "قاضي قادن جو ڪلام" : بيت 36.

شاهہ جي مٿين بيت جي هيٺان ٻيو بيت بہ اهڙي نوعيت جو آهي، جنهن ۾ بہ "ڪپيري" لفظ آيل آهي:

ڪُپيريا پري ٿيا، اڀذي ٻُذا،
اُنهين ڪي آءُ، هينئڙ ڏسي آئيو. (1)

5. شاهہ جي رسالي جي سر آسا جو هڪ بيت آهي:

جنءَ تن ڪيوءِ، نہ تئين، سوئيريان ئي سنهڙو،
پرين پائيندا ڪيئن؟ توڪي اکڙين ۾. (2)

اهڙو ئي بيت هرياڻا واري نسخي ۽ مذڪور ٻي قلمي نسخي ۾ بہ مليو آهي. بيت اڳ ۾ اچي چڪو آهي.

6. شاهہ جي رسالي جي سر يمن ڪلياڻ جو هڪ بيت آهي:

اکر پڙهہ الف جو، ٻيا ورق سڀ وسار،
اندر تون اجار، پنا پڙهندين ڪيترا. (3)

اهڙي نوعيت جو بيت "هرياڻا" واري قلمي نسخي ۾ بہ آهي، جيڪو هن طرح آهي:

اکر ٻيا وسار، الف اڳهون ئي ياد ڪر،
سو تون ڏيئو ٻار، جو نہ اُجهنپئہ ڪڏهين. (4)

هن بيت ۾ بہ "الف" اکر پڙهڻ ۽ ٻيون ڳالهيون وسارڻ جي ڳالهہ ساڳي نموني ڪيل آهي. ٻي سٽ ۾ شاهہ صاحب "اندر اجارڻ" جي تلقين ڪئي آهي. قاضي اهڙي ڏئي ٻارڻ جي هدايت ڪئي آهي، جيڪو ڪڏهن بہ نہ وسامي. قاضي قاضن جي هن بيت ۾ هيري نڪر "اجهنبہءِ" جي پڙهٽي "اجهنپئہءِ" ڏني آهي. سنڌي محاوري موجب "اجهامڻ" مان ڦٽي نڪتل لفظ "اجهنبئہءِ" صحيح ٿيندو. انهيءَ ڪري بيت ۾ "اجهنپئہءِ" جي بدران "اجهنبئہءِ" پڙهٽي ڏني ويئي آهي.

7. شاهہ جي رسالي جي ساڳي ئي سر ڪلياڻ ۾ مٿين بيت جي هيٺان هي بيت آيو آهي:

ڪاتب! لکين جنءَ، لايو لام الف سين،
اسان سڄڻ تِنءَ، رهيو آهي روح ۾. (5)

قاضي قاضن جي مٿين بيت جي هيٺيان بہ لڳ ڀڳ ساڳيو بيت آيو آهي:

---

(1) شاهہ جو رسالو: سرڪاري ڇاپو، ص 148.
(2) ايضاً، ص 558.
(3) گربخشاڻي: شاهہ جو رسالو، جلد، 1، ص 223.
(4) ڏسو هن ڪتاب ۾ شامل، قاضي قادن جو ڪلام: بيت 7.
(5) گربخشاڻي: شاهہ جو رسالو: جلد، 1، ص 323.

لائي لامر الف سان، ڪاتب لکين جيئن،
مون هنيڙو پريان سان، لڳو آهي تيئن. (1)

8. شاھ جي رسالي جي سر سريراڳ ۾ ڪن بيتن ۾ غواصن جي ڳالھ آهي، جيڪي پاتال ۾ پيهي، سپون سُوجهي ڪڍن ٿا ۽ ماڻڪ ميڙي عام ڪي آڇين ٿا. ان سلسلي جي بيتن مان هڪ بيت هن طرح آهي:

وڃا جي عميق ڏي، مَهَ ڪاٿو ڏيئي،
تن سپون سوجهي ڪڍيون، پاتارا پيهي،
پسندا سي ٿي، امل اکڙين سين. (2)

اهڙي نوعيت جو بيت هرياڻا واري قلمي نسخي ۾ هن طرح مليو آهي:
ڪايا مهہ ڏيئي، پيٺا جي درياوَ ۾،
پسندا سي ٿي، ماڻڪ اکڙين سين. (3)

9. شاھ جي رسالي جي سر بروو سنڌي ۾ هڪ بيت هن طرح آهي:

ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور ٻہ اوڏا سپرين،
ڪي چڙهن نہ چت تي، ڪي وسرن نہ مور،
جنءِ مينهن ڪنديءَ پور، تئن دوست وراڪو دل سين.

ساڳي نموني جو بيت لفظن جي ٿوري ڦير ڦار سان، ٻن سٽن ۾ "هرياڻا" واري نسخي ۾ هن طرح آيو آهي:

ڪي ويجهائي ڏور، ڪي ڏور ٿي ولھا،
هوئي جر سالور، لڏي نہ ڪنولانھہ ڪرَ. (4)

10. شاھ جي رسالي جي سر ڪارايل ۾ سرَ ۽ "هنج" جو ذڪر آيو آهي. ٻہ بيت نموني طور ڏجن ٿا:

سر سڪي سال ٿيا، هنج هريو ٿي پير،
ڪنگ ويچارو ڪير، جو رسي ان رمز کي.

(1) ڏسو هن ڪتاب ۾ شامل، قاضي قادن جو ڪلام: بيت، 8.
(2) گربخشاڻي: شاھ جو رسالو، جلد، 1، ص 271.
(3) ڏسو هن ڪتاب ۾ شامل، قاضي قادن جو ڪلام: بيت، 13.
(4) ايضاً: بيت 1.

وارو مضمون آيو آهي، پر انداز بيان مختلف آهي. ٻه بيت ڏجن ٿا:

هن سر سندا هنجڙا، اِتي ئي آهينِ،
ڳالهين رَبَ پرتيان، جو منگي سو ڏينِ.



سر هيڪڙي وسن، جَرَ ۾ نينهن نہ گڏيو،
سار نہ سالورن، متي ڪنول ڦلاريا. (1)

11. شاهہ جي رسالي جي سر ڪوهياري ۾ ڪجهہ بيت غافل ٿي سمهڻ بابت آهن، جن ۾ سسئي کي مخاطب ٿي چيو ويو آهي: جيئن تہ تون غافل ٿي سمهين پئين، انهيءَ ڪري تنهنجي پنهونءَ کي وٺي هليا ويا. مطلب هي آهي، تہ جيڪڏهن انسان غفلت ڪندو، تہ زندگيءَ جي اصل مقصد کان هٿي ويندو. اهڙن بيتن مان ٻہ بيت هي آهن:

ستينءَ سنجهيئي، ويڙهي مَہ مٺن جِنءَ،
اوجاڳو اکڙين کي، ڄاتوءِ نہ ڏيئي،
هٿا تو پيئي، ٿي ڪچو ڪيچين کي ڪرين.



سُتينءَ سواري، مَہ ويڙهي مٺن جِنءَ،
ڏٺءِ نہ ڏيرن جا، چڙا چوڌاري،
تيلاهہ، ويچاري! سات ستيئي لڏئو.(2).

اهڙي مفهوم وارو بيت هرياڻا واري نسخي ۾ بہ آهي. ڪجهہ لفظ بہ ساڳيا آهن. بيت هي آهي:

ستو سڄي رات، مهہ ڍڪي مٺن جيئن،
نہ تو سنبل تات، نہ جهوري تو آهہ ڪا.(3)

12. شاهہ جي رسالي جي هڪ قديم نسخي ۾ هي بيت مليو ٿو:

پاڻ وڃائي هُو لهين، پهرين پاڻ وڃاءِ،
توهان ڌار نہ سپرين، من منجهائين پاءِ. (4)

(1) ڏسو هن ڪتاب ۾ شامل، قاضي قادن جو ڪلام ، بيت 16 ۽ 17.
(2) گربخشاڻي: شاهہ جو رسالو: جلد - 2، ص 208.
(3) ڏسو هن ڪتاب ۾ شامل، قاضي قادن جو ڪلام : بيت 80.
(4) شاهہ جو رسالو، سرڪاري ڇاپو، ص 313.

نہ تو سنبل تات، نہ جھوري تو آھہ ڪا.(3)

12. شاھہ جي رسالي جي ھڪ قديم نسخي ۾ ھي بيت ملي ٿو:

پاڻ وڃائي ھُو لھين، پھرين پاڻ وڃاءِ،
توھان ڏار نہ سپرين، من منجھائين پاءِ. (4)

ھي ساڳيو بيت ٿوري ڦير ڦار سان بيان العارفين ۾ شاھہ ڪريم ڏانھن منسوب آھي:

پيرن پاڻ وڃاءِ پاڻ وڃائي ھوءِ لہ،
تُھان ڏار نہ سپرين، مَہ منجھئين پاءِ. (1)

ءَ ساڳيوئي بيت ٿوري تبديليءَ سان ھراياڻا واري نسخي ۾ قاضي قاضن جي نالي ۾ آھي:

پھرين پاڻ وڃاءِ، پاڻ وڃائي سو لھين،
من اندر مَہ پاءِ، تو ئي اندر سِپرين. (2)

ان مان ظاھر ٿئي ٿو، تہ اصل ۾ ھي بيت قاضي قاضن جو آھي. شاھہ ڪريم جي واتان ٻڌي، بيان العارفين جي مرتب شاھہ ڪريم ڏانھن منسوب ڪري لکيو آھي. شاھہ جي رسالي واري ليکڪ وري اھو بيت شاھہ لطيف جي بيتن ۾ گڏي ڇڏيو آھي. ساڳي ئي قديم رسالي ۾ مٿين بيت جي ھيٺيان ھي بيت بہ آھي، جيڪو بيان العارفين ۾ قاضي قاضن جي نالي ۾ آھي:

سڄڻ منجھہ ھئام، مون وينئي ئي واءُ ٿئا،
ھيڏان ھوڏان ھتڙا، ھُنهين جاڙ وڏام. (3)

البت بيان العارفين واري بيت ۾ "وينئي ئي واءُ ٿيا،" جي بدران "اتي ويا اوٺيا" آيو آھي.

13. شاھہ جي رسالي (سرڪاري ڇاپو) ۾ ھي بيت ملي ٿو:

ڳالھہ پريان جي ڳجھہ جي، ڳالھہ مڙيائي ڳجھہ،
ھنيڙا اُجھہ مَ منجھہ، تہ پرنيوُن پري ٿيئن. (4)

(1) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، شاھہ ڪريم جو ڪلام: ٽيون ڇاپو - روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 1995ع. ص 83.
(2) ڏسو ھن ڪتاب ۾ شامل قاضي قادن جو ڪلام : بيت 33.
(3) شاھہ ڪريم جو ڪلام ،ٽيون ڇاپو، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 1995ع ص 83.
(4) شاھہ جو رسالو، سرڪاري ڇاپو ص.
(5) ڏسو ھن ڪتاب ۾ شامل "قاضي قادن جو ڪلام" : بيت 47.

هرياڻا واري نسخي ۾ به اهڙي نوعيت جو هڪ بيت ملي ٿو، جنهن ۾ "پريان" ۽ ڳالهه، لفظ به آيل آهن:

پريان سندي ڳالهڙي، مَر منجهين ئي هوءِ،
ٻڌائين ٻين کي، ڪيهو ڪاج سريوءِ. (5)

## (ب) حڪايات الصالحين واري قلمي نسخي جي حاشي وارا بيت

هن نسخي ۾ لکيل قاضي قاضن جي بيتن مان به ڪيترا بيت اهڙا آهن، جيڪي ٿوري ڦير ڦار سان شاهه جي رسالي ۾ ملن ٿا. اهڙا ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا. هن قلمي نسخي لاءِ "ن . ق" اهڃاڻ استعمال ڪيو ويندو:

1. شاهه جي رسالي جا بيت (سريمن ڪلياڻ):

سر سانداڻ ڪري، پڇج گهر لهار جو،
ڏڪن هيٺ ڌري، مان گـڏيني رڪ سين.



سهين جي سانداڻ، ڏڪن مٿي ڏَڪڙا،
وهه وڃائي پاڻ، ڏي ڏہائون ڏگرين. (1)

"ن - ق" ۾ آيل بيت:

پوءِ پڌر سيراڻ، لکي لکندينءَ ڪيترو،
ٻڌاءِ جهه سنداڻ، ڪوڏئون سَهه مهرا.

(2) شاهه جي سر ڪوهياري جو بيت:

جيڪا ڪندي نينهن، مون جيئن پاروچن سين،
سڪڻ سارو ڏينهن، چڙهڻ چاڙهيڪن تي. (2)

"ن - ق" ۾ آيل بيت:

جيڪا ڪري نينهن، مون جيئن پاروچن سين،
سا مون جيئن چپرين، مر تمائي مينهن.

تمڻ" لفظ به شاهه جي هڪ بيت ۾ آيو آهي:

تمن نيڻ رت وهي، چڻاڪا ڪيو،

---

(2) گربخشاڻي: شاهه جو رسالو: جلد، 1، ص 209.
(3) شاهه جو رسالو: سرڪاري ڇاپو، ص 313.
(4) ايضاً، ص 297.

مون کي ڏنءُ ڏيو، آءٌ تو وجان اونيا. (3)

3. "ن - ق" جو هڪ بيت:

چاري پلو توڪَ، ڪنڌ وجهه تنهن ڏي،
سسي تورو توڪ، لٿي تہ گهورئي.

شاهہ جي رسالي جا هي بيت ان سان پيٽيو، انهن ۾ بہ اوهان کي سسي ڏيڻ جي ڳالهہ نظر ايندي، پر هنن بيتن ۾ چار ۾ ڪنڌ وجهڻ جي بدران سوريءَ تي چڙهڻ جو ذڪر آهي:

سوري سڏ ڪري، اِيي عاشقن کي،
جي اٿئي، سڏ سڪڻ جي، تہ ڪوءِ مَ پير پري،
سسي ڌار ڌاري، پڇج پوءِ پريتڻو.



سوري آهہ سينگار، اڳهين عاشقن جو،
مڙڻ، موٽڻ ميهڻو، تڙا نظاري نروار،
ڪسڻ جو قرار، اصل عاشقن کي.



اصل عاشق پاهجي، سسي نہ سانديين،
لاهيو سر لطيف چئي، ساهہ سلاڙيو ڏين،
ڪلنئون ڪاٽين، پڇن پوءِ پريتڻو. (1)

4. شاهہ جي رسالي جي سر يمن ڪلياڻ جو بيت:

ويج مَ ٻڪي ڏي، الا، چڱي مَ تيان،
سڄڻ مانَ اچي، ڪرلاهو تي ڪڏهين. (2)

بلڪل ساڳيو بيت "ن - ق"۾ ملي ٿو. البت ٻڪي جي بدران دارون لفظ ڪم آيل آهي:

دارون ويج نہ ڏي، الا، چڱي مَ تيان،
ڪرلاهو تي ڪڏهين، سڄڻ مانَ اچي.

5."ن - ق" جو بيت:

ڪاڏي تيو ڪوهيار، ڪاڏي تي هٿ ڪٿي،
ويچاري وٽڪار، ڏنو تان نہ اڳهين.

---

(1) گربخشاڻيءَ: شاهہ جو رسالو، جلد - 1، ص 181، 182، 187.
(2) ايضاً: ص 203.
(3) شاهہ جو رسالو، سرڪاري ڇاپو، ص 187.

هن بيت جي پوئين سٽ، شاهه صاحب جي هن بيت ۾ ٿوري تبديلي سان ملي ٿي:

ويچاريءَ وٺڪار، اڳ نـﮥ ڏٺـو ڪڏهين،
مهر نـﮥ هٿي ماٺهئين، هو سڀ هندوڪار،
جَتَ ڪيائين يار، سورن ڪارڻ سرتيون. (3)

"ن . ق" جي مٿين بيت ۾ لفظ ڪاڏي جنهن نموني ۾ پيرا آيو آهي، لڳ - ڀڳ اهڙي ئي نموني ساڳيو لفظ ڪاڏي هن طرح آيو آهي:

ڪاڏي منهه مڪران جو، ڪاڏي ڪيچ ٿيو،
ههڙو ساٿ پنيور تان، ڪڏهين ڪونـﮥ پئو،
ڪوهيارو ڪام هٿي، چوري چت وئو،
جنهين جت نيو، تن اُنن گهوري آهيان. (1)

6. شاهه جي رسالي جي سر ڪلياڻ جو بيت:

وحده لاشريڪ لهٗ، جان تو چئين اِينءَ،
تان مج محمد ڪارڻي، نرتئون منجهان نيهه،
تان تون وڃئو ڪِيءَ، نائيين ڪنڌ ٻين کي. (2)

"ن . ق" ۾ ﺑﮥ ساڳيو بيت ملي ٿو، پر ان ۾ وچين سٽ ڪونهي، ۽ پوئين سٽ ۾ لفظ "ٻوڙا" ﺑﮥ آيل آهي:

وحده لاشريڪ لهٗ، چيو جن اينءَ،
تـﮥ تون ٻوڙا ڪيئن، نائين ڪنڌ ٻين کي.

7. شاهه صاحب جو مشهور بيت آهي:

مون کي مون پرين، ٻڌي وڌو ٻار ۾،
ايا اينءَ چون، مڃڻ پاند پسائين. (3)

چيو وڃي ٿو، تـﮥ هن بيت جو مفهوم حافظ شيرازي جي هن بيت تي ٻڌل آهي:

درميان قعر دريا تختـﮥ بندم ڪرده
بازمي گوئي کـﮥ دامن ترمکن هشيار باش.

---

(1) شاهه جو رسالو : سرڪاري ڇاپو، ص 257.
(2) گربخشاڻي: شاهه جو رسالو، جلد- 1، ص 185.
(3) شاهه جو رسالو، سرڪاري ڇاپو، ص 568.

"ن - ق" نسخي ۾ بہ ساڳيو ئي بيت ملي ٿو، پر "ہار" يا "تار" جي بدران ڪوھہ لفظ آيل آھي:

مون ڪي مون پرين، پڌي وڏو ڪوھہ ۾،
متئون تا چون، متان پاند پسائيين.

## قاضي قاضن ۽ شاھہ جي بيتن جو لساني مطالعو

قاضي قاضن جو تعلق سيوهڻ ۽ بکر سان هو، بلڪ زندگيءَ جو پوييون عرصو بکر ۾ رهيو. انهيءَ لحاظ کان قاضي قاضن جي بيتن جي ٻولي سنڌي ٻوليءَ جي سريلي محاوري موجب هجڻ گهرجي. قاضي قاضن جي بيتن ۾ سريل محاوري جو اثر بہ نظر اچي ٿو: جهڙوڪ "هينئر" جي بدران "هاڻي"، "پروڙئين" جي بدران "پروڙين" ۽ "هيڏاھہ" جي بدران "هيڏان" لفظ ڪتب آندا اٿس. ان هوندي بہ ڪيترين ئي لفظي سٽائون، ان لاڙي محاوري جهڙيون آهن، جيڪي شاھہ لطيف ڪم آنديون آهن، جهڙوڪ:

| قاضي قاضن جي بيتن ۾ آيل لفظ | شاھہ جي رسالي جو لاڙي محاورو | سريلي محاورو |
|---|---|---|
| (1) ڪَ | (1) ڪَ/ ڪي | (1) ڪو |
| (2) ڪَين | (2) ڪَين | (2) ڪون |
| (3) سين | (3) سين | (3) سان |
| (4) پڙهيومِ | (4) پڙهيومِ | (4) پڙهيم |
| (5) ٽيوسِ | (5) ٽيوس | (5) ٽيس |
| (6) پٽو | (6) پٽو | (6) پيو |
| (7) جِئان | (7) جِئان | (7) جتان |
| (8) پري | (8) پري | (8) پرين |
| (9) لڌومِ | (9) لڌومِ | (9) لڌمُ |
| (10) اسين | (10) اسين | (10) اسان |
| (11) آئون | (11) آئون | (11) مان |
| (12) توڙائين | (12) توڙائين | (12) توڙان |
| (13) هئامِ | (13) هئامِ | (13) هيم |
| (14) هيئينَ | (14) هيئين | (14) هوڻ ئي |
| (15) وڌا | (15) وڌا | (15) وڌمِ |
| (16) پڙهيامِ | (16) پڙهيامِ | (16) پڙهيم |

| | | |
|---|---|---|
| (17) ورئام | (17) ورئام | (17) وريم |
| (18) هيڪائي هيڪ | (18) هيڪائي هيڪ | (18) هڪُ ئي هِڪُ |
| (19) ويئي | (19) ويئي | (19) وئي |
| (20) هوس | (20) هوس/ هيس | (20) هُيم |
| (21) تِهان | (21) تِهان | (21) ان ڪان |

شاهه صاحب "هيڪائي هيڪ" سر ڪلياڻ جي هڪ بيت ۾ هن طرح آندو آهي:

"هيڪائي هيڪ ٿئا، احد سين عالم"

لفظ "ڪ" شاهه صاحب هن طرح آندو آهي:

"ڪِتو ڪنين نہ سئا، جي گهٽ اندر گهوڙا."

لاڙي محاوري ۾ "ڪي" ڪڏهن "لاءِ" جي معنيٰ ۾ ڪم ايندو آهي. شاهه صاحب اهو لفظ انهيءَ معنيٰ ۾ هن طرح آندو آهي:

"پيچن جي ميهار ڪي، پيچي سي ميهار"

"ميهار ڪي" معنيٰ: "ميهار لاءِ". انهيءَ معنيٰ ۾ قاضي قاضن "ڪي" هن طرح آندو آهي:

اسين سڪون جن ڪي، سي تان اسين پاڻ.

"جن ڪي" معنيٰ "جنهن لاءِ".

"تيس" لاءِ شاهه صاحب" تئوس" هن طرح آندو آهي:

"ڪي جِي گهيڙ گهڙي، جن اوتڙ تَڙ تِئوسِ،
سالم ويئي سوهڻي، ڪَنَن ڪين ڪئوس،
اَهِسَ اڪڙين ۾، پريان جو پئوس،
حقا حق تِئوسِ، هئي طالب حق جي.

قاضي قاضن "تئوس" هن طرح آندو آهي:

"تهان پوءِ تئوس، سندي پريان پيچري."

اهڙيءَ طرح شاهه صاحب "سندس" لاءِ "سندياس" ۽ "پيس" لاءِ "پئاسَ" هن طرح آندو آهي:

جهول نہ جهلي سوهڻي، سائر سٽ سندياس،
جِ اهڙي چائي عاجزا، سا مَرُ مرڪي ماياس،
پسين جي پئاس، تہ ڪين عشق آٿيين.

| ماضي | | مستقبل | |
|---|---|---|---|
| سريلي: | وچولي ۽ لاڙي: | سريلي: | وچولي ۽ لاڙي: |
| (1) ويم | (1) ويس | (1)ويندم | (1)ويندس |
| (2) آيم | (2) آيس | (2) ايندم | (2) ايندس |
| (3) هيم | (3) هيس | (3) هوندم | (3) هوندس |
| (4) جاڳيم | (4) جاڳيس | (4) جاڳائيندم | (4) جاڳندس<br>جاڳائيندس |
| (5) ٿيم | (5) ٿيس | (5) ٿيندم | (5) ٿيندس |

قاضي قاضن "جاڳايوس" لفظ "مون کي جاڳايو" جي معنيٰ ۾ آندو آهي، عام طرح ضميري پڇاڙي\ س\، "هن کي" جي معنيٰ ۾ ايندي آهي، مثلاً ٿئس يا ٿئوس معنيٰ "هن کي ٿيو." جاڳايس معنيٰ "هن کي جاڳايو." البت فعلي صورت ۾ لاڙي محاوري ۾\ س\ ۽ سريلي محاوري ۾\ م\ پڇاڙيءَ طور اچي ٿو، مثلاً:

شاهه صاحب ڪن جاين تي قاضي قاضن وانگر "س" ضميري پڇاڙي "هن کي" جي بدران "مون کي" جي معنيٰ ۾ آندي آهي. شاهه صاحب چوي ٿو:

"قسمت قيد ڪياس، نات ڪير اچي هن ڪوٽ ۾؟"

قاضي قاضن جي بيتن ۾ اهڙا نيٺ سنڌي لفظ بہ ملن ٿا، جيڪي شاهه جي بيتن ۾ تہ ملن ٿا، پر سريلي محاوري ۾ استعمال ڪون ٿا ٿين، جهڙوڪ: ڪَرَ، اَپَ، سندو، پروڙڻ، جاڙ وغيره.

قاضي قاضن جي بيتن ۾ تمام ٿورا عربي لفظ ملن ٿا، سي بہ صوفيانہ اصطلاح آهن ۽ علم سان تعلق رکن ٿا، جهڙوڪ: لا، بلا، جهت، ڪنز، قدوري، ڪافيا، صحيح، صرف، نحو، مطالع، حرف. فارسي زبان جو فقط هڪ لفظ "گمان" ملي ٿو. ان مان ظاهر ٿئي ٿو، تہ ان زماني ۾ سنڌي زبان ۾ عربي فارسي لفظن جو استعمال عام نہ ٿيو هو.

قاضي قاضن جا ڪجهہ بيت سنڌ جي رومانوي داستانن تي ٻڌل معلوم ٿين ٿا. هينيون بيت سسئيءَ جي داستان سان تعلق رکندڙ معلوم ٿئي ٿو:

سڄڻ منجهہ هئام، مون اٿي وٺا اونيا،
هيڏان هوڏان هٿڙا، هيئين جاڙ وڏام.

ان مان معلوم ٿيندو. تہ سنڌ جي رومانوي داستانن جي تمثيل ۾ شعر چوڻ جو رواج سنڌي شعر ۾ گهڻو اڳ رائج ٿي چڪو هو، جنهن کي شاهہ صاحب عروج تي پهچايو.

مطلب تہ مٿي ڏنل علمي، فڪري ۽ لساني مطالعي مان معلوم ٿيندو، تہ شاهہ صاحب، شاهہ ڪريم، شاهہ لطف الله قادري، شاهہ عنايت رضوي جي شعر سان گڏ سيني کان قديم شاعر قاضي قاضن جي بيتن جو مطالعو ڪيو هو، ۽ انهن جي مضمون جو اثر ڪنهن حد تائين قبول ڪيو هو. پر شاهہ صاحب، قاضي قاضن جي اسلوب بيان، مضمون، مقصد ۽ پيغام کي نئون رنگ ڏنو، ۽ ان ۾ تنوع پيدا ڪيو. شاهہ صاحب، وحدت الوجود جي فڪر کي نهايت وضاحت سان نئين انداز سان، دليلن ۽ مثالن سان، قرآن حڪيم ۽ حديث شريف جي روشنيءَ ۾، ۽ شريعت جي حدن ۾ پيش ڪيو آهي. انهيءَ ڪري شاهہ صاحب جي شعر جو اسلوب بيان ۽ پيشڪش جو انداز جديد ۽ منفرد آهي. ان کي ڪنهن بہ طرح قاضي قاضن يا متقدمين مان ڪنهن بہ شاعر جو تتبع يا روايت جي پيروي ڇئي نہ ٿو سگهجي. نہ فقط ايترو پر شاهہ صاحب، تصوف جي انهن مسئلن کي، جيڪي سمورن صوفين وٽ ساڳيا رهيا آهن، نهايت نئين رنگ ڍنگ، نين تشبيهن ۽ تمثيلن ذريعي، نين علامتن ۽ اهڃاڻن وسيلي ۽ پنهنجي وطن جي تاريخي، ثقافتي، جغرافيائي ۽ رومانوي پس منظر ۾ پيش ڪيو آهي. مطلب تہ شاهہ صاحب جي شعر ۾ هر لحاظ کان جدت ۽ انفراديت آهي. فن، فڪر، پيشڪش، اسلوب بيان ۽ ٻوليءَ جي لفظن جي چونڊ ۾ هن نہ متقدمين جي پيروي ڪئي آهي ۽ نہ پويان شاعر سائس برميچي سگهيا آهن.

آخر ۾ قاضي قاضن جي شعر جي مضمون بابت هي واضح ڪرڻ ضروري آهي، تہ قاضي قاضن وحدت الوجود جو قائل هو. هن ابن عربي جي فڪر جي روشنيءَ ۾ ڪلم ڪلا وجودي فڪر بيان ڪيو آهي. هن جي شعر ۾ اها رنگا رنگي، تنوع، جمال جو جلوو ڪونهي، جيڪو شاهہ جي شعر ۾ ملي ٿو. وحدت الوجود جي بيان ۾ قاضي قاضن ايترو محتاط نہ آهي، جيترو شاهہ صاحب؛ ڇاڪاڻ جو قاضي قاضن حضرت مجدد الف ثاني کان اڳ ٿي گذريو، جنهن وحدت الشهود جو فڪر پيش ڪيو. شاهہ صاحب جيئن تہ حضرت

مجدد الف ثاني جي رد عمل کان باخبر هو، انهيءَ ڪري وحدت الوجود سمجهائيندي احتياط کان ڪم ورتو اٿس. ائين ڪٿي چئجي تہ قاضي قاضن جو انداز اهو آهي، جيڪو پوءِ سچل سرمست نئين نموني اختيار ڪيو.

• ضميمو: ڄ

- ٻہ علمي خط

| | |
|---|---|
| قاضي قادن جو ڪلام | سراج |
| قاضي قاڏن جو ڪلام | تنوير عباسي |

# قاضي قاضن جو ڪلام

پائو هيرا،

دادا دولت مهتاڻيءَ کان "قاضي قادن جو ڪلام" ڏسڻ جو وجهه مليو. ان کان ڪجهه ڏينهن اڳ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب "هلال پاڪستان" (روزاني اخبار) ۾ ان جو زڪر ڪيو هو. ڏاڍو چاهه هوم تہ هندستان مان ڪو يار ڪا ڪاپي موڪلي يا آءٌ پاڻ گهرائي وٺان. ايتري ۾ دادا دولت کان ڪاپي ملي. سچ پڇو تہ ڪتاب ڏسي دل باغ باغ ٿي ويئي. اوهان ان تي جيڪا محنت ڪئي آهي، تنهن لاءِ هند سنڌ جا سنڌي ۽ خاص طرح ادب جا ڳولائو اوهان جا ٿورائتا ٿيندا؛ ۽ اوهان جو نالو سنڌي ادب ۾ گهڻو وقت ڳائبو رهندو. اڄ جي زماني ۾، جڏهن عربيءَ جي اصطلاح ۾ "قحط الرجال" يعني "ماڻهن جو ڪال" آهي، تڏهن توهان واقعي پنهنجي نالي کي نهال ڪري پاڻ کي سنڌي ادب جو هڪ "هيرو" ثابت ڪيو آهي.

ائين نہ سمجهجو تہ آءٌ هيءَ ڪا اجائي تعريف پيو ڪريان. اوهان سچ پچ تعريف جا لائق آهيو. ڇاڪاڻ تہ جيئن مون چيو تہ اڄ اسان وٽ ماڻهن جو ڏڪر آهي علم ادب ڏانهن ننڍي ٿيءَ جو ڏيان خير ڪو آهي. اسان واري ٿهي بہ ٽنگون پساري رڳو ماضيءَ جي معرڪن تي پئي تڳي. اسان کان اڳ واري ٿهي بہ هاڻ ڏيئي وٺي بيني آهي ۽ باقي کي داڻا ڪڻا وڃي بچيا آهن. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، حسام الدين راشدي ۽ عبدالڪريم سنديلو اجان لاٽ ٻاريو اچن نہ تہ مڙئي اونده ئي پانجي. ان اونده جو وڏو سبب هت سنڌ ۾ اهو آهي تہ اها اجائي ڳالهہ ڪيترن ماڻهن جو اندر ڪاٺڻ لڳي آهي تہ سنڌيءَ جو ڪو آئيندو آهي ئي ڪونہ. ان ڪري ان تي ڪهڙيون ويهي ڪوجنائون ڪجن! اها غلط ڳالهہ رفتہ رفتہ سنڌي ٻوليءَ بابت تحقيق تي ٿڌي پاڻيءَ جا گهڙا هاريندي ٿي رهي. ضرورت تہ ان ڳالهہ جي هئي ۽ آهي تہ جيڪڏهن اهي خدشا ڪجهہ قدر موجود هجن تہ سڄاڻ عالم ۽ اديب پاڻ وڌيڪ اڳ کان اڳرا، کوجنا ۽ تحقيق جي ڪم کي هٿ ۾ کڻن تہ جيئن اهي خدشا ٽري وڃن. پر اجا تائين اهوئي جمود طاري آهي. ان ڪري اوهان جو

ڪتاب جڻ تہ ان جمود کي ٽوڙڻ ۽ سنڌي ٻوليءَ تي تحقيق جي بيٺل پاڻيءَ ۾ پٿر هڻڻ جي ڀرپور ڪوشش آهي. هاڻ اوهين سمجهي سگهندؤ تہ اوهان جي ڪتاب جي اهميت ڪيتري نہ اوليت رکي ٿي.

اسان وٽ سنڌ ۾ هڪڙي ٻي بہ اڻ هوند ۽ اوڻائي آهي، جو سنڌي ٻولي ۽ پراڻي ادب تي ڪم ڪندڙن ۾ تمام ٿورا ماڻهو ناگري لپيءَ کان واقف آهن. ان ڪري هند، سنڌ يا ٻاهر جيڪو ادبي خزانو اڻلڌو پيو آهي. ان کان بنهہ بي خبر آهن. ان ڪري ٿورو گهڻو آسرو مون کي هميشه اهو رهندو آيو آهي تہ توهين جيڪي هند ۾ آهيو، سي ناگري ٻوليءَ کي ڄاڻڻ کان پوءِ ضرور اهي خزانا هٿ ڪري، سنڌي ٻوليءَ جو دامن ڀري ڪيس شاهوڪار ڪندا؛ ٿيو بہ ائين آهي. اوهان ڀرپيان عالم آهيو. جنهن ڀرپيون گل ان دامن ۾ وڌو آهي. ان لاءِ اوهان جيڪا محنت ۽ مٿا ڪُٽ ڪئي آهي، ان اوهان کي سنڌي ادب ۾ هڪ امر جاءِ وٺي ڏني آهي. آءٌ تہ ڪتاب تي ٿيل محنت کي ڏسي ششدر ٿي ويو آهيان، ڇاڪاڻ تہ آءٌ بہ هڪ اهڙي ئي ڪتاب تي ڪم ڪري رهيو آهيان (گذريل ٻن ٽن سالن کان البت ڪن ڳالهين جي ڪري اهو ڪم رولي ۾ پيو آهي!) ۽ سوچيان ٿو تہ اوهان جيڪا محنت ڪئي آهي، ايتري محنت ۽ جفاڪشي شايد منهنجي وس کان ٻاهر نہ ثابت ٿئي. بهرحال، اوهان ڪيرون لهڻيون ۽ منهنجي طرفان لک لک مبارڪون قبول ڪجو.

هاڻ اچان ٿو ڪتاب تي. ڪتاب واقعي سنڌي ادب ۾ انمول اضافو آهي، ان ۾ ڪنهن کي بہ شڪ شبهو نٿو ٿي سگهي، ڇاڪاڻ تہ اوهان آڳاٽي وقت جو سنڌي ڪلام کوجنا جي ذريعي ميدان تي آندو آهي ۽ اهو ڪلام اهڙو آهي، جنهن جي اسان کي اڳ ڪابہ سڌ نہ هئي. اوهان انهن بيتن جي ٻولي ۽ معنائن تي جيڪا کوجنا ڪئي آهي، سا بي مثال آهي. ان جي هڪ پنهنجي جاءِ ۽ اهميت آهي، ۽ نهايت مٿاهين جاءِ آهي.

باقي رهي اها ڳالهہ تہ هيءُ ڪلام قاضي قاضن جو آهي يا نہ - ان بابت بہ رايا ٿي سگهن ٿا. هلال پاڪستان ۾ ئي ٿر جي هڪ پيگت گرداري لال جو مراسلو ڇپيو آهي، جنهن ۾ هن انومان ڏيکاريو آهي تہ اهو ڪلام قاضي قاضن جو نہ، پر سنڌس ڀائيجي (يا ڏوهٽي؟) ميان مير جو آهي، ۽ هن پاڻ ڪن مٿن ۾ ميان مير جي نالي سان لکيل ڏٺو آهي. (اها اخبار بہ دادا دولت

مهتاٿيءَ جي چوڻ موجب اوهان کي الڳ موڪلي ڏني اٿم).

هڪ راءِ اها به آهي، جنهن لاءِ راوي محترم پير حسام الدين شاهه راشدي آهي ته قاضي قاضن جو هڪ ڏهٽو يا پوٽو به قاضي قاضن جي نالي سان مشهور ٿيو ۽ اهو جيئن ته بکر ۽ ملتان طرف ڇائو نپنو، ان ڪري سندس ڪلام ۾ اترادي، سرائڪي ملتاني بلڪه پنجابي لهجو نظر اچي ٿو.

اهي ٻئي رايا ظاهر آهي ته ثبوت گهرن ٿا. جيسين اهي ثبوت لکت ۾ سامهون اچن، تيسين اوهان جي راءِ کي مڃڻو پوندو ته اهو ڪلام قاضي قاضن جو آهي ڇاڪاڻ ته اهو ئي نالو (قاضي قاضن) قلمي نسخي ۾ ڄاڻايل آهي ۽ ٻين ڪيترن ئي ڪوين جو ڪلام پڻ ان نسخي ۾ موجود آهي. فقط هڪ ڳالهه جو خيال رکڻو آهي ته اٿين ته ڪونهي ته مختلف (هڪ ڪان وڌيڪ) ڪوين جو ڪلام قاضي قادن جي نالي ۾ ان پستڪ ۾ شامل ٿي ويو آهي. ان هوندي به اها ڳالهه تحقيق طلب رهندي ته قاضي قادن يا قاضن جو نالو ڪهڙن بيتن جي بنياد تي قلمي نسخي ۾ آيو.

اها تحقيق ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿي. پهرين ٻاهريون يعني تاريخي ڳالهيون ۽ اندروني ثابتيون. سرڊست جيڪي ڳالهيون ذهن ۾ اچن ٿيون سي هي آهن ته قاضي قاضن ڀڳتي تحريڪ کان نه ته متاثر هو، ۽ نه ئي ان ۾ شامل هو. بلڪ اهو تاريخي طرح ثابت ٿيل آهي ته قاضي قاضن ڪٽرپڻي جي حد تائين هڪ سنگدل "ملان" هو. (1) هو مهدوي تحريڪ جي

(1) قاضي قاضن کي سنگدل ملا ۽ طريقت کي پوئتي رکڻ وارو ڪٽر سڏڻ، بنهه بي انصافي ۽ تاريخ کان اڪ پوڻ آهي.

قاضي صاحب پنهنجي وقت به روايتي اسلام جي پوئلڳن جي فتوائن جو مذهبي طرح هدف رهيو ته اڄوڪي دؤر ۾ وري سياسي طرح ڪيس اجايو لويو وڃي ٿو. قاضي قاضن جيڪڏهن سچ پچ طريقت جو مخالف هو ته شاه ڪريم جهڙو طريقت جو درويش سندس بيت ڪڏهن به نه اُچاري ها. پلا طريقت ۽ تصوف جو مخالف ڪٽر مَلان ڪڏهن شريعت جي مکيه ڪتابن يا صرف ۽ نحو خلاف کي بيت چئي سگهي ٿو؟

ڪَنز قُدوري ڪافيا، ڪِ ڪوهَ پڙهيوم،
سو پارَ ئي ٻيو ڪو، جتان پِري لڌوم.

(سنڌي ترجمو ڊاڪٽر دائود پوٽي رح جي ڪتاب تان: ڪنز، قدوري ۽ ڪافيه، انهن مان ڪهڙو ڪتاب مون نه پڙهيو؟ پر اها شيءِ ئي ٻي هئي، جتان دوست مليم.

لوڪان نحو صرف، مـنَ مطالع سپرين،
سو ئي پڙهئو سو پڙهان، سو ئي سو حرفُ. ←

باني سيد ميران جونپوريءَ جو پوئلڳ هو. جن جو مسلڪ اهو آهي تہ شريعت کي طريقت تي اوليت حاصل آهي. ان لحاظ کان ڪيترو ڪلام جيڪو اوهان پڌرو ڪيو آهي، قاضي قاضن جي پنهنجي مسلڪ جي ابتڙ آهي.

انهن مان هڪڙو بيت ٿي مثال طور ڪافي آهي:

روز محشر ڏينهڙي، ستر سڄ تپن،
سيوئي جَرُ پانئيان، جي مون پرين مڙن!

مهدوي مسلڪ جو ڪوبہ پوئلڳ ان قسم جي خيال کي ئي گوارا نہ ڪندو.

ان ڪري اهو گمان ۽ شڪ پوي ٿو تہ هيءُ قاضي قاضن ٻيو آهي، جيڪو ڀڳتي تحريڪ ۾ شامل ۽ ان کان متاثر هو. ان ڪري سندس ڪلام کي ڀڳتي تحريڪ جي ٻين ڪوين سان گڏ جاءِ ڏني ويئي آهي يا ڪا نالي پل تي آهي.

جيڪڏهن اهو صحيح آهي تہ قاضي قاضن مهدوي تحريڪ ۽ مسلڪ جو پابند هو تہ پوءِ هيءُ ڪلام ان قاضي قاضن جو يقيناً نہ آهي، جنهن جو ذڪر تاريخن ۾ آيو آهي. جيڪڏهن قاضي قاضن اهو ئي تاريخي قاضي قاضن آهي تہ پوءِ هيٺيون بيت سندس واتان ممڪن نہ آهي:

”منجهيئي مڪو ٿيو، منجهيئي ملتان“.

ملتان جي بزرگن سان مهدوي مسلڪ وارن جا تنازعا ۽ جهيڙا تاريخ جو هڪ باب آهن. قاضي قاضن ڪڏهن بہ ”مڪي“ ۽ ”ملتان“ کي ساڳي اهميت ڏيڻ جي ڳالهہ ڪري نٿو سگهي. ان ڪانسواءِ ”ملتان“ جيڪا اهميت طريقت وارن لاءِ اختيار ڪئي، سا بہ تاريخي طرح اهو پٽي ڏيکاري تہ هيءُ

← (ماٺهو نحو ۽ صرف ۾ لڳل آهن، ۽ منهنجو مَنُ دوست جي مطالعي ۾ مشغول آهي. اهو ئي پڙهيو ٻيو پڙهان، ۽ اهو ئي ساڳيو اکر اچاريو ٻيو اچاريان.)
”بيان العارفين“ ۾ اچي ٿو تہ شاهہ ڪريم فرمايو تہ منهنجي مرضي ٿي تہ ڪتاب ”ڪشف الاسرار“ پڙهان. ان وقت صابوءَ سومري، جو زماني جي عارفن ۽ بزرگن مان هو، تنهن چيو تہ نہ پڙهو، فقط خدا کي ويٺا ياد ڪريو. مون کي بہ اها نصيحت وڻي. پوءِ پاڻ هميشه قاضي قاضن جو هيءُ بيت نقل ڪندا هئا:
سيئي سيل ٿئام، پڙهيام جي پاڻ لءِ،
اکر اڳيان اُيري، واڳو ٿي ورئامِ.
تصوف ۽ طريقت جي ڪنهن بہ صاحب قاضي قاضن جهڙو اعليٰ عارفانہ فڪر پيش نہ ڪيو آهي. مهدي جونپوريءَ سان عقيدت هڪ الڳ مسئلو آهي. هن بابت مولانا ابوالڪلام آزاد جي ڪتابن کي پڙهيو وڃي تہ ساري حقيقت عيان ٿي پوندي.
(ادارو، ٽماهي مهراڻ)

ڪلام هڪ اهڙي بزرگ جو آهي جيڪو "ملتان" ڪي اها اهميت ڏئي ٿو ۽ يقيناً قاضي قاضن کان گهڻو پوءِ جو آهي. ڇاڪاڻ ته "ملتان" وڃڻ ۽ "انڌن وڃي ملتان لڌو" جون روايتون گهڻو پوءِ جون آهن.

جنهن گرنٿ مان اوهان کي هي بيت مليا آهن، ان ۾ ڪي ارڙهين صديءَ جا ڪوي پڻ آهن – مثلاً غريبداس (1717ع - 1778ع). ان جي اها معنيٰ ٿي ته هي گرنٿ ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ يا ان کان به پوءِ اڻويهين صديءَ جي شروع ۾ لکيو ويو، ۽ هڪ قسم جو ڳٽڪو ۽ مجموعو (Anthology) آهي. ان ڪري اهو انومان وڏيڪ وسهڻ جوڳو آهي ته هي بيت ڪنهن اهڙي شاعر جا آهن، جيڪي ٻوليءَ ۽ خيال جي لحاظ کان قاضي قاضن کان گهڻو پوءِ جو يعني ارڙهين صديءَ جو ڪو ڪوي آهي، پر سندس نالو قاضي قاضن هو يا لکيو ويو. ظاهر آهي ته ان جو قطعي فيصلو ته تڏهن ٿي ٿي سگهندو جڏهن ڪو ٻيو دستاويز ۽ قلمي نسخو ملي، جنهن ۾ تاريخن سان اهو ثابت ٿئي ته هيءُ ڪلام فلاڻي ڪويءَ جو آهي. اهو دستاويز ڳولهڻ به هڪ وڏو ڪم آهي، ۽ اهو هندستان ۾ ئي ڪو اوهان جهڙو "هيرو" ڳولي سگهي ٿو، جيڪو ديوناگري کان واقف هجي. منهنجو اهو پڪو وشواس آهي ته سنڌي ادب جو وڏو حصو ديوناگري لپيءَ ۾ ڪڇ، ڪاٺياواڙ، بمبئي، بڙودا، احمد آباد وغيره پاسي موجود آهي. خاص طرح بڙودا يونيورسٽيءَ جي قلمي نسخن ۾ ڪيترن يورپي ماهرن سنڌيءَ جا قلمي نسخا ديوناگريءَ ۾ لکيل ڏٺا آهن. انهن مان هڪ ڪي آءُ ذاتي طرح سڃاڻان ۽ سانس خط و ڪتابت ڪندو رهيو آهيان.

ساڳيءَ طرح يورپ ۽ آمريڪا جي لئبررين ۾ پڻ جهونا سنڌي ڪتاب ديوناگري لپيءَ ۾ موجود آهن، جن جي ٻولي سمجهه ۾ نه اچڻ ڪري عالمن انهن کي هندي، گجراتي يا سرائڪي سمجهي رکي ڇڏيو آهي. مون سان اهڙو واقعو ٿي گذريو آهي، جنهن جي روداد گهڻا سال ٿيا، "نئين زندگيءَ" ۾ بيان ڪئي هيم. برٽش ميوزم جي سرائڪي سيڪشن ۾ غالباً 1710 سنبت جو هڪ ڪتاب مليم، جنهن ۾ سنڌي ۽ راجستاني نثر توڙي نظم جا نمونا ملن ٿا؛ آسان ديوناگري ۾ آهي ۽ آءُ پي . ايچ .ڊيءَ لاءِ ان تي مٿا ڪُٽ ڪري رهيو آهيان.

ان ڪتاب ۾ ڪبير، سورداس، پرمانند، قاضي محمود، ٽرداس، نارد

۽ نارنگ جا چوپائيا، اشلوڪ، پڇن، ڏوهيڙا ۽ بيت ڏنل آهن. اڇرج ان ڳالهه جو آهي تہ ان ۾ جيڪو سنڌي ڪلام آهي، سو قاضي قاضن جي اڳ موجود بيتن واري سلوٽي ٻوليءَ سان هم آهنگ آهي. مون ان جا ڪيترا مثال "نئين زندگيءَ" ۾ ڏنا هئا. پر هت بہ هڪ ٻہ مثال ڏيئي واضح ڪرڻ گهران ٿو.

ماڻڪ مٽ ڪيوم، اونداهيءَ ۾ اوجرو،
هلندي در حبيب جي، سمر سوءِ ٿيوم،

O

ٿيلانهين ٿيوس (؟) اگوندرو عالم ۾.
وڪر هٽي وَنِڪ، ڪنجي ڪارو ٿئي.

O

پيئي سڪَ پچارِ، ڏِهہ ۾ ڏونگر ڄام جي،
.................. سيني ڪيا سينگار،
آراٽيءَ آڌار، عالم لڳو آسري!

مٿيان بيت نقل ڪرڻ جو هڪڙو مقصد اٿم، سو اهو ڏيکارڻ آهي تہ قاضي قاضن، شاهہ عبدالڪريم، لطف الله قادري، شاهہ عنات ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي شاعري هڪ اهڙي روايت آهي، جنهن جي ٻولي چار پنج سؤ ورهيہ سنڌ جي ادبي ماحول تي حاوي رهي آهي ۽ گهٽو ڪري سمورن شاعرن ان محاوري، ان لهجي ۾ ئي شاعري ڪئي آهي. مٿيان تي بيت 1710 سنبت جي آڌار تيِ سترهين صديءَ جا آهن ۽ سندن ٻولي اها ساڳي آهي، جيڪا ان روايت جي آهي. ان کان هٿيل ٻولي يقيناً ان کان پوءِ جي آهي، جيئن اسين سچل، بيڪس ۽ بيدل واري روايت ۾ ڏسون ٿا. اوهان جيڪو ڪلام سهيڙيو آهي، ان جا گهاڙيٽا، لفظ ۽ تجنيسون ان پوئين روايت جون آهن. ان ڪري گمان آهي تہ اهي ارڙهين صديءِ جي ڪنهن شاعر جون آهن، جنهن جي نالي جي يا تہ خبر نہ ٿي پوي يا سندس نالو ئي قاضي قاضن آهي، پر هي قاضي قاضن، اڳئين قاضي قاضن کان علحدو ۽ الڳ آهي.

انهن تاريخي ڳالهين کان سواءِ جڏهن هن جي ڪلام جي اندروني

شاهديءَ تي ٿو اچجي تہ بہ اهائي ڳالهہ ثابت ٿئي ٿي تہ هيءُ ڪلام هڪ تہ مشهور و معروف قاضي قاضن جو نہ آهي ۽ ٻيو تہ هيءُ ڪلام ڪنهن اهڙي شاعر جو آهي جيڪو پوءِ جو شاعر يعني ارڙهين صديءَ جو شاعر آهي. (جيڪا ڳالهہ بذات خود هڪ اهم ڳالهہ آهي ۽ ان جي اهميت سنڌي علم و ادب لاءِ گهٽ نہ آهي).

ٻيهرين ڳالهہ تہ اها آهي تہ هنن بيتن مان ڪافي بيت صاف سرائيڪي ۽ پنجابي جا آهن. ڪيترن بيتن ۾ وري سرائڪي ۽ پنجابي گاڏڙ ساڏڙ آهي. جيتريقدر ان ڳالهہ جو تعلق آهي ڪوبہ صف اول جو شاعر ان حد تائين لهجن کي گاڏڙ ساڏڙ ڪري ڪلام نہ چوندو. صف اول جي شاعر کي جيڪڏهن ڪنهن خاص لهجي ۾ ڪلام چوڻو هوندو آهي تہ هو مڪمل طرح سان ان لهجي ۾ ڪلام چوندو: ڪڏهن بہ ٻن يا ٽن ڪان وڌيڪ لهجن کي گڏي سڏي نہ چوندو، ڇاڪاڻ تہ ان طرح نہ هو پاڻ ئي ان ڪان مطمئن ٿي سگهندو ۽ نہ ئي سندس ٻڌندڙ. مثلاً هي بيت مڪمل طرح پنجابي آهي:

يَلي وي يَلي، يَلي تگاون آئي،
بابا آدم، اتي حوا يُلي، يَلي سڀ دنيائي. (نمبر 95)

هي بيت مڪمل طرح سرائيڪي آهي:

هَرَ هَرَ فال ڪريند يان، رَڏي گئي وهاءِ،
وجي پو چو سانوڻ ستيان، لاوي لڳن آءِ. (نمبر 100)

هي بيت وري گاڏڙ ساڏڙ آهي:

مٺن پانبي سون، هي جَرَ پوس جرڪٿون،
وِئين ورائي وَن، ڪهہ لڳي ڪارو ٿيو. (93)

اهڙا ٻيا بہ ڪيترا مثال پيش ڪري سگهجن ٿا.

جيتريقدر بيتن جي ٻوليءَ جو تعلق آهي، اها بنهہ سادي آهي، ۽ ان معيار جي نہ آهي، جنهن لاءِ قاضي قاضن جا موجود ست بيت معروف آهن. ڪي ڪي لفظ تہ اهڙيءَ طرح ڪم آندل آهن. جيڪي فقط اڻ پڙهيل ملنگ ماڻهو ئي ڪم آڻيندا آهن. قاضي قاضن تہ وڏو عالم فاضل شخص هو. خاص طرح هيٺيان لفظ قاضي قاضن جي علم وفضل جي معيار وٽان ٿي نٿا سگهن.

ڪتبيان (بيت نمبر 2)، قرآڻ (بيت نمبر 4 ۽ 63)، ملتاڻ (بيت نمبر 20)، سهباز (بيت نمبر 22)، عرس (بيت نمبر 22 ۽ 24)، سهر (بيت نمبر 25 ۽ 26)، سفيفي، سفافيان، سفافي (بيت نمبر 26)، ڪاگد (بيت نمبر 42 ۽ 43) وغيره.

اهي تہ خير عربي لفظ ٿيا، پر خود سنڌي ترڪيبون بہ شعري لحاظ کان جت ڪٿ معيار کان گهٽ آهن. ڪن ڪن هنڌن تي تہ ٻوليءَ ۾ ايترو جهول آهي ۽ اهڙي غير شاعرانہ ۽ غير سنڌي ماحول جي آهي جو قاضي قاضن تہ پري رهيو پوءِ جي رواجي شاعرن سان بہ هوند ان کي پيتي نہ سگهبو. آءٌ فقط هڪڙو ئي مثال ڏيندس تہ ڳالهہ واضح ٿي ويندي.

سُجي لٽي حبابُ ڇٽي، سو سڄڻ ڪٽ گئي،
جِتي بال سرير ۾، تِتِي ڇَن پئي. (76)

جيڪڏهن ڪلام کي چند وديا جي اصولن تي پرکبو تہ اهو ظاهر ٿيندو تہ اڪثر شعر لاوان ۽ جهول وارا آهن. اها ڳالهہ ڏاڍي اهم آهي، ڇاڪاڻ تہ قاضي قاضن جا بيت اسان وٽ معيار ۽ مثال طور موجود آهن، جيڪي پدن ۽ ماترائن جي ڳڻپ موجب صحيح ثابت ٿين ٿا. پر هن ڪلام ۾ سواءِ پنجن ڇهن بيتن جي، باقي سيني ۾ جهول آهي. جيڪي صحيح ثابت ٿين ٿا، تن جا بہ اڌ بند صحيح تہ اڌ غلط آهن ۽ اهي بہ اهي ئي بيت آهن جيڪي اڳ ئي قاضي قاضن جا ڇپيا وڃن ٿا. مثلاً نمبر 3 بيت هن ريت آهي:

ڪنز قدوري ڪافيا، ڪي ڪين پڙهيام،
سو ڏيهو ئي ڪو ٻيو، جان ئي پرين لڌام.

پهرين سٽ چندن جي حساب تي پوري آهي، پر ٻي سٽ اصول کي اورانگهي وڃي ٿي. 4 نمبر بيت هن ريت آهي:

پڙهندو پئي ويو، ڪوڙين لکَ قراڻ،
لکي لوڪ نہ سگهيو، پاڻي اندر پاڻ!

هن ۾ بيت جي پهرين سٽ ۾ جهول آهي، ۽ ٻي سٽ صحيح آهي.

ان طرح سان گهڻو ڪري سمورا بيت جهول رکن ٿا. البت ائين آهي تہ ڪن بيتن جون جيڪڏهن پڙهڻيون بدلائجن تہ شايد سندن صورت بهتر ثابت ٿي سگهي ٿي. پر اها ڪوشش هڪ جدا ڳالهہ آهي.

خط بنهہ ڏکهو ٿي ويو آهي. منهنجو مقصد فقط اهو هو تہ اوهان جي محنت، جفاڪشي ۽ ڪوجنا جو قدر ڪرڻ جي باوجود، سنڌي علم ادب لاءِ هن ڪلام جي اهميت ۽ تاريخي نوعيت تي تبصرو ڪري وڃان. آءُ اها ڳالهہ وري بہ ورجائڻ گهرندس تہ باوجود ان ڳالهہ جي تہ هيءُ ڪلام قاضي قادن جو آهي يا نہ، اوهان سنڌي ادب کي ڪم از ڪم تي سئو سال پراڻو اڻ ڇپيل بلڪ اڻ ڇاتل ڪلام مهيا ڪري ڏنو آهي، ۽ سنڌي علم ادب جي جمود ۾ گهڻي وقت کانپوءِ پهريون پٿر اڇلائي پنهنجو نالو امر ڪري ڇڏيو آهي. اوهان جي محنت جفاڪشي، ڪوجنا ۽ سنڌي ٻوليءَ جي اپياس لاءِ پيار لاءِ اوهان کي مبارڪن ڏيڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهان.

وري ڪنهن ٻي فرصت ۾ اوهان کي هن ڪتاب جي اهميت جي باري ۾ تڏهن لکي سگهندس، جڏهن وري پنهنجون پراڻيون پوٿيون کوليان ۽ آڳاٽي ادب کي خاص ان نقطہ نظر کان ويهي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريان. پر ايترو يقين اٿم تہ اوهان جي هن ڪتاب تي سنڌ ۾ چڱو چوٻول ٿيندو، جيڪا ڳالهہ سنڌي ٻوليءَ لاءِ برڪت ثابت ٿيندي.

اوهان جو سراج

تنوير عباسي

# * قاضي قادن جو ڪلام

مؤلف: هيرو ٺڪر.
بوچا پبليڪيشنس، C - 8/16313 ، لارينس روڊ، دهلي 110035.
قيمت: رواجي 12/00 پڪو جلد: 15/00
مهاڳ: جٹرام داس دولترام
دعائون: رام پنجواڻي
صفحا: مقدمر: 83 متن 60.

قاضي قادن جي وڏيڪ بيتن جي هٿ اچڻ، سنڌي ٻولي جي ادبي تاريخ ۽ تحقيق لاءِ نوان باب کوليا آهن. اهو اسان جي ادب لاءِ هڪ نيڪ فال آهي، ۽ اسان جي ادبي روايتن جي قدامت جو وڏو ثبوت پڻ.

شري هيري ٺڪر، هڪ مٹ (مڙهيءَ) مان هن ڪلام ک هٿ ڪري ان جون پڙهٽيون قائم ڪري ان کي ڇپايو آهي، جنهن لاءِ کيس ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جهڙا محقق ۽ عالم به مبارڪون ڏئي چڪا آهن.

قاضي قادن جو ڪلام، ڀارت جي هرياڻا صوبي ۾ راٺيلا نالي ڳوٺ مان هٿ آيو آهي، جتي هڪ پستڪ ۾ ڪبير، سورداس، دادو ديال، شاهه حسين ۽ ٻين جي ڪلام سان گڏ ارڙهين صديءَ ۾ لکيو ويو هو.

هن واقعي مان ظاهر ٿئي ٿو، تہ سنڌيءَ جو وڏو ادبي ذخيرو ديوناگري لپيءَ ۾ موجود آهي. ڪجهہ سال اڳ سراج پڻ برٽش ميوزم لائبريريءَ مان، ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل سنڌي بيت (جيڪي شاهہ لطيف کان بہ اڳ جا هئا) ڳولي ڪڍيا ۽ انهن جي باري ۾ "نئين زندگي" ۾ هڪ مضمون لکيو.

ان حقيقت کي آڏو رکي اهو لازمي ٿيو پوي، تہ سنڌي قديم ادب تي کوجنا ڪرڻ لاءِ اسان جي عالمن ۽ محققن کي ديوناگري لپي سکڻ ۽ ان ۾ لکيل پراڻن ڪتابن کي پڙهڻ گهرجي.

ٻي ڳالهہ، جيڪا هن واقعي مان واضح ٿي ٿئي، تہ هندن جي پوتر جاين تي، مسلمان شاعرن جو ڪلام، هندن جي مذهبي توڙي ادبي شخصيتن

* ڊاڪٽر تنوير عباسي جن جي ٿورن سان سنڌن هي ليک: ٽماهي مهراڻ 4-1978 تان کنيو ويو.

سان گڏوگڏ رکيو ويو آهي. اها ان دور جي بي تعصب سماج جي خوبي آهي. جتي سورداس، ميران ٻائي ۽ گرو نانڪ آهن تہ اتي شيخ فريد، شاھ حسين ۽ قاضي قادن پڻ آهن.

قاضي قادن جي ڪلام کي هرياڻا توڙي برهانپور تائين مشهوري ملي. ان زماني ۾ سنڌ جو علم فضل ڪيڏو نہ ڦهليو، اها ڳالھ بہ خوشيءَ جهڙي آهي.

قاضي قادن تي هيري ٺڪر جي ڪتاب ڇپجڻ سان ئي ادبي ماحول ۾ چُر پُر آئي. سنڌ جي مشهور محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪيس مبارڪون ڏنيون. هو صاحب تفصيلي تبصرو ڪجھ وقت کان پوءِ لکندو. * ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي "قاضي قادن" ۽ قاضي قاضن" نالي جي صحت تي بحث ڪيو آهي، ** ۽ ڀڳت گرداري لعل لکيو آهي تہ اهو ڪلام، جيڪو هيري ٺڪر ڇپايو آهي، سو ماڳھين ميان مير جو آهي، نہ قاضي قادن جو.

انهن سيني مسئلن جي تحقيق ۽ ڇنڊ ڇاڻ لاءِ، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي تفصيلي محققانہ تبصري جو انتظار رهندو. جنهن جي باري ۾ هن صاحب "هلال پاڪستان" واري ڇپيل خط ۾ اظهار ڪيو آهي. بهر حال انهن مسئلن تي ٿوري ڇنڊ ڇاڻ ڪجي تہ بهتر آهي.

## قاضي قاضن يا قاضي قادن

اول اول، سيني تاريخن ۾ 'قاضي قاذن' يا 'قاضن' لکيل آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ ۾ 'قاضي قادن' لکيو آهي، جيڪو ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي لکڻ موجب بنا دليل ۽ بنا سند جي آهي. ڊاڪٽر عبدالمجيد مختلف قديم ڪتابن جي حوالن سان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ اصل نالو "قاضن" آهي. هيري ٺڪر، جي باري ۾ هن صاحب لکيو آهي تہ، هن "قاضي قاضن" ڊاڪٽر بلوچ جي تقليد ۾ لکيو آهي. حالانڪ هيري ٺڪر صاف لکيو آهي تہ اصل هٿ آيل قلمي نسخي ۾ "ڪاجي ڪادن" لکيل آهي. اهو قلمي نسخو، جيڪو راٽيلا جي مَٺ ۾ موجود آهي، اهو قديم آهي، ان ڪري ان جي لکجڻ جو وقت بہ قاضي قادن کي سڀ کان ويجهو آهي، ان ڪري ان جي روايت کي ئي تسليم ڪرڻ گهرجي.

* ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جو بعد ۾ لکيل تصنيف ليک هن ڪتاب ۾ اڳ ئي شامل رکيو ويو آهي. جنهن ۾ هن "قاضي قادن جو ڪلام" جو تفصيلي جائزو ورتو آهي.

** ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد جن جو اهو ۽ ٻيو تفصيل ليک پڻ هن ڪتاب ۾ هن کان اڳ شامل رکيو ويو آهي.

## ميان مير جو مسئلو

پگت گرڏاري لعل انهن شعرن کي قاضي قادن جا تسليم نٿو ڪري، ۽ لکي ٿو ته اهي سندس پاڻيجي ميان مير سنڌيءَ جا آهن. جيڪي اجا تائين پگت ميان مير جي نالي ڳائيندا ٿا رهن. هو صاحب لکي ٿو ته پاڻ پگت هريداس جو چيلو آهي، هن صاحب اهو به لکيو آهي ته ميان مير سنڌي، قاضي قادن کان ملڪي مسئلن جي اختلاف تان ڪاوڙجي، پنجاب هليو ويو هو.

پهرين ڳالهه، ته دارا شڪوه جو مرشد، ميان مير سنڌي، قاضي قادن جو پاڻيجو نه، پر سندس ڏوهٽو هو ۽ هو قاضي قادن جي وفات وقت هڪ سال جو هو. ان ڪري هن جو قاضي قادن سان ملڪي مسئلن تي ڪاوڙجي پنجاب لڏي وڃڻ ممڪن ئي ناهي. ٻيو ته ميان مير سنڌي جو دؤر، قاضي قادن ڪانپوءِ جو دؤر آهي ۽ ان وقت جي سنڌي ٻولي، جيڪا اسان کي ملي ٿي، قاضي قادن جي ڪلام کان پوءِ جي ٿي لڳي. قاضي قادن جي هٿ آيل بيتن جي زبان مان ئي لڳي ٿو ته اها زبان قديم آهي. ان ڪري، بنا ڪنهن سَند جي، ۽ تاريخي حوالي جي، انهن بيتن کي ميان مير سنڌيءَ جي نالي منسوب ڪرڻ زيادتي آهي.

## قاضي قادن جو سياسي ڪردار

قاضي قادن جي شخصيت سنڌ جي تاريخ ۾ تڪراري رهي آهي. هو سمن ۽ ارغونن جي دورن ۾ رهيو؛ سيد مهدي جونپوريءَ جو مريد ٿيو؛ شاهه بيگ جي لشڪر جي قرلٽ ۽ سندس پار ٻچا قيد ٿيا ۽ هو ڇرين وانگر ڪين ڳوليندو وتيو - نيٺ ڪوشش ڪري اها قرلٽ بند ڪرايائين؛ سيد حيدر سنائي تي سندس مرشد جي قتل جي فتويٰ ڏنائين، ۽ پاڻ سندس (شاهه بيگ) خاص صلاحڪارن مان هو.

## قاضي قادن جي شاعري

قاضي قادن جي شاعريءَ جي اڀياس ڪرڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته هو سنڌي ڪنڊ جي شاعرائين روايتن کان پوريءَ طرح واقف هو، ۽ ان جو اونهو اڀياس ڪيو هئائين. هو ته شريعت جو صاحب؛ پر تڏهن به صوفين وانگر ڪتابن جي علم کي نِنديو اٿائين:

جو جو پارهہ لک، ڪوڙين، ڪتيبان جي پڙهڻ،
ايهہ سبائي سک، جان جان پريان نہ مڙءِ. (2)



پڙهندو پئي ويو، ڪوڙين لکين ڦراڻ،
لکي لوڪ نہ سگهيو، پاڻي اندر پاڻ. (4)

قاضي قادن جي شاعريءَ ۾، ڪيترا اهڙا موضوع آهن، جن جي روايت هن وٽان ئي شروع ٿي آهي، ۽ اهي موضوع اڳتي هلي سنڌي شاعرن جا پسنديده موضوع ٿي پيا - شاهہ عنات ۽ شاهہ لطيف تہ انهن موضوعن تي سچا سر لکيا - 'ڪارايل' جي هنج جي اوائلي صورت قاضي قادن وٽ اجها هيءَ آهي:

در پورا سي گهران، حقيقتا هنجهہ،
ڪوڙين هنذان ڪڻ چڳن، سر پاڻيءَ جي منجهہ. (14)

ڪلياڻ جي 'ويد ۽ واڍوڙ' جي ابتدائي شڪل بہ قاضي قادن وٽ ملي ٿي:

اُنهان اندر ماهہ، ٻاهر ڏک نہ پڌرا،
ويد ڪريندو دانهہ، پسان سي واڍوڙيا.

قاضي قادن هن بيت ۾ سسئيءَ جو نالو تہ نہ ڪنيو آهي، پر ان جو پس منظر سسئي پنهونءَ جو داستان ٿو پيانئنجي:

لڳي وڃان پير، دانهان ڪندي ڏونگر،
سوئي سڄڻ ميڙ، جنهين هئون ڏکئي. (49)

ساڳيءَ طرح بيت 34، 35 ۾ رامڪليءَ جي جوڳين، ۽ بيت 60، 61 ۾ 'مُلان' ۽ بيت 72 ۾ 'ڏهيسر' جو ذڪر آهي - انهن موضوعن ۽ مضمونن، جن جي قاضي قادن شروعات ڪئي، اهي صدين تائين سنڌي شاعريءَ تي اثر انداز رهيا - ائين ٿو لڳي تہ سسئي، ڪلياڻ، ڪارايل، رامڪلي، سورٺ ۽ ڪلاسيڪي شاعريءَ جا ٻيا سُر، قاضي قادن جي شاعريءَ کان متاثر ٿيل آهن.

## قاضي قاضن جي شعر جو گهاڙيٽو

دوهي ۽ سورٺي مان بيت جي ارتقا جا ابتدائي اهڃاڻ پڻ قاضي قادن جي شاعريءَ ۾ لڀن ٿا. دوها چند بہ قاضي قادن وٽ آهي، جيئن:

جتي سچ سنسار سان سہ جا سائين ساڻ هوءِ،
تـو پڌر هي پيـڙا تري، جہ ٿـانءُ نير نہ ڪـوءِ. (68)

سورٺا چند جا مثال پڻ ملن ٿا. جن ۾ قافيو ٻنهي مصراعن جي وچ ۾ ٿو اچي:

سيٽان هندو سگيو، پپيهو آيو،
لَکي لوڪ نہ سگهيو، اسان ڳالهايو. (67)

دوها سرونا ميل جا مثال پڻ آهن:

سچي سائينءَ سان، تون مَ ڪر ڪوڙِ ڪوڙيان،
جي تون منجهہ هيانو، وو سيو ڪلي پرڪٿو. (66)

ٻن سٽن وارا بيت گهڻا آهن، پر قاضي قادن وٽ ٻن سٽن کان وڌيڪ سٽن وارن بيتن جا مثال پڻ موجود آهن:

سچ پيارا سائينيان، سائينءَ سچ سهاءِ،
سچي منگل نـہ دهئہ، سچي سرپ نہ کاءِ،
سچ سمندان سر چڙهئہ، ڪوڙ ڪکائين باھہ،
جڏهون، ڪڏهون ڪوڙ ڪي، ڏيندو سچ سزاءِ. (69)



تون آڌار سڌار تـون، تـون اڏائـون اڏ،
تون ئي اکڙين مون، تون ئي اندر هڏ،
ڳل لڳي ڳالهہ چوان، ڪيهي حاجت سڏ. (109)

ٻن سٽن کان وڌيڪ سٽن وارن بيتن ۾، قافيو سيني سٽن جي پڇاڙيءَ ۾ تو اچي. قاضي قادن جي هٿ آيل بيتن مان، هيئين بيتن ۾ سندس مشاهدي جي قوت، اصليت ۽ فڪر جي باريڪين جا اهڃاڻ ملن ٿا:

جي سالورو (1) سـتِ لهي، ڪنولان سندي ڪاءِ،
تو پيو پاتال ۾، هوند نـہ مِتي ڪاءِ. (18)



روز محشر ڏينهڙي، سـتر سچ تپن،
سيوئي جر پانئيان، جي مون پرين مڙن. (52)

---

(1) ڏيڏر

•

ماوَ (1) مصليٰ ويرُ، هاٿي ويئي وساريون،
عيد ڪريندو ڪير، ماڪي سڄڻ گڏيو. (57)

•

جيئن ڦقڙ ماهه ۾، ائين روزا عيد نماز،
اجا آهي ڪاءِ ٻي، الله سندي حاج. (58)

شري هيري لکر هن بيت جي معنيٰ ٺيڪ نہ ڪئي آهي. چوندا آهن ”ڦقڙ نہ گوشت“ معنيٰ ماس ۾ ڦقڙ کي گهٽ اهميت آهي، تيئن روزن ۽ عيد نماز کي ’ٻي حاج‘ کان گهٽ ڀانئنجي - هن بيت جو مفهوم شاهہ لطيف جي بيت ”ايءُ ٻڻ چڱو ڪم“ سان ملي ٿو اچي.

ڏيهہ لتا سنجها پئي، اڳون آئي رات،
ڪڙا ڀڪاري پاتئي، ٻيڙا ڪپر وات. (74)

•

پريان سندي ڳالهڙي، مر منجهين ٿي هوءِ،
ٻڌائين ٻين کي، ڪيهو ڪاج سريوءِ. (47)

•

ڪڏهن ٻيريءَ ٻور، ڪڏهن ڦل نہ هڪڙو،
ڪڏهن پريان جا پور، ڪڏهن سڪان سڏ کي. (50)

•

جي سائين سون سچ، تون ٻَو ڪوڙا ستڙي،
ايا ٿي ڪر نچ، توڙي اگرڙا بلئہ. (102)

مٿي ڏنل بيتن جي اڀياس ڪرڻ سان معلوم ٿو ٿئي تہ سنڌي شاعري قاضي قادن جي دؤر ۾ بہ ايتري رچيل ۽ ترقي يافتہ هئي، جو ان ۾ ڳوڙها ۽ پيچيدا خيال، ڀانت ڀانت جا موضوع، ۽ مشاهدي، توڙي مطالعي جا نتيجا اچي ٿي سگهيا، ۽ فيلسوفيانہ توڙي صوفيانہ، ڀڳتي توڙي ويدانت جا مضمون سمائجي ٿي سگهيا.

---

(1) منهنجو

## شاهہ لطيف تي قاضي قادن جو اثر

هر شاعر تي، پنهنجي ابتدائي دؤر ۾ ڪانئس اڳ جي مشهور شاعرن جو اثر پوندو آهي. ڪي ادبي روايتون هونديون آهن، جن جو بنياد ڪي شاعر وجهندا آهن تہ ٻيا وري انهن روايتن کي سنواري، سينگاري، ڇِلي گهڙي، فن جي بلندين تائين پهچائيندا آهن. قاضي قادن، شاهہ ڪريم ۽ شاهہ عنات جي روايتن کي شاهہ لطيف پنهنجي فن سان سوڊي سنواري، ڇِلي گهڙي، چوٽ تي پهچايو. قاضي قادن جي شاعريءَ ۾ اهي اهڃاڻ ملن ٿا جن روايتن تي هلي، سنڌي شاعريءَ اڳتي وڌي ۽ شاهہ لطيف وٽ پنهنجي انتهائي بلنديءَ تي پهتي. قاضي قادن سنڌي شاعريءَ لاءِ ڪوتائي ڪري پيڙهہ ٻڌي، شاهہ ڪريم ۽ شاهہ عنات ان تي اوساري ڪري ڍانچو تيار ڪيو. تہ شاهہ لطيف ان کي رنگ روپ هڻي سينگاري، سنواري هڪ خوبصورت عمارت بنايو.

قاضي قادن جي هيٺ ڏنل بيتن ۾ آيل سِٽون يا محاورا اسان کي شاهہ لطيف جي شاعري ۾ بہ ملن ٿا.

قاضي قادن جا بيت آهن:

لائي لام الف سان، ڪاتب لکين جيئن
ون هنيڙو پريان سان، لڳو آهي تيئن. (8)



ڪايا مهہ ڏيئي، پينا جي درياوَ ۾،
پسندا سيئي، ماڻڪ اکڙين سين. (13)



ڪي ويجهائي ڏور، ڪي ڏوري ئي ولها،
هوئي جر سالور، لڌي نہ ڪنولانهِ ڪر. (19)



عين قصر در لک، ڪوڙين سهسين ڪڙڪيان،
جان ئي ڪرين پرک، تان ئي سجڻ سامهان. (32)



•

ستو سڄي رات، مهه ڏڪي مٺن جيئن

نه تو سنبل تات، نه جهوري تو آمه ڪا.

هنن بيتن ۾ ليڪ ڏنل محاورا شاهه لطيف وٽ به ملن ٿا. ان مان ظاهر ٿو ٿئي ته قاضي قادن جو اثر شاه لطيف جي دؤر تائين به رهيو.

شاهه لطيف جا بيت:

[1]

ڪاتب! لکين جنءَ، لايو لام الف سين،
اسان سڄڻ تِنءَ، رهيو آهي روح ۾.

[2]

وٺا جي عميق ڏي، مَه ڪاٿو ڏيئي،
تن سپون سوجهي ڪڍيون، پاتارا پيهي،
پسندا سي ٿي، امل اکڙين سين.

[3]

ڪي اوڏا ئي ڏور، ڪي ڏور به اوڏا پرين،
ڪي چڙهن نه چت تي، ڪي وسرن نه مور،
جنءَ مينهن ڪنديءَ پور، تئن دوست واڪو دل سين.

[4]

ايڪ قصر، در لک، ڪوڙين ڪٺس ڳڙڪيون،
جيڏاهه ڪريان پرک، تيڏاهه صاحب سامهون.

[5]

ستينءَ سنجهيئي، ويڙهي مَهُ مٺن جنءَ،
اوجاڳو اکڙين ڪي، جاتوءِ نه ڏيئي،
هٿا تو پيئي، ڪڇو ڪيچين ڪي ڪرين.

شري هيري ٺڪر جي لکڻ موجب ”ساهتڪ کيتر ۾ ڪرامتون نه ٿينديون آهن“ (ص 23). هر شاعر ڪنهن ماحول ۽ پس منظر جي پيداوار هوندو آهي. قاضي قادن تي پڻ پنهنجي همعصرن ۽ اڳ وارن شاعرن ڪبير،

سورداس، شيخ فريد، گرونانڪ ۽ ميران ٻائيءَ جو اثر آهي (ص 29). ڪي بيت گروگرنٿ ۾ پڻ دادو ديال جي نالي آهن (ص 43). جن جي ٻولي سنڌي آهي. هيري نڪر وٽ جيڪي دادو ديال جا بيت آهن، تن مان هو صاحب اهو نتيجو ڪڍي ٿو ته، اهي بيت هن قاضي قادن کان متاثر ٿي چيا آهن. اهي سڀ ڳالهيون شري هيري ٺڪر جي ڳالهه ته، "ادبي ڪيتر ۾ ڪرامتون نه ٿينديون آهن" جي ثابتي آهن. قاضي قادن پاڻ کان اڳ وارن شاعرن کان اثر ورتو، ۽ پاڻ ڪانپوءِ ايندڙ شاعرن تي اثر وڌائين.

هيري ٺڪر جي هيءَ ادبي کوجنا، سنڌي ادب تي هڪ احسان آهي. بهتر هو ته اصل نسخي جا فوٽو پڻ ڏنا وڃن ها. ان تصنيف سنڌي عالمن ۽ ماهرن لاءِ نيون راهون کوليون آهن. هن ڏس ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ماهرن، پير حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، شري موتي لعل جوتواڻي، شري منگهارام ملڪاڻي ۽ ٻين ماهرن کي قلم کڻڻ گهرجي، پنهنجا رايا ڏيڻ گهرجن.



## اداري جا ڇپرايل ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| **لطيفيات** | | |
| شاهه جو رسالو (الف- ب وار) | ڊاڪٽر محمد عالم سومرو | 300/= |
| شاهه جو رسالو (ٽيئي جلد گڏ) | هوتچند گربخشاڻي | 300/= |
| شاهه جو رسالو (مڪمل) | ڪلياڻ آڏواڻي | 200/= |
| شاهه جو رسالو | غلام محمد شاهواڻي | 300/= |
| شاهه لطيف جي شاعري | تنوير عباسي | 120/= |
| مقدمه لطيفي | هوتچند گربخشاڻي | 30/= |
| گربخشاڻيءَ وارو شاهه جو رسالو منهنجي نظر ۾ | پيرومل مهرچند آڏواڻي | 70/= |
| **صوفي بزرگن جو ڪلام** | | |
| شاهه ڪريم جو ڪلام | ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 90/= |
| سچل جو رسالو (سنڌي ڪلام) | عثمان علي انصاري | 200/= |
| **شاعري** | | |
| ڌرتي ڏين ڌرم | ابراهيم منشي | 55/= |
| گونڌر ويندا گذري | ابراهيم منشي | 75/= |
| سمنڊ جاڳي ٿو | ادل سومرو | 90/= |
| زندگي زندگي | استاد بخاري | 100/= |
| نه ڪم نبريو - نه غم نبريو | استاد بخاري | 120/= |
| ولولو ۽ ووڪ | استادي بخاري | 75/= |
| ميلا ملهالا | استاد بخاري | 75/= |
| لهري لهري ۾ لالاڻ | استاد بخاري | 125/= |
| گلدستي ۾ گيت | استاد بخاري | 300/= |
| **ناول** | | |
| سنڌ باد جو سفر | علي بابا | 50/= |
| درد جو درياهه | موهن ڪلپنا | 55/= |
| ساهه مٺ ۾ | ماڻڪ | 55/= |
| ٽي ناوليٽ | ماڻڪ | 55/= |
| غدار | ڪرشن چند/ ولي رام ولڀ | 30/= |
| ڏونگر منجهه ڏيئو | بورس پوليوائي/ پرويز | 100/= |
| ماءُ | ميڪسم گورڪي/ گوبند مالهي | 60/= |
| پرين پکڻ چوڙيا | شهيدالله قيصر/ غلام نبي ناشاد | 65/= |
| ڌاريو | البيرڪاميو/ ولي رام ولڀ | 65/= |
| رهجي ويل منظر | طارق عالم ابڙو | 70/= |
| **ڪهاڻيون** | | |
| نسيم کرل جون ڪهاڻيون | نسيم کرل | 80/= |
| منهنجون ڪهاڻيون (جلد ١) | علي بابا | 150/= |
| پاڻ ۾ وينا آهيون | نجم عباسي | 65/= |
| حويليءَ جا راز | ماڻڪ | 55/= |
| پاڇا پوئين پهر جا | انور بلوچ | 50/= |
| دل جي دنيا | امر جليل | 55/= |
| سچائيءَ جي ڳولا ۾ | طارق عالم ابڙو | 90/= |
| **سفرناما** | | |
| چار گهڙيون چين ۾ | احمد علي رند | 27/= |

## جبرانيات

| | | |
|---|---|---|
| بغاوت | خليل جبران/يوسف سنڌي | 22/= |
| ڏوهاري | خليل جبران/يوسف سنڌي | 22/= |
| ڪنوار جي سيج | خليل جبران/ زيب سنڌي | 25/= |
| موت ۽ زندگي | خليل جبران/گل محمد | 22/= |
| سودائي | خليل جبران/ گل محمد | 22/= |
| پيغامبر | خليل جبران/گل محمد | 22/= |
| ڀڳل ڪنيڙاتيون | خليل جبران/ عبدالرسول | 25/= |
| مرشد جو پيغام | خليل جبران/ مسعود جمالي | 22/= |
| خليل جبران جي جيون ڪٿا | سنڌيڪار: زيب سنڌي | 22/= |
| غلامي | خليل جبران/ عطاءالله آبڙو | 25/= |

## تحقيق/ تنقيد

| | | |
|---|---|---|
| سنڌي نثر جي تاريخ | منگهارام ملڪاڻي | 90/= |
| سنڌي ادب جي مختصر تاريخ | عبدالجبار جوڻيجو | 75/= |
| ڀڳوت گيتا "هڪ اڀياس" | سنڌيڪار:ولي رام ولڀ | 51/= |
| نيڻ مهڻي خيال جاڳيا | تاج جويو | 60/= |
| شاهه- سچل- سامي | محمد ابراهيم جويو | 55/= |
| سنڌي پهاڪا ۽ محاورا | مرلي ڌر جيٽلي | 70/= |
| سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس | ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 210/= |

## جيون ڪٿا/جيون ڪهاڻي

| | | |
|---|---|---|
| لينن جي انقلابي ڪهاڻي | سنڌيڪار: نجم عباسي | 50/= |
| منهنجي ڪهاڻي | جواهر لال نهرو/ رتن مل ملڪاڻي | 100/= |
| اسان زنده رهنداسين | ليليٰ خالد/ زيب سنڌي | 35/= |
| بک، عشق ۽ ادب | موهن ڪلپنا | 100/= |

## فلسفو

| | | |
|---|---|---|
| فلسفي جو ابتدائي ڪورس | سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو | 75/= |
| ڏاهيون ڏک ڏسن | افلاطون/ ڊاڪٽر گل | 80/= |
| دوستي | افلاطون/ ڊاڪٽر گل | 55/= |

## تاريخ

| | | |
|---|---|---|
| سنڌ ڪهاڻي | ڪيول ملڪاڻي/ تاج جويو | 80/= |
| نئين سنڌ لاءِ جدوجهد | جي ايم سيد | 100/= |

## سياسيات

| | | |
|---|---|---|
| ترقيءَ جو غير سرمائيدارانه رستو | لال چارڻ | 15/= |
| سوويت جمهوريت اصول ۽ عمل | چرنتڪو/ منير | 15/= |
| چنگانگ جا عظيم انقلابي | ڪلپنا دت/ سرواڻ | 30/= |
| مظلوم قومن جو مستقبل | جام ساقي | 30/= |
| انقلاب جي واٽ | ابو جبران | 30/= |
| بين الاقوامي انقلابن جو راهه عمل | سنڌيڪار: رشيد ڀٽي | 30/= |
| پرسترائيڪا | گورباچوف/ گهنشام پرڪاش | 125/= |
| تاريخ مون کي بيڏوهي قرار ڏيندي | فيڊريل ڪاستوررو انو | 25/= |
| تاريخ اسان سان انصاف ڪندي | گل محمد جکراڻي | 20/= |
| عورت ۽ قومي آزاديءَ جا انقلاب | آزاد قاضي | 32/= |
| ڌيءُ جا ڌيءَ ڏي خط | جواهر لال نهرو/ پرويز | 30/= |

## ڊڪشنري

| | | |
|---|---|---|
| The New Scientific Dictionary English to Sindhi | DR. Shamsuddin Tunio | 550/= |

قاضي قادن جو ڪلام
ان جو سنڌ ۾ اڀياس
هيرو ٺڪر
روشني

... جس ۽ شاباس هيري ٺڪر کي، جنهن هن ذخيري جي عملي طور ڇنڊڇاڻ ڪري، خاص طرح قاضي قادن جي بيتن کي سمجهڻ ۽ انهن جي صحيح پڙهڻيءَ قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پڻ انهن جي معنيٰ ۽ شرح لکي. جنهن محنت ۽ محبت سان هن سڄڻ اهو ڏکشالو ڪڏيو آهي، سو قابلِ قدر ۽ قابلِ تعريف آهي.

نبي بخش خان بلوچ

ڪتاب جي مطالعي مان صاف ظاهر آهي ته شري هيري ٺڪر، ڪتاب کي پنهنجي مغز جي مکُ سان لکيو آهي، ڇاڪاڻ ته ڪتاب هر طرح سان ادبي سينگار جو مرڪز نظر اچي ٿو. ڇا لفظن جو تلفظ ڇا لفظن جي معنيٰ ۽ ڇا سٽي سمجهاڻي! مطلب ته ٺڪر صاحب، ڪتاب کي سوڊي سنواري پيش ڪيو آهي. جنهن لاءِ ان فن جا ڳولائو سندس ٿورائتا ٿيندا.

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو

... سچ پڇو ته ڪتاب ڏسي دل باغ باغ ٿي وئي. اوهان ان تي جيڪا محنت ڪئي آهي، تنهن لاءِ هند سنڌ جا سنڌي خاص طرح ادب جا ڳولائو اوهان جا ٿورائتا ٿيندا ۽ اوهان جو نالو سنڌي ادب ۾ گهڻو وقت ڳائبو رهندو.

سراج

... قاضي قادن جي وڏيڪ بيتن جي هٿ اچڻ، سنڌي ٻوليءَ جي ادبي تاريخ ۽ تحقيق لاءِ نوان باب کوليا آهن. اهو اسان جي ادب لاءِ هڪ نيڪ فال آهي ۽ اسان جي ادبي روايتن جي قدامت جو وڏو ثبوت پڻ.

تنوير عباسي

A ROSHNI BOOK
Literature
Pakistan Rs. 90.00

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَھڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اَھڙيءَ طرح پَڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، بَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آھي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ ھِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏھن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنھن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڙَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽُر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)